# فقير هدايت علي نجفي
# تارڪ جو سنڌي ڪلام

ڊاڪٽوريٽ (سنڌيءَ) جي ڊگريءَ لاءِ لکيل تحقيقي مقالو
1987ع


ليکڪ
**ڊاڪٽر نواز علي شوق**

نگران
**پير حسام الدين راشدي**





**ثقافت کاتو حڪومت سنڌ**

ڪراچي- 2012ع

ڪتاب جو نالو: فقير هدايت علي نجفي تارڪ جو سنڌي ڪلام
ليکڪ جو نالو: نواز علي شوق بلوچ
نگران: پير حسام الدين راشدي
ڇاپو پهريون: 2012ع
لي آئوٽ: فهيم سولنگي
ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي
ڇپائيندڙ: عبدالعزيز عقيلي سيڪريٽري ثقافت کاتو حڪومت سنڌ.

قيمت: -/500 روپيا

ملڻ جو هنڌ:
ثقافت کاتو ڪتاب گهر
سامهون ايم. پي. اي هاسٽل، سر غلام حسين هدايت الله روڊ،
ڪراچي- 74400، سنڌ.
فون: 021-99206073

# انتساب

فقير هدايت علي نجفي تارڪ
جي شاگردِ رشيد، استاد محترم شاعرِ اهلِ بيت
مرحوم سيد انور علي شاھ اظهر گيلانيءَ
جي نانءَ

مارُو ڳڻن ساڻ، وَيَڙا ٿر اُڪري

نواز علي شوق

جيــئن فهــم ســخن ملــڪ ۾ وڌنــدو تيــئن ٿينــدو
هــر وقــت روان منهنجــو ئــي فرمــان ســخن جــو



فقير هدايت علي نجفي، تارڪ

Scanned with CamScanner

# وچور

# پبلشر نوٽ

سنڌ سونهاري، پلارن ماڻهن جي سرزمين، جنهن جاهه ۽ جلال جي صاحبن کي به جنم ڏنو ته علم ۽ حڪمت جا آفتاب به هتي اڀريا. بزرگن ۽ درويشن جي آماجگاهه به بڻي ته ڏاهن ۽ ذات وارن به ان جي ڪُک مان جنم ورتو. انهن ماڻهن پنهنجي دور ۽ پنهنجي شعبن ۾ وارو وچايو ۽ جيڪو جنهن جو حال هو سو پيش پريان ڪيو.

تصوف، صوفياڻو فڪر ۽ صوفياڻي شاعري سنڌ جي روح ۾ رچيل آهي. ان ميدان ۾ وڏن وڏن صوفين جون ڪاوشون ۽ تخليقون سنڌ جي ماڻهن لاءِ وڏو سرمايو آهن. فقير هدايت علي نجفي تارڪ به پنهنجي دور ۾ صوفياڻي شاعريءَ سان پنهنجو وارو وچايو. اسان جي دور جي نامياري عالم ۽ اديب ڊاڪٽر نواز علي شوق ويهين صدي جي پوئين اڌ ۾ ان شخصيت ۽ سندس فن تي پي ايچ ڊي لاءِ مقالو لکيو جنهن سان لاڙڪاڻي ضلعي جي هن صوفي منش شاعر جي حياتي ۽ فن جي مختلف گوشن کان آگاهيءَ جو هڪ وڏو ماخذ مهيا ٿيو.

ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ، جي پبليڪشن ڪاميٽيءَ ڊاڪٽر نواز علي شوق جي ان ٿيسز کي ڇپائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اسان ان کي پڌري ڪرڻ ۾ ڪا به دير نه ڪئي اڄ ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي. هن ڪتاب مان سنڌ جي صوفياڻي روح ۽ ثقافتي رنگن جو حظ حاصل ڪرڻ اوهان پڙهندڙن جي وس آهي ۽ جيڪڏهن اوهان اهو مقصد حاصل ڪري ورتو ته اسان جون ڪوششون سجايون ٿيون.

**عبدالعزيز عقيلي**

سيڪريٽري

ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

# پهريان ٻه اکر

هيءُ هڪ عام دستور آهي تہ Ph.D جو مقالو لکڻ مهل ڊگهي تمهيد ٻڌي ويندي آهي. ڪي تہ شروعات ئي مُوهن جي دڙي کان ڪندا آهن. ائين ٿيسز کي ٿلهو ڪرڻ لاءِ سو سوا صفحن جو اضافو ڪيو ويندو آهي. پر مون کي ان قسم جو اجايو وڌاءُ ڪو نہ وڻندو آهي. تنهن ڪري مون ان قسم جي اجائي تمهيد کان پاسو ڪيو آهي.

مون هيءُ ٿيسز 1978ع ۾ مڪمل ڪئي هئي. دل تہ گهڻوئي چاهيندي هئي تہ منهنجو هيءُ تحقيقي مقالو ڪتابي صورت ۾ شايع ٿئي. پر مون وٽ ايترو پيسو ڪو نہ هوندو هو جو پنهنجو مقالو ڇپرائي سگهان ۽ نہ وري ان سلسلي ۾ ڪنهن سرڪاري يا خانگي اداري کي منٿ ميڙ ڪيم. هر ڪم پنهنجي مقرر وقت تي ٿيندو آهي، تنهن ڪري صبر ڪري ويهي رهيس. پر مون کي اميد هئي تہ هيءُ مقالو ڪنهن نہ ڪنهن وقت ضرور شايع ٿيندو.

خوش قسمتيءَ سان جڏهن اسان جي مانائتي ڀيڻ محترمہ سسئي پليجو صاحبہ حڪومت سنڌ ۾ وزير ثقافت جي منصب تي فائز ٿي تہ سچ پچ هن محڪمي ۾ ڄڻ انقلاب اچي ويو. شاندار ۽ يادگار ڪانفرنسون منعقد ٿيڻ لڳيون، تحقيق جي ميدان ۾ وسعت آئي. سندن ذاتي دلچسپيءَ سبب ڪيترائي معياري ڪتاب شايع ٿيا ۽ اهو سهڻو سلسلو جاري آهي. مئڊم جي حسنِ عمل سان ڄڻ تہ ادب جي دنيا ۾ بهار اچي وئي. سهڻن ڪتابن جي گلن ۽ گلدستن جي خوشبو پري پري تائين پکڙجي وئي. ۽ هر من گلاب ۽ موتئي جي مهڪ سان واسجي ويو. هر اديب جي من ۾ اها آس، اميد پيدا ٿي تہ هينئر سندس ڪتاب ضرور شايع ٿيندا. واقعي ائين ئي ٿيو ثقافت کاتي پاران هڪ اشتهار ڏنو ويو تہ جن اديبن، عالمن وٽ مسودا پيل آهن، سي ڇپرائڻ لاءِ ثقافت کاتي کي موڪلي ڏين. محڪمي جي پبليڪيشن ڪميٽي تڪ تورڪري چونڊ معياري مسودا ڇپرائڻ جي سفارش ڪندي. مون بہ بسم الله ڪئي پنهنجو Ph.D جو مقالو موڪلي ڏنو. ڀاڳ ڀلا جو اهو مقالو پبليڪيشن ڪميٽي ڇپرائڻ جي سفارش ڪئي. توڙي جو مون پنهنجي هن

تيسز ۾ اجائي ڊيگهه ڪا نہ ڪئي آهي. پر ان هوندي بہ مون ان جا بہ اڍائي باب حذف ڪري، ان کي ڪجهه مختصر ڪيو آهي.

عام دستور آهي تہ ٿيسز ڇپرائڻ مهل ان ۾ ڪجهه سُڌارا ۽ واڌارا ڪيا ويندا آهن. بعد ۾ محسوس ٿيندڙ غلطيون درست ڪيون وينديون آهن. مطلب تہ ان تي هٿرادو ڦيرائي ان کي ٻيهر سينگارڻ سنوارڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي. پر مون ائين نہ ڪيو آهي. 1978ع ۾ جو ڪجهه لکيو هيم، ان کي ائين ئي رهڻ ڏنو اٿم. ڇو تہ منهنجو هيءُ مقالو منهنجي ان دؤر جي شعور جو شاهد آهي. ان ۾ هٿ چراند انصاف جي ابتڙ آهي.

منهنجو هيءُ تحقيقي مقالو شاندار نموني ڪتابي صورت ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، جنهن لاءِ مان سيڪريٽري عبدالعزيز عقيلي صاحب، ڊي جي جناب رفيق احمد ٻرڙو صاحب، ۽ سابق ڊائريڪٽر ڊاڪٽر محمد علي مانجهي ثقافت کاتو حڪومتِ سنڌ جو انتهائي شڪر گذار آهيان. جن ورهين کان سانديل منهنجي هيءُ دلي آس پوري ڪئي.

**نواز علي شوق**

# پيش لفظ

مونکي اسڪول جي زماني کان ئي مطالعي جو شوق هوندو هو. ڪنڊڪوٽ جي اقبال ميموريل لائبريريءَ مان ڪتاب وٺي پڙهندو رهندو هوس. 1956ع ۾ جڏهن ممتاز ڪاليج خيرپور پهتس ته اتي بلند پايه شاعر، اديب ۽ نقاد پروفيسر عطا محمد حامي صاحب جي شاگرديءَ جو شرف عطا ٿيو. سندن رس ڀري صحبت ۽ شفقت منهنجي ادبي چاهه ۾ وڌيڪ اضافو آندو. خيرپور ۾ ان کان ٻاهر ٻين شهرن ۾ جتي به مشاعرا ٿيندا هئا ته سندن خدمت ۾ ساڻن گڏ ويندو هوس ۽ ڪين ڪلام ڏيکاري اصلاح وٺندو هوس. ان کان پوءِ جڏهن 1960ع ۾ سنڌ مسلم ڪاليج ۾ داخلا ورتم، جتي استاد محترم پروفيسر پير سعيد حسن صاحب ۽ پروفيسر احسان احمد بدوي جي صحبت ۾ رهڻ سبب منهنجي ادبي ذوق ۾ واڌارو آيو.

سيد اظهر گيلاني ۽ سندن والد مرحوم علي اصغر شاهه صاحب جن سان اسانجن وڏن جا پراڻا تعلقات آهن، شادي غمي جي موقعي تي اچڻ وڃڻ ٿيندو رهندو آهي. اظهر صاحب جي صحبت ۾ شعر چوڻ جو شوق پيدا ٿيو. مان جڏهن به وٽن ويندو هوس ته فقير هدايت علي تارڪ جي شاعريءَ بابت ذڪر ٿيندو هو. اظهر صاحب اڪثر چوندو هو ته تارڪ هڪ باڪمال صوفي شاعر هو پر افسوس جو هو گمناميءَ جي گوشي ۾ رهيو.

اظهر صاحب کان هر دفعي تارڪ جي تعريف ٻڌي منهنجي دل ۾ تارڪ جي تصنيفات جي مطالعي جو شوق پيدا ٿيو. اظهر صاحب وٽ جيڪي ڪتاب هئا، سي مونکي ڏيکاريائين. مون اتي ڪل 42 ڪتاب ڏٺا. شاهه صاحب جن ٻڌايو ته اجان ڪيترائي ڪتاب گم ٿيل آهن، ڪاش! ڪو سندن ٽڙيل پکڙيل ڪتاب ڪٺا ڪري ۽ سندن ادبي خدمتن تي ڪو جامع ڪتاب لکي.

مون جڏهن تارڪ جي ڪلام جو مطالعو ڪيو ته محسوس ٿيو ته تارڪ ڀهريون شاعر آهي، جنهن ڪلاسيڪي شاعريءَ کان علاوه عروضي شاعري ذريعي نهايت ئي ڪاميابيءَ سان تصوف جي تعليم ڏني آهي. ايترا تصوف جا نڪتا ڪائنس اڳ ۽ هن وقت تائين ڪنهن به عروضي شاعر بيان نه ڪيا آهن.

هن نه صرف تمام گهڻو ڪلام چيو آهي، پر تمام سنو ۽ سهڻو پڻ چيو اٿس. ايتري عمر ۾ ڪنهن به سنڌ جي عروضي شاعر ايترو گهڻو نه لکيو آهي. هو نه صرف بسيارگو شاعر هو پر نثر

جي مختلف صنفن تي ڪيترائي ڪتاب لکي، هن سنڌي نثر نگاريءَ ۾ وڏو واڌارو ڪيو. مختصر تہ هو عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ جو وڏو اديب ۽ شاعر هو ويجهڙائيءَ ۾ ان پايي جو ڪو جامع اديب ۽ شاعر ورلي نظر ايندو.

سنہ 1963ع ۾ جڏهن اسلاميہ ڪاليج سکر ۾ ليڪچرار مقرر ٿيس تہ اظهر صاحب سان ويجهڙائيءَ سبب جلدي جلدي ملاقاتيون ٿيڻ لڳيون ۽ مونکي تارڪ جي ڪلام جي مطالعي جو وڏيڪ موقعو مليو ۽ محسوس ڪيم تہ تارڪ واقعي باڪمال شخصيت هو ۽ ههڙي علمي ادبي شخصيت تي هن وقت تائين ڪو ڪم ڪو نہ ٿيو آهي: جا نهايت ئي افسوس جي ڳالهہ آهي. مون دل ۾ پڪو پهہ ڪيو تہ تارڪ فقير تي ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور لکندس، ان لاءِ اظهر صاحب هر طرح جي تعاون جو يقين ڏياريو.

1971ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرار جي جڳهہ لاءِ جڏهن انٽرويو ۾ ويٺس تہ سڀ کان پهرين ڊاڪٽر محمود حسين مرحوم مونکان شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي مقبوليت جا اسباب پڇيا. جڏهن ان سوال جو جواب ڏنم تہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪي سوال پڇيا. آخر ۾ وري ڊاڪٽر محمود حسين (وائيس چانسلر) مونکان سوال ڪيو تہ جڏهن توهان اسلاميہ ڪاليج سکر ۾ اڳ ۾ ئي ليڪچرر آهيو ۽ اتي اٺن سالن جي سروس بہ اٿو تہ پوءِ هتي ڇو ٿا اچو؟ مون کين جواب ڏنو تہ دراصل مونکي پي ايچ ڊي ڪرڻ جو شوق آهي، هتي علمي ادبي ماحول آهي، تمام سٺي لائبرري آهي، بس اهوئي سبب آهي جو مان ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ نوڪري ڪرڻ چاهيان ٿو. خدا جي فضل سان انٽرويو ۾ ڪاميابي حاصل ٿي ۽ مان جنوري 1973ع کان سنڌي شعبي ۾ ليڪچرر مقرر ٿيس.

مان اسڪول جي زماني کان ئي سہ ماهي مهراڻ، نئين زندگي وغيره جو باقاعده مطالعو ڪندو رهندو هوس. مطالعي دوران پير حسام الدين راشدي صاحب جي علمي، ادبي، تاريخي ۽ تحقيقي مقالن کان تمام گهڻو متاثر ٿيندو هوس ۽ دل ۾ اڻ ڏٺي پير صاحب لاءِ بيحد عزت، عقيدت ۽ احترام پيدا ٿيو ۽ ان سان گڏ اها آس پيدا ٿي تہ ڪاش! ڪو موقعو ملي تہ سندن خدمت ۾ حاضر ٿي، سندن صحبت مان فيضياب ٿيان.

جڏهن ڪراچي يونيورسٽي ۾ ملازمت ڪيم، تڏهن پنهنجي اها آس پوري ٿيڻ ۽ ادبي اڄ لهڻ جي وڏي اميد پيدا ٿي. سچي ڳالهہ تہ مون لاءِ ملازمت ملڻ کان وڏيڪ خوشي اها هئي تہ هينئر پير صاحب جن جي نگرانيءَ ۾ لکڻ پڙهڻ جا موقعا ميسر ٿيندا.

ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ايشين اسٽيڊيز جو هڪ انسٽي ٽيوٽ آهي. پير صاحب ان جا روح روان آهن. پير صاحب جن ان جي گڏجاڻين جي سلسلي ۾ اڪثر ايندا رهندا هئا (اڃان تائين اهو سلسلو جاري آهي) تہ ان موقعي تي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيندو رهيس ۽ ڪڏهن ڪڏهن سندن دولت خانہ تي وڃي سندن صحبت مان فيضياب ٿيندو رهيس، جو سلسلو اڃان جاري آهي، سندن ملاقات کان اڳ مان ايئن سمجهندو هوس تہ پير صاحب جن وڏا علامہ، اديب،

مورخ ۽ محقق آهن ۽ مان ادب جو هڪ ادنيٰ شاگرد آهيان. خبر نہ آهي تہ مونسان الاجي ڪيئن پيش اچن پر مان جڏهن بہ وٽن ويس تہ ڪين نهايت ئي شفيق ۽ مهربان ڏٺم. هر وقت لکڻ پڙهڻ لاءِ همتائيندا رهيا. سندن شفقتن ۽ مهربانين جو اهو نتيجو نڪتو جو مون سندن رهبريءَ ۾ پي ايچ ڊي ۾ داخلا ورتي. اهو بہ سندن ئي صحبت ۽ شفقتن جو نتيجو هو جو مان "هيڪار" ڪتاب لکڻ جي لائق بڻيس. مون ڏٺو تہ پاڻ علم جي اڃايلن جي پياس پوري ڪرڻ لاءِ هر طرح مدد ڪرڻ لاءِ تيار رهن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ظرافت آميز گفتگو سان محفل ۾ وڏي ورونهن پيدا ڪندا آهن. ان موقعي تي مونکي شاهہ صاحب جو هي بيت ياد اچي ويندو آهي:

ويلـــي جنـــين وٽ، ڏکنـــدو ڏور ٿئـــي،
ويهـــــ تنـــين وٽ، الآ اتـــاهين پکـــڙا.

هينئر آءٌ پنهنجي موضوع متعلق چند گذارشون ڪرڻ گهران ٿو. تارڪ فقير جي گم ٿيل ڪتابن جي تلاش ۾ مونکي مختلف شهرن ۾ وڃڻو پيو ۽ مختلف ماڻهن سان ملڻو پيو. سنڌ جي سفر ڪانسواءِ پنجاب بہ ويس. وستي پناهہ علي، هڙند ضلعي ڊيره غازي خان وڃي تارڪ جي استاد ميان سلطان علي سالڪ بابت معلومات حاصل ڪيم.

مون تارڪ فقير جي هيڏي هوڏي ٽڙيل پکڙيل ڪتابن مان ڪجهہ ڪتاب مختلف ماڻهن وٽان هٿ ڪيا. ان سلسلي ۾ سيد اظهر گيلاني، سيد خادم حسين شاهہ، زوار بهادر علي تنيو ۽ قادن فقير تنيو ڀرپور تعاون ڪيو تنهن لاءِ آءٌ سندن ٿورائتو آهيان.

تارڪ فقير جي همعصر شاعرن بابت مواد ميڙڻ خاطر سنڌ جي مختلف ڪتب خانن ۾ وڃي گهربل مواد هٿ ڪيم. خاص طور سنڌيالاجي جي لائبريري مان وڏي مدد ملي. پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب هن سلسلي ۾ هر طرح سهڪار ڪيو. اهڙي ريت ڪي سال مواد ميڙڻ ۾ لڳي ويا. جنهن ڪانپوءِ سموري ميڙي چونڊي آڏو رکي لکڻ شروع ڪيم. مون مليل موضوع سان ڪيترو انصاف ڪيو آهي، سو سڀ پڙهندڙ پارکن تي ڇڏيان ٿو.

**نوازعلي شوق بلوچ**

# سوانح عمري

سنڌ صدين کان علم ادب، تهذيب ۽ ثقافت جو مرڪز رهي آهي. هن جي مانائتي مٽي مان اهڙا مرد مٽيادار پيدا ٿيا، جن پنهنجي ڪمال سان نہ فقط سنڌ پر پوري دنيا ۾ ڌاڪو ڄمايو. انهن مان ڪي قلم جا صاحب هئا تہ ڪي تلوار جا ڌڻي. ڪن پنهنجا علمي جوهر ڏيکاريا تہ ڪن وري جنگ جي ميدان ۾ مري پاڻ ملهايو.

جن پنهنجي خداداد قابليت سان قلم جا ڪمال ڏيکاريا، انهن مان مخدوم ابوضلع سنڌي، ابوعطا سنڌي، ابو معشر سنڌي، امام اوزاعي رحمت الله عليہ، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مولانا محمد حيات سنڌي، مولانا نظام الدين ۽ مولانا محمد فاضل پوري عالم اسلام ۾ مشهور آهن. جن عظيم انسانن محب وطن سورهيہ سرويچن پنهنجي سورهيائي ۽ دليريءَ سان دشمنن جون دليون دهلائي وڌيون ۽ پنهنجي ڌرتي ماتا ڪي رت جو ريج ڏئي ايثار ۽ قربانيءَ جو اعليٰ مثال پيش ڪيو. اهڙا ڪوپا ڪونڌر جن سنڌ جي ساک ۽ لوئي جي لڄ رکي، سي گهٽائي نظر ايندا. پر مڙني مان مخدوم بلال، شاهہ عنايت، دودو سومرو، دولهہ دريا خان ۽ هوشو شيدي جو ماڻ مٿانهون آهي.

هن سرزمين کي قدرت جي طرفان بہ عظيم ڪتاب ورثي ۾ مليا آهن. رگ ويد ۽ شاهہ جو رسالو جن تي سنڌ وارن کي وڏو ناز آهي. جيڪي هر زماني ۽ هر دور تي محيط آهن. هيءَ سرزمين عالمن، فاضلن، محدثن، راوين، بزرگن، درويشن، رشين، اوتارن، صوفين ۽ سامين جي سرزمين آهي، جن سدائين حق، حقيقت، سچ ۽ صداقت جا سوين سبق ڏنا. امن ۽ آشتي جو آواز بلند ڪيو ۽ محبت جو پيغام پهچايو. دشمنيون ۽ ويڇا وساري ايڪتا ۽ اخوت جو پيغام ڏنو.

سنڌ جي ادبي ۽ سياسي تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ هن پلاري ۽ پاڳواري ڌرتي ڪيترن ئي اديبن، شاعرن ۽ سياسي رهنمائن کي جنم ڏنو. پين کي ڇڏي جيڪڏهن صرف لاڙڪاڻي تي نظر وجهبي تہ لاڙڪاڻو هر لحاظ کان ساهہ سيباٽو نظر ايندو. سنڌ جي ڪيترن ئي سياسي تحريڪن کي هتان ئي هٿي ملي. خلافت جو روح روان ۽ مير ڪاروان بئريسٽر مجاهد رئيس جان محمد خان جوڻيجي جو تعلق بہ لاڙڪاڻي سان ئي آهي. ڪابل طرف هجرت ڪرڻ وارن مسلمانن مهاجرن جي اسپيشل ٽرين سنہ 1920ع ۾ هتان ئي رواني ٿي. هن

تحريڪ ۾ لاڙڪاڻي جي ٻئي سياسي رهنما پير تراب علي شاهه راشدي هڪ وڏو ڪردار ادا ڪيو هو جو قمبر جو رهاڪو هو.

سياسي لحاظ کان به لاڙڪاڻي جي سياستدانن کي سنڌ جي سياست ۾ فوقيت رهي آهي ۽ هينئر به پاڪستان جي سياست جو ڳڙهه لاڙڪاڻو ئي آهي. نه فقط سياست پر ادب جي لحاظ کان به لاڙڪاڻو وڏي اهميت رکي ٿو. خصوصن عروضي شاعري کي زور وٺرائڻ ۾ ته لاڙڪاڻي جي اديبن ۽ شاعرن جو وڏو هٿ رهيو آهي. پير علي محمد شاهه راشدي لکيو آهي ته "لاڙڪاڻي جي مردم خيز زمين ذڪر ڪيل ٻين قادري حضرات کانسواءِ ٻيا به ڪيترائي اهل سخن پيدا ڪيا. شعرو شاعريءَ جي معاملي ۾ ڪجهه وقت تائين ته لاڙڪاڻي ساريءَ سنڌ جي اڳواڻي ڪئي". [1] اهو چوڻ ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته "سنڌ ۾ صحيح معنيٰ ۾ معياري شاعر هتان ئي پيدا ٿيندا رهيا. قادري خاندان جي هڪ شاعر مرحوم علي محمد قادري ۽ ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي [2] دوستن ۽ عزيزن جي سهڪار سان ڪيترين ئي مشاعرن جون محفلون ڪرايون. ان جي گواهي ان دور جي هفيتوار اخبار "الحقيقت" مان ملي ٿي، مطلب ته جيئن سياستا جي لحاظ کان لاڙڪاڻو فخر جي قابل آهي، تيئن سياست توڙي ساهت ۾ به وڏي اهميت رکي ٿو. ان ئي لاڙڪاڻي ساهه سيباڻي جي سرزمين فقير هدايت علي نجفي تارڪ کي جنم ڏنو.

تارڪ فقير جي حياتيءَ جو مستند احوال ڪنهن به ڪتاب مان نه ٿو ملي. مخدوم طالب المولىٰ صاحب جي ڪتاب ياد رفتگان ۾ سندس مختصر احوال ڏنو ويو آهي، سنڌي ادب جي مختصر تاريخ جي مصنف محترم عبدالجبار جوڻيجي به تارڪ جي حياتيءَ جو احوال ياد رفتگان جي روشنيءَ ۾ لکيو آهي. ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ پنهنجي ڪتاب "جوتيون جواهرن جون" ۾ فقير صاحب جي حياتيءَ جو احوال تمام مختصر نموني ۾ لکيو آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان لکرايل هڪ مقالي ۾ به تارڪ فقير جي حياتيءَ جو احوال مستند نموني نه لکيو ويو آهي. تنهن ڪري سندس حياتيءَ جو احوال سندس دوستن، عزيزن ۽ شاگردن کان زباني طور معلوم ڪري، ان جي روشنيءَ ۾ لکيو ويو آهي.

## خاندان:

فقير هدايت علي تارڪ جا وڏا محمد بن قاسم جي پوئين دور ۾ سنڌ ۾ آيا. سندن وڏو پير بائد هو. جنهن جي مزار چيچڙه تعلقي پني عاقل ضلعي سکر ۾ آهي. پير بائد کي پير عبيد به سڏيو ويجي ٿو. پير صاحب جي وفات جي تاريخ تارڪ فقير "رخ" لفظ مان ڪڍي آهي. مصرع ملاحظ فرمايو.

[1] پير علي محمد شاهه راشدي، اهي ڏينهن-اهي شينهن، (ٻيو ڇاپو) ص-483

[2] صديقي مرحوم اصل پنجاب جو هو. لاڙڪاڻي ۾ جانورن جي اسپتال جو ڊاڪٽر مقرر ٿي آيو هو. هو پاڻ ته اردو ۾ شعر چوندو هو پر سنڌي شاعريءَ کي به گهڻو زور وٺرايائين. عروض جي وڏي ڄاڻ هيس. مرحوم واصف حيدرآباديءَ سان سندس عروض جي فن متعلق وڏو مقابلو ٿيو هو. ڊاڪٽر مرحوم جا مضمون سنڌ زميندار سکر ۾ شايع ٿيندا هئا.

سال فوتش رابگير از لفظ رخ.

٨٠٠ هه

سنڌ مان سندن خاندان جو هڪ فرد سلطان طيب پنهنجي مرشد جي ارشاد موجب تبليغ خاطر وچي هڙند, ضلعو ديره غازي خان وسايو. سندس مزار وستي پناه علي ۾ آهي.

فقير هدايت علي تارڪ جو شجرو هن ريت آهي[1]:

فقير هدايت علي پٽ فقيرالله داد عرف تراب علي, پٽ فيض محمد, پٽ حبيب سعد الله, پٽ نظر, پٽ نور, پٽ لعلو فقير[2] پٽ نورو, پٽ دائود, پٽ برهان الدين شهيد, پٽ عباس, پٽ بايزيد, پٽ مجيد:

تونيہ پاڻ کي علوي قريشي سڏائين ٿا. جيئن تارڪ جو هڪ شاعر آهي:

سڏايان نانءُ تو تارڪ, علي مشڪل ڪشا جو سگ
وگـــر نــــہ آءٌ اولاد علـــي المرتضـــيَ آهيـــان[3]

تارڪ جا وڏا لعلورانئڪ ۾ اچي آباد ٿيڻ کان اڳ خيرپورميرس جي شهر هگورجا وينل هئا. سندن والد الله داد عرف تراب علي فقير هڪ عالم اهل دل سالڪ ۽ صوفي منش بزرگ هو.

## ولادت:

تراب علي فقير کي چاليهن سالن تائين ڪو اولاد ڪو نہ ٿيو. هو پنهنجي پروردگار کان اولاد لاءِ دعائون پنندو رهيو. آخر سندس دعائون ڌڻيءَ جي درگاهہ ۾ قبول پيون ۽ 25 محرم الحرام 1312هہ مطابق 1894ع خميس ڏينهن ٻپهري وقت هدايت علي جو جنم ٿيو. ٻار عمومن ماءُ جي پيٽان نڪرڻ سان ئي روئڻ شروع ڪندو آهي, پر هو ماٺ ۾ هو مائٽن کي گمان ٿيو تہ شايد ٻار مئل ڄائو آهي. ان ڪري سيني تي غم جي لهر ڇائنجي وئي, پر پوءِ ڪين پتو پيو تہ ٻار مئل نہ پر جيئرو ۽ تندرست آهي. جمع خان غريب هڪ قطعو لکيو هو جنهن مان سندس ڄمڻ جي تاريخ ڏينهن, مهيني ۽ سنہ جو پتو پوي ٿو. اهو قطعو هن ريت آهي:

مهينـــو هـــو محـــرم جـــو هئـــي تـــاريخ پنجـــويهين
ڪليـــو روز خمـــيس ۽ وقـــت ٻپهـــري جـــي بـــاغ حـــق
بهـــار ذات ڪـــان ان بـــاغ ۾ پيـــدا ٿيـــو تـــارڪ گـــل
ڄمڻ جو سال هاتف ڪان پڇيم چيائين "چراغ حق"[4]

١٣١٢ هہ

---

[1] اهو شجرو سندن جاءِ نشين فقير قادر بخش تونيہ کان زباني معلوم ٿيو.
[2] جنهن جي نالي تي لعلورانئڪ واري وستي آباد ٿي.
[3] ڪليات تارڪ (قلمي) صحفو 25
[4] ڪليات تارڪ (قلمي) صفحو 31

**تعليم و تربيت ۽ اساتذه:**

سڪيلڊو ٻار هو تنهن ڪري ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان پليو. سندس چهري مان ننڍپڻ کان ئي شرافت ۽ عظمت جا آثار نظر پئي آيا. سندس والدين کي يقين هو تہ هيءُ نينگر هڪ ڏينهن ڪمال جو صاحب ٿيندو. تارڪ فقير کي ابتدائي تعليم سندس والد بزرگوار فقير تراب علي کان ملي. تنهن کان پوءِ مدرسي تونڙهي شريف پيپچوها ۾ تعليم حاصل ڪيائين. فارسي تعليم مدرسہ دارالعلوم شهر ڪنڊيو تعلقو وارهہ ۾ مولانا عبدالعزيز شاهہ صاحب خاراني وٽ پڙهيو. بعد ۾ لعلو رانئڪ ۾ اتان جي عالم مولوي محبت الله وٽ تعليم پرايائين. جتي عربي جي اعليٰ تعليم سان گڏوگڏ تفسير، حديث ۽ تصوف ۾ بہ ڪمال حاصل ڪيائين.

شعر و شاعري ۾ شمس الدين بلبل کان گهڻو متاثر هو. شروع ۾ مولوي محبت الله کي پنهنجو ڪلام ڏيکاري اصلاح وٺندو هو. پوءِ سلطان علي سالڪ جو شاگرد بڻيو. ميان سلطان علي سالڪ جي ولادت سنہ 1388 هہ ۾ وستي پناهہ علي ضلعي ديره غازي خان ۾ ٿي. سندن ولادت جي تاريخ سندن هڪ مريد سيد محمود شاهہ وينل ڳوٺ لنڊي سيدان ضلعو ديره غازي خان هيٺين شعر مان ڪڍي آهي.

ميـان سـلطان علـي آمـد بهـا اهـل نجـات
سال توليدش چنين گـوئي وسيلهٔ مخلوقات
۱۳۸۸هہ

سالڪ مرحوم جو والد بزرگوار ميان عاقل محمد شائق پنهنجي دور جو سٺو شاعر هو. فارسي، سرائيڪي ۽ اردو ۾ ڪلام چيو اٿس. سندس فارسي ديوان ڇپيل آهي.

شائق خواجہ غلام فريد جو همعصر هو. ٻئي گهرا دوست هئا. شائق مرحوم جي پوين وٽ خواجہ غلام فريد جا 97 خط محفوظ آهن، جي راقم الحروف وستي پناهہ علي "هڙند" ۾ وڃي ڏٺا.

عاقل محمد شائق سنہ 1311هہ ۾ وفات ڪئي. فقير هدايت علي تارڪ "غرق هو" مان سندس وفات جي تاريخ ڪڍي آهي، ملاحظہ فرمايو تارڪ جو قطعو.

زهي خواجہ عاقل محمد اديب۔ ڪہ شد صيت نظمش بهر چارسو
بـدي سـيزدو همـين ماهـہ صـيام۔ وصـال خـدا يافـت بـا آبرو
پئـي سـال ترحيـل آن هـاتفي۔ بگفتابـہ تـارڪ بگـو "غـرق هـو".
۱۳۱۱هہ

ميان سلطان علي سالڪ عربي، فارسي جي تعليم پنهنجي والد ميان عاقل محمد شائق کان حاصل ڪئي. شاعريءَ جو شوق بہ والد جي صحبت ۾ پيدا ٿيس. سندن خاندان جي هڪ بزرگ وٽان معلوم ٿيو تہ " سالڪ اڪثر اکيون بند ڪيو خاموش ويٺو هوندو هو. جڏهن شعر چوندو هو تہ اکين مان بي اختيار ڳوڙها وهندا رهندا هئس ۽ ڪاتب شعر لکندا رهندا هئا.

سچو ڪلام انهيءَ حالت ۾ چيل اٿس. •

وسني پناهه علي جي بزرگن کان زباني طور معلوم ٿيو ته تارڪ فقير به پيرا پنهنجي والد ميان تراب علي سان گڏجي هتي آيو هو. هڪ پيرو 1917ع ۾ ۽ ٻيو پيرو 1918ع ۾ ان وقت تارڪ ويهن ٻاويهن سالن جي عمر جو هو. پهرين ئي ملاقات ۾ سالڪ کان متاثر ٿيو ۽ شاعريءَ ۾ سندس شاگرد بڻيو.

وسني پناهه علي جي اتر ۾ هڪ وڏي ٿلهي تي پڪي عمارت کي محل شريف سڏين ٿا. جتي سلطان طيب• ۽ سندن خاندان جي ڪن بزرگن جون قبرون آهن. محل شريف ميان پناهه علي تنهه سال 1347هه ۾ تعمير ڪرايو. محل جي تعمير جي تاريخ سندن هڪ مريد سيد محمود شاهه ويٺل ڳوٺ لنڊي سيدان هن ريت ڪئي آهي.

پناهه علي شد چو سند نشين
بنا کرد کاخ بصدق ويقين
که ناگهه محمود تاريخ سال
خرد گفت کاخ عديم المثال. •

۱۳۴۷هه

تارڪ فقير به محل جي ٺهڻ جي تاريخ ڪئي آهي. جا هن ريت آهي:

زهي تنهه سلطان طيب شريف۔ که در ملک پنجاب شدم سکنش
چنان شد بنا خانقاهش عجيب۔ که فردوس شد گرد هيرا منش
بگو تارک ازبهر تعميراو۔ بود روضه قرب ايزو منش.

۱۳۴۷هه

محل شريف جي اڳيان اولهه طرف مسجد شريف آهي. ننهيءَ جي تعمير تي جيڪو خرچ آيو سو مسجد شريف جي ٻاهرين ديوار تي سيد محمود شاهه لکيو آهي. محل شريفت ۽ مسجد

• زباني روايت. ميان الله بچايو عمر سٺ سال. ويٺل وسني پناهه علي هتي تحصيل ڄام پور ضلعو ديره غازي خان.

• سلطان طيب غوث بهاءالحق جو مريد هو ۽ پنهنجي مرشد جي ارشاد موجب هتي ۾ اچي تبليغ ڪيائين. جتي ڪيترائي سندس مريد بڻيا. سندن هڪ مريد سيد محمود شاهه سندس تعريف ۾ ڪيترائي شعر چيا آهن. نموني خاطر به شعر پيش ڪجن ٿا:

حضرت سلطان طيب اوليا۔ صد هزاران خلق را مشکل کشا
اي سراسر هاديءِ رحمت جهان۔ از درت رحمت شود بربيکسان

تارڪ فقير سندس وفات جي تاريخ هيٺين قطعه ذريعي ڪئي آهي:

حضرت سلطان طيب باخدا۔ بود عارف ماهر ذات وصفات
سنده رابگذشت پنجاب رفت۔ مي نمود وخلق را راهه نجات
چون ز دنيا سوئي عقبيٰ زد قدم۔ گفت تارک شيخ علم هو وفات.

۱۰٦۱

• اهي شعر محل شريف جي ديوار تي سيد محمود شاهه لکيا آهن.

شريف جي تعمير 1935ع ۾ ٿي. ڀنهيءَ تي ڪل خرچ 12000 رپيا آيو.

سالڪ جي ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته هو فارسيءَ جو چڱو شاعر هو. تارڪ ڪيترائي فارسي غزل سندس تتبع تي چيا آهن. جي ساڳئي بحر ۾ چيل آهن ۽ ڀنهيءَ جو قافيو ۽ رديف به ساڳيو آهي.

ميان سلطان علي سالڪ فارسي، سرائيڪي ۽ اردو ۾ گهڻو ئي ڪلام چيو آهي جو قلمي صورت ۾ سندس پوين وٽ موجود آهي. سالڪ جي ڪلام مان نموني طور هڪ فارسي رباعي ۽ هڪ فارسي غزل پيش ڪجي ٿو.

عمر م گذشت رفت بہ امید وصال تو
باید زهي نصیب کہ بینم جمال تو
گرچہ نہ شد میسر وصل تو اي صنم
سالک مدام هست بذوق خیال تو

**غزل**

مست درميخانہ ام من يللي
بامئي پيمانہ ام من يللي
نيست در نظر م بجز نور وجود
عاقل فرزانہ ام من يللي
هر زمان بامہ جبين جانان خود
همدم و همخانہ ام من يللي
جان من بريار من قربان شد
عاشق و ديوانہ ام من يللي
ابر بخشائيش چو آمد در کرم
در صدف دردانہ ام من يللي
از شعاع نور او من سوختم
بررخش پروانہ ام من يللي
دردلم سالک چو شد نقش صنم
بس عجب بت خانہ ام من يللي.

سالڪ 1343ھ ۾ وفات ڪئي، سندس وفات جي تاريخ سيد محمود شاھ هن ريت ڪڍي آهي:

مظهر وحدت ميان سلطان علي۔ نور توحيد شري زو منجلي
سالک و هم عارف و سجاده بود۔ در طريقت اهل معنيٰ مي نمود
سال و ماه ويوم از ترحيل او۔ هم دهليم از مہ ربيع اول شمار

چون وفاتش در دل محمود جست۔ هاتفم اين مصرع مرغوب گفت
فضل يزدان ميان سلطان علي۔ مصرع اول کرد فوتش منجلي
1343
باز هجري سال از روشن دلي۔ گو قدم فرخنده سلطانِ علي.

**عشق:**

ڀوهه جوانيءَ ۾ تارڪ فقير مجازي عشق جو چٽڪو چکيو. پاڪباز انسان لاءِ مجاز حقيقت جي ڏاڪڻ ثابت ٿئي ٿو. هن راهه جو پانڌيئڙو جيستائين برهه جي بنيءَ ۾ پچي پڪو نه ٿو ٿئي، تيستائين معرفت جي منزل نٿو ماڻي سگهي. پنهنجي ئي خاندان مان فقير تاج محمد ٽونيه جي دختر نيڪ اختر محترمه عائشه سان اک جي اٽي اٽڪي ويس. عائشه جيڪا حسن و جمال ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئي، تعليم يافته به هئي ته اخلاقي زيورن سان به سينگاريل هئي. ٽي حج ڪيا هئائين. روزي نماز جي پابند، پاڪ دامن عورت هئي. تارڪ فقير جي سڱ ۾ سئوٽ هئي، ته محبت جي رشتي ۾ مرڪز نگاهه هئي. محترمه عائشه جي به تارڪ فقير سان تمام گهڻي محبت هئي. تراب علي فقير پنهنجي پٽ تارڪ فقير جي بي تابي ڏسي، فقير تاج محمد کان عائشه جو سڱ گهريو. پر تاج محمد فقير انڪار ڪيو. هڪ ته تراب علي فقير تاج محمد فقير جي مقابلي ۾ تمام غريب هو. ٻيو ته تارڪ فقير لا اُبالي طبيعت جو مالڪ هو. تنهن ڪري هن سڱ ڏيڻ مناسب نه سمجهيو. جڏهن هن معاملي جي خبر عائشه کي پئي ته هوءَ ان صدمي جو تاب نه سهي بيمار ٿي پئي. جڏهن تارڪ کي عائشه جي بيماريءَ جو پتو پيو ته بي اختيار چئي ڏنائين ته:

اسان کي ڪين ٿي حاصل ته ان جي ناهه ڪا پرواهه.
اسان جي يي خدايا ڏي اسان جي يار کي صحت.

**سير و سفر:**

آخر سڪ ۾ سيلاني بڻجي سفر تي اسهيو. رڱو گيڙو الفي بت تي، سر ننگو پير اگهاڙا. سڪ ساٿي، برهه بورائو، جتي رهي راتڙي اتي مرون مِٽ. ماني ملي ته کاڌي نه ملي ته نه ڳڻتي نه فڪر، ڪڏهن لاهوتِ لامڪان، ته ڪڏهن لاهور جا وڻ وڃي وسايائين. ڪڏهن ڪڇ ته ڪڏهن دهلي ۽ آگرو ڪڏهن گجرات ته ڪڏهن وري پير گوڏڙيو. ڪڏهن مڪران ته ڪڏهن منڊ ڪوٽ ته ڪڏهن وري بلوچستان جو اُتريون پاسو. جڏهن لعلو رائڪ موٽيو ته عشق جي آڙاهه ۾ پچي راس ٿي چڪو هو. دنيا جا لڳ لاڳاپا لاهي پنهنجي ڳوٺ لعلو رائڪ پرسان وهنڊڙ واهه جنهن کي "لنڊو" چيو ويندو آهي، تنهن جي ڪپر تي آستانو اڏي ويهي رهيو. يڪتارو چپڙي ڪٽي بي اختيار ڪافيون ڳائڻ لڳو.

نيـنهن ڪيـو نـادان- لنـڊي جي ڪپـر تـي- لُنـڊي جـي ڪپـر تـي
برهــــ جـــي بنــــدر تـــــي،
درد سنڌي درياهه اڇل ڪئي، لايو طلب طوفان، لنـڊي جي ڪپـر تي
برهــــ جـــي بنــــدر تـــــي،
ڪـڪـر ڪارونيـاريـا تـي برهـ انـو بـاران، لنـڊي جـي ڪپـر تـي
برهــــ جـــي بنــــدر تـــــي،
قدرت عشق جي آئي ڪتـو ڪيو صفائي سامان، لنـڊي جي ڪپـر تي
برهــــ جـــي بنــــدر تـــــي،
تارڪ ناتي نينهن جي نڪري، ننگو ٿيو نشان، لنـڊي جي ڪپـر تي
برهــــ جـــي بنــــدر تـــــي.

هدايت علي فقير جو نه رڳو تارڪ تخلص هو پر حقيقت ۾ به هن دنيا کي ترڪ ڪري ڇڏيو هو. تارڪ جو نه رڳو عائشه سان عشق هو پر ڪتابن سان به ازل جو پيچ هوس. هو مختلف شهرن مان ڪتاب گهرائيندو رهندو هو. جڏهن ڪتابن جي وي پي پي ايندي هئي ته محترمه عائشه وي پي پي وارا ڪتاب ڇڏائي، فقير ڏانهن موڪلي ڇڏيندي هئي. عائشه جي رشتي لاءِ سندس پيءُ گهڻي ئي ڪوشش ڪئي، پر تاج محمد راضي نه ٿيو. لاچار فقير به آخري وقت تائين مجرد ٿي رهيو ۽ عائشه به ڪنهن ٻئي سان شادي نه ڪئي.

**مرشد:**

هدايت علي فقير تارڪ پنهنجي پيءُ الهداد عرف تراب علي فقير جي اشاري تي مخدوم پير صفي الله سجاده نشين درگاهه نصيرالدين صوفي کي پنهنجو روحاني مرشد ورتو. جيڪو سندس پيءُ تراب علي فقير جي مرشد دريا خان فقير هنگورجائي (ضلعو خيرپور) جو به مرشد هو ۽ نقشبندي مسلڪ رکندڙ هو. شاهه نصير نقشبندي خاندان مان هو. شيخ احمد مجدد الف ثاني جهانگير جو همعصر هو. جڏهن سنڌ مغلن جي حڪومت هيٺ آئي ۽ مغلن طرفان سنڌ تي مغل نواب راڄ ڪندا هئا، تن ڏينهن شيخ مجدد الف ثاني جي اولاد سنڌ ۾ اچڻ شروع ٿي. شيخ صاحب جي ديني خدمتن سبب کين امام رباني ڪوٺيندا هئا. سندن مشهور تصنيف آهي "مڪتوبات امام رباني". سندن اولاد سنڌ جي مختلف حصن ۾ پکڙجي وئي. انهن مان ڪي اچي نوشهروفيروز ۾ رهيا. انهيءَ خاندان مان عبدالحي وڏو عالم ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. هيءُ بزرگ ميران پور جي مشهور صوفي بزرگ فضل الله قلندر جو مريد ٿيو. ميان عبدالحي جي وفات کان پوءِ سندس پٽ شاهه نصير سجاده نشين ٿيو.

شاهه نصير هڪ صوفي درويش هو. سنڌ ۾ صوفي مت جو وڏو پرچار ڪيائين. سندس

اخلاق بلند ۽ عادتون سهڻيون هيون. سچي زندگي سادگي ۾ گذاريائين. هو نه فقط سنڌيءَ جو بلند پايه شاعر هو پر اردو ۽ فارسي ۾ ڪيترو ئي ڪلام چيو اٿس. پنهنجي ڪلام جي ذريعي تصوف جي تبليغ ڪئي اٿس. مثال لاءِ سندس ڪلام مان هڪ سنڌي ڪافي پيش ڪجي ٿي:

اول نفي ڪر پاڙ ڪي پوءِ اثبات ڪر الله ڪي
تي جسم کان بيزار تون ڪر ڏڙ سري کان ڏار تون
ساڳيو آهين سردار تون ڏس هر طرف همراهه ڪي
وحدت منجهان ڪثرت ڏسو هن حسن جي حيرت ڏسو
واهه عشق جي عبرت ڏسو هن دل سنڌي درياءَ ڪي
پنهنجو نصيرا ترڪ ڪر هستي هڻڻ سڀ غرق ڪر
تڏهن نه پيو ڪو فرق ڪر ڏس ثم وجه الله ڪي.[1]

شاهه نصير کي سير و سفر جو تمام گهڻو شوق هوندو هو. اهو ئي سبب آهي جو زندگي جو وڏو عرصو سير و سياحت ۾ گذاريائين. سنڌ کان علاوه قنڌار بلوچستان، اجمير سرهند ۽ بمبئي جو به سير ڪيائين. سندس فيض عام کي ڏسي ڪيترا هندو ۽ مسلمان هن جا مريد ٿيا. جن مان موهن فقير، صوفي خير محمد، صوفي دريا خان، صوفي نشان علي فقير ۽ الهداد فقير قابل ذڪر آهن. تارڪ فقير کي پنهنجي روحاني مرشد سان بيحد عقيدت هئي. ان جو ثبوت سندس هيٺ ڏنل فارسي نظم مان ملي ٿو:

حاکم دو جهان نصير الدين – مالڪ هو مڪان نصير الدين
هاديءِ گهر مان نصير الدين – مهدي طالبان نصير الدين
سرور عارفان نصير الدين – مهتر عاشقان نصير الدين
بود در عصر خويش قطب زمان – غوث پير و جوان نصير الدين
گشت نوشهره منبع انوار – شدچه پرتو فشان نصير الدين
از امانت همي توان گفتن – مرشد مرشدان نصير الدين
بود الهام اطهر از شعرش – داشت شيرين بيان نصير الدين
تارڪ آمد بدر گهش سائل – رهبرش هر زمان نصير الدين.

شاهه نصير 1318هه مطابق 1900ع ۾ هي فاني جهان ڇڏي وڃي پنهنجي مالڪ حقيقي سان مليو.

الهداد عرف تراب علي فقير کي راڳ ويراڳ سان گهڻو چاهه هوندو هو. وٽس سماع جون محفلون ٿينديون رهنديون هيون، جتي ڪيترا ئي فقير فقرا ۽ ڳائڻ وڄائڻ وارا اچي گڏ ٿيندا هئا. ڳائڻا يڪتاري ۽ چپڙين تي صوفي شاعرن جو عارفاڻو ڪلام ڳائيندا هئا. درويشن جون رهاڻيون ٿينديون هيون، جتي حقيقت ۽ معرفت جون ڳالهيون اوريون هيون. تارڪ فقير اهڙي ئي ماحول ۾ جائو نپنو ۽ ان ماحول جو مٿس گهرو اثر ٿيو.

[1] لطف الله بدوي، تذڪره لطفي (ياڳو ٽيون) صفحو 319_320

ان زماني ۾ لاڙڪاڻو مشاعرن ۽ ادبي محفلن جو مرڪز بڻيل هو. قادري فقيرن وٽ ماهوار مشاعرا ٿيندا هئا. جيڪي شاعر مشاعري ۾ شريڪ نه ٿي سگهندا هئا، سي پنهنجو ڪلام ٽپال رستي موڪلي ڏيندا هئا. تارڪ فقير به ڪڏهن ڪڏهن اتان جي مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو. انهن مشاعرن جون ڪاروايون هفتيوار "الحقيقت" ۾ شايع ٿينديون هيون، جا ميان غلام عباس جوش لاڙڪاڻي مان ڪيندو هو.

## شاعريءَ جو شوق:

تارڪ فقير جي طبيعت ننڍي هوندي کان ئي موزون هئي. طالب علمي جي زماني ۾ ئي ڪافيون ٺاهيندو هو. ويتر الهداد فقير وٽ ٿيندڙ سماع جي محفلن ۾ لاڙڪاڻي جي ادبي ماحول مٿس تمام گهڻو اثر ڪيو. ان کان علاوه عربي، فارسي، سنڌي ۽ اردو جي استاد شاعرن جي ڪلام جو گهرو مطالعو ڪيائين جن سندس طبيعت ۾ وڏيڪ جوش ۽ جذبو جاڳايو. اهوئي سبب آهي جو ويهن ورهين جي ڄمار ۾ ئي سندس ڪلام ۾ پختگي آئي، ان جو مثال سندس ڪليات جي هيٺين غزل مان ملي ٿو.

رئـان جـي درد فرقـت ۾ ڪـري ريهـ – ڪنبي سارو جهان جيڪر ٻڌي ڪيهـ
لنگهـي جـو مـون اڳـڻ محبـوب آيـو – ڏسان پيو صبح جو چڻ سج ڪيي چيهـ
ڳليءَ تنهنجيءَ ۾ مشتاقن جو ميڙو – پـوي ٿـي پـرت وارن جـي اتـي پيهـ
نـه آسـان آهـ ات ديـدار دلبـر – جتي گهورن سنڌي آهي گپا گيهـ
اسان کان ٿو ڪرين تون اڄ ليڪن – رقيبن سان نه ڪا لـڄ نـه ڪـا ليهـ
هـي آهـي بيحيـائيءَ جـو وڏو وقـت – سنڌءِ آ عمر تارڪ ورهيه ٿي ويهـ. [1]

پر جڏهن حضرت عشق سندس دل ۾ ديرو ڄمايو ته پوءِ هيڪاري سندس قابليت جا وڏيڪ جوهر کلڻ لڳا. شاهه نجف سان محبت ۽ عقيدت هئڻ سبب شروع ۾ نجفي تخلص ڪرڻ لڳو. پر جيئن ته هو شعر ۾ "نجفي" جو جيم ساڪن ڪري استعمال ڪرڻ لڳو شاعرن مٿس تنقيد ڪئي ۽ ان غلطي طرف اشارو ڪيو ته پوءِ 1937ع ۾ تارڪ الدنيا تي تارڪ تخلص اختيار ڪيائين. شاعري جي ڪلاسيڪي توڙي عروضي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. هن جتي ڏوهيڙا، بيت، ٻارهن ماهه هفتي جا ڏينهن، سي حرفيون معمائون ۽ ڪافيون چيون آهن، اتي عروضي شاعري جي هر صنف جهڙوڪ: قصيدو غزل، رباعي، مثنوي، قطعه، مثلث، مربع، مخمس، مسدس، ترجيع بند، ترڪيب بند ۽ مرثيا پڻ چيا آهن. ڪين نه صرف سنڌي شاعري تي عبور حاصل آهي، پر پاڻ عربي، فارسي، هندي، پنجابي، اردو ۽ سرائيڪي زبان ۾ به تمام گهڻو ڪلام چيو اٿس. هن عربيءَ ۾ ڪجهه ڪلام، فارسي ۾ هڪ ديوان ۽ ضخيم ڪليات، قطعات ۽ اردو ۽ سرائيڪي ۾ مڪمل ديوان تصنيف ڪيا آهن.

[1] ڪليات تارڪ (قلمي) صفحو 36 مملوڪ سيد اظهر گيلاني

## مذهب ۽ مسلڪ:

فقير صاحب جو مسلڪ نقشبندي هو پر جيڪڏهن غور سان ڏسبو ته هو مذهب انسانيت جو پيرو هو. صلح ڪل سندس ڌرم، امن ۽ آشتي سندس آدرش، عشق ۽ محبت سندس اصول هئا. هو مذهبن جي مونجهاري ۾ نه پيو پر صاف صوفي ٿي رهيو. ريا واري عبادت کان دور رهي، پنهنجي دل ۾ ڌڻي کي ياد ڪندو رهيو. قلندر وار آزاد زندگي گذارڻ لڳو. قدرت کيس فقيريءَ جو اهو درجو عطا ڪيو هو جتي سندس عزيزن، قريبن ۽ دوستن، سڄڻن جي سوچ پهچي نه ٿي سگهي، جيئن پاڻ چيو اٿس:

سين مذهبن کان ڪنارو ڪيم - مون صوفي صفا اهل عرفان ٿيس
سڏايان قلندر ۽ آزاد ٿو - ڇڏي بندگي سِر سبحان ٿيس
سڄاڻي نه ٿو ڪوئي مونکي سگهي - مٿانهون کان درڪِ عزيزان ٿيس.

هئي هنڌ فرمائي ٿو:

اسان جو مذهب آزاد ڪفر و دين کان آهه
ڪريون نه ڪائي حلال و حرام جي ڪوشش.

هڪ غزل پيش ڪجي ٿو جنهن ۾ پاڻ کي صاف دل صوفي سڏيندي، پنهنجي مذهب ۽ مسلڪ جو اظهار هن ريت ڪيو اٿس:

مون عاشق ديوانه، نه ڪافر نه مسلمان.
مون بيخود مستانه، نه ڪافر نه مسلمان.
نا هندو نا مسلم، نا گبر، نه ترسا،
سڀ ڪيش کان بيگانه، ڪافر نه مسلمان.
پيمانه بدست آهيان، پيمان شڪسته،
پڻ ساڪن ميخانه، ڪافر نه مسلمان.
مون صوفي ۽ دل صافي و منجهه ڪنج تصوف،
منجهه عاشقي افسانه، ڪافر نه مسلمان.
پروانه جلڻ جي ڪان مٿي شمع رخ يار،
سو جان سان پروانه، ڪافر نه مسلمان.
نه شيعه، نه سني، آهي تارڪِ مسڪين،
هم ساغرِ رندانه، ڪافر نه مسلمان.

هو مُلن جي مناظرن، بيڪار بحثن مباحثن کان پري رهندو هو سندس رڳون رباب بڻجي "هُو" جو سر آلاپينديون رهنديون هيون ۽ فقير صاحب "هُو" جو احوال هوبهو ظاهر ڪندو رهيو ۽ اهڙي ريت هميشه ذڪر حق ۾ مشغول رهيو:

عـالمن وٽ بحـث علمـي، عاشـقن وٽ ذڪـر حـق،
هر ڪهين فرقـي جي رهڻي، مختلف ڇا ڇا نـہ آهـ!

---

رڳ رڳ ۾ منهنجي هونگ تـي هُـو هُـو سنڌي هلي،
احـــوال هُـــو جـــو ظـــاهر هوبهـــو ڪريـــان.

---

پنهنجي صوفياڻي مسلڪ کي هڪ غزل ۾ ڪهڙي نہ سهڻي نموني پيش ڪيو اٿس. فرمائي ٿو:

”مـن خـدايم“ تـہ عـين آ توحيـد
بـي خبـران جي ٿـا ڪرن ترديـد
انــا احمــد چيــو شـــہ لــولاڪ
ڪئي ڪتاب خدا جي آ تمهيد
انـــا عـــرب چيـــو بلاعـــين
ثنـــاءِ مـــوليٰ علـــي بجـــز تقليـــد
چيـــو بســـطامي شـــيخ ســـبحاني
قـــول ســـرور جـــي آ ڪـئـي تائيـــد
شـــاهہ منصـــور انـــاالحق بوليـــو
ســـر رکـــي دار تـــي بصـــد تجويـــد
مـــن خـــدايم چيـــو شـــہ عطـــار
بـــي ســـروپا تـــي خـــوب باتجريـــد
قـــم بـــاذني چيـــو شـــمس تبريـــزي
سِـرُّ اظهـــار ڪيـــو بصـــد تذقيـــد
آهـــ تـــارڪ ســـندم طريـــق اهـــو
توڙي مُلا ڪـڍين تـون سـو تهديـد.

## اخلاق و عادات:

تارڪ ننڍي هوندي کان وٺي مائيٽو ٿور ڳالهائو ۽ راند روند کان وڻئن ويندڙ هو. هو بلند ڪردار جو مالڪ هو. سندس همعصر ۽ گڏ پڙهندڙ ساٿي حڪيم عبدالڪريم جو چوڻ آهي تہ ”فقير صاحب مون کان اٺ ڏهہ سال وڏو هو. مان، حاجي غلام رسول، حاجي محمد حسن تنيہ، راڻو عرف صفائي فقير ۽ هدايت علي فقير هڪ مدرسي ۾ گڏ پڙهندا هئاسين. اسان همعصر ساٿي چدن راند ڪندا هئاسون، پر تارڪ فقير ايلازن منٿن کان پوءِ بہ راند نہ ڪيڏندو هو.

پنهنجن هم ڪلاسين ۾ تمام هوشيار هوندو هو. سبق کي هڪ ڀيرو ڏسڻ سان وري ڪتاب کڻڻ جي ضرورت ئي محسوس نہ ٿيندي هيس. ننڍپڻ کان وٺي نہ ڪنهن سان وڙهيو نہ ڪنهن سان چڙيو. اها پياري عادت آخري وقت تائين رهندي آيس.[1] هو ننڍي لاءِ کان وٺي سڀني سان صلح ۽ سلوڪ ۾ رهيو. جيئن پاڻ فرمائي ٿو:

منهنجو تہ سڀ ڪنهن سان آهہ صلح ۽ سلوڪ
ويري نہ ياني ڪنهن کي نہ ڪنهن کي عدو ڪريان.

تارڪ فقير توڙي جو ننڍي هوندي ناز و نعم سان پليو هو ۽ طالب علمي جي زماني ۾ قيمتي ۽ اعليٰ ڪپڙا پائيندو هو پر جڏهن عشق جي سنگلاخ زمين ۾ پير پاتائين، تہ جڻ حد اچي وئي. ڏينهن ۽ رات وارو فرق اچي ويو. گيڙو رتي الفي ڳچيءَ ۾، مٿو اگھاڙو پيرن ۾ وڏو ڇيھ تہ ڪاٺ جون پاڪڙيون نہ تہ ننگا، ڪلهي ۾ ڪشڪول، ڪاڏي خوراڪ ڪان ڏينهن جا ڏينهن بي نياز قرب ۽ محبت جا پنڌار پريل. ڪو گهڙيءَ پل وٽس ويو تہ هفتا گذاري اٿيو ڪنهن هڪ ڏينهن ساٿس رهاڻ ڪئي تہ مهينا ڇتو ملبو اهڙيءَ محبت ۽ پاٻوهہ سان جو ڇٽڪ بہ وڇڙيل پائر صدين کان پوءِ مليا آهن. موڪلائبو اهڙي پريت سان جو ايئن سمجھبو تہ ماڻهو هميشہ واسطي موڪلايون ٿو وڃي. جواب موزون ۽ مختصر مگر جامع ڏيندو هو. سوال بار بار پڇڻ تي ناراض ٿيڻ بجاءِ رهندو مرڪندو رهندو هو. سندس زبان شيرين، دل ۾ جاءِ ڪندڙ فصاحت ۽ بلاغت سان پريل هوندي هئي. منهن ۾ ايڏو جلال هوس جو ڪير منهن ۾ مشڪل سان نهاري سگھندو هوس. اکيون وڏيون ۽ خماريل ڇپريون، ماڻڪيون وڏيڪ ڪاريون، پيشاني ڪشادي، مٿو وڏو ۽ سنڌي نموني وينل، چهرو ڪتابي، وار شروع ۾ وڏا هيس، رنگ پورو، آواز پراثر ۽ انقلابي، ڏاڙهي مٺ جيتري ۽ مڇون وچٽريون وڏيون، پرون جاڙا، پنبڻيون وڏيون ۽ وريل، وات ننڍو ۽ چپ سنهڙا، ڏند موتي داڻا، ڳچي پوري پني، ڇاتي ويڪري، ڏورا ۽ ٻانهون ٿلها، هٿن پيرن جون آڱريون ڊگھيريون ۽ ٿلهيون، چمڙي تمام نازڪ ايتري قدر جو ٿوري زور سان نشان ٿي پوندو هوس. جيڪو ڪيترن ڏينهن تائين نہ مٽبو هو. قد وچٽرو ڇيلھ مضبوط پير ٿورا دهرا. ساري زندگي نشو نہ ڪيائين، اڪثر چوندو هو تہ "حضرت عشق جي نشي جهڙو ڪو ٻيو نشو آهي ئي ڪونہ".

سندس والد بزرگوار جا ڪيترائي مريد هئا. تارڪ فقير انهن سڀني کان نذر نياز واريءَ لالچ جو خيال ئي بدلائي، ماڳهين پيري مريدي وارا تعلقات ئي ڇني ڇڏيا. هو پيرن فقيرن، صوفي سجاده نشين جي مريديءَ واري بد رسم کي هميشہ ننديندو هو.

تيس پري پيري بزرگي نيڪ نامي کان صفا،
حرص ناهي، ڏن نہ نذراني، نہ ڪنهن دعوت سندو.

---

[1] زباني روايت حڪيم عبدالڪريم نصرت لعلورائڪ.

مريـدي خـادمي ڏن نـذر دعـوت آهـ سـڀ دلبـو
ڦـري مخلـوق خـالق جـي خـدا وٽ خـوار ٿيـٺـو آ.

هڪ ڪافي پيش ڪجي ٿي جنهن ۾ هن وڏيءَ خوبصورتي سان پيري مريديءَ جي خلاف خيالن جو اظهار ڪيو آهي.

مئـي پـي تـي مسـت نـہ متـارو
پاڙون پيريءَ جون پٽ جهٽ پٽ۔ ڏن نذر دعوت ڪي پٽ سٽ
تـي ڪـين مريـدن مـارو
گـادي, مسـند, مُصـلو سـاڙي۔ عصـا تسـبيح خرقـو ڦـاڙي
ڪـڻ بـدناميءَ جـو بـارو
اول بـار ملامـت چـائين۔ پـو تـون عاشـق نـام سـڏائين
تـي نجفـي نـاٽ نيـارو.

**مشغلا:**

تارڪ وٽ وڏي لائبريري هوندي هئي ۽ فقير صاحب جو مطالعو بہ تمام وسيع هو. جيڪڏهن سندس تصنيفات کي ڏسبو تہ اٽڪل روءِ پنجاهہ کن ٿينديون. ڪي مختصر تہ ڪي صخيم آهن. تن مان 43 نثر ۽ نظم جا ڪتاب فقير صاحب جي شاگرد رشيد سيد اظهر گيلاني وٽ محفوظ آهن. ڪجهہ سندس ٻئي شاگرد مرزا اجمل بيگ وٽ آهن ۽ باقي سندس عزيزن دوستن وٽ رکيل آهن. تارڪ فقير جي ڪل عمر 45 ورهيہ هئي. اڌ عمر تعليم وٺڻ لاءِ ڪاٽجي تہ باقي ساڍا پاوبهہ ورهيہ بچندا. انهن مان ڪشٽن ڪشالن ۽ سير سفر جي دور ڪي ڪاٽي ڇڏجي تہ باقي 19 سال بچندا. ان عمر جو گهٽ ۾ گهٽ چوٿون حصو مطالعو فقيرن سان راڳ رهاڻ ۽ آرام جي ڪنڌي ڪاٽجي تہ باقي لکڻ لاءِ 13 يا 14 سال وڃي بچن ٿا. ان مان عالم استغفراق وارو عرصو بہ ٿا ڪاٽيون تہ پوءِ تہ ڏندين آڱريون اچيو وڃن تہ هيڏا سارا ضخيم ڪتاب ايتري جهجي انداز ۾ ۽ ٿوري وقت ۾ لکڻ تارڪ جوئي ڪمال آهي. ان سان گڏ قرآن ڪريم جا چار قلمي نخسا شمار ۾ نہ آهن, جيڪي فقير صاحب پاڻ لکيا, جن مان هڪ نخسو تارڪ فقير جي چوڻ موجب سندس محبوبہ ۽ مرڪز نگاهہ محترمہ عائشہ حج تي ويندي پاڻ سان ڪٺي وئي ۽ بيت الله شريف ۾ رکي آئي.

جيڪڏهن ٿورو هن ڳالهہ تي ويچارجي تہ ايتري ٿوري عرصي ۾ ايترا ڪتاب ڪيئن لکيائين ۽ جيڪي اعليٰ ۽ معياري ليکجن ۽ اهڙو شاعر جنهن جي طرز تي وقت جا شاعر طبع آزمائي ڪن ۽ ساڳيائي قافيا, رديف ڪٽن. حافظ محمد احسن چنا هفتيوار ذوالفقار, گهوٽڪي جي تارڪ نمبر ۾ لکي ٿو تہ "هن بہ تارڪ فقير جي ورتل قافين تي طبع آزمائي ڪئي آهي."[1]

[1] حافظ احسن چنہ: هفتيوار ذوالفقار, تارڪ نمبر جنوري 1924ع

فقير صاحب هڪ بسيارگو شاعر هو. شعر لکي ڏيڻ ۾ ايترو فراخ دل هو جو ڪيترائي شاعر ڪانئس ڪلام لکرائي مشاعرن ۾ پڙهندا هئا. پنهنجي هڪ عزيز کي ڪيترائي ڪلام لکي ڏنائون، جو "حاذق" جي نالي سان مشهور آهي. پر حقيقت ۾ اهو ڪلام فقير صاحب جو لکليل هو. حاذق جي ڪلام مان تارڪ واري طرز ۽ رنگ ڍنگ نظر ايندو.

لکڻ ۽ پڙهڻ ئي سندس زندگيءَ جو وڏي ۾ وڏو مشغلو هو. جيئن هڪ شعر ۾ چيو اٿس.

تو لکان مون قصيدئہ عطار۔ جو مونکي ري لکڻ نہ آهي ڪار.

جڏهن لکڻ ويهندو هو تہ دنيا و مافيها کان بي خبران ۾ غرق ٿي ويندو هو. محويت جو اهڙو عالم مٿن طاري ٿي ويندو هو جو ان دوران ڪين آئي وئي ۽ کائڻ پيئڻ طرف بہ ڪو ڌيان نہ رهندو هو. ان سلسلي ۾ سندس عزيزن کان هڪ مزيدار واقعو معلوم ٿيو تہ جيڪو محويت جو اعليٰ مثال آهي، فقير جڏهن کان دنيا کي ترڪ ڪري گهر جو الهہ تلهہ غريبن ۾ ورهائي ٻاهر نڪتو تہ وري گهر جو در ڪو نہ ڏٺائين. هڪ ڏينهن سندس سئوٽ فقير صاحب لاءِ گهران نيرن جي ماني کڻي آيو. فقير صاحب چيس تہ: "ابا رک تہ پوءِ کائون ٿا" ٿوري دير کانپوءِ هڪ واٽهڙو اچي اتان مٿيو. پرپاسي جو هيو پتو هيس تہ جڏهن فقير صاحب لکڻ ۽ پڙهڻ ويهندو آهي تہ ڪنهن ٻيءَ دنيا ڏانهن هليو ويندو آهي جو هن همراهہ بہ نہ ڪا ڪئي هم نہ تم اچي پتو ماني کي. فقير صاحب جو ڪنڌ هيٺ، لکڻ ۾ مشغول، همراهہ ماني کائي هيڏي هوڏي نهاري ٿانوَ کڻي هنيا هڙ ۾. جڏهن سندس سئوٽ هن لاءِ منجهند جي ماني کڻي آيو تہ کانئس پڇيائين تہ "فقير سائين، نيرن وارا ٿانوَ ڪٿي آهن؟" فقير جواب ۾ چيس تہ "ابا هوندا اتي ڪٿي" خير سوٽهنس ماني رکي هليو ويو. ماني پاسي سان پئي هئي، ساڳيوئي همراهہ شهر مان ڪم ڪار لاهي موٽيو تہ ڏسي تہ فقير صاحب جي پرسان ماني پئي آهي. ماني کائي اهِئي ٿانوَ بہ هڙ ۾ ٻڌي پوءِ رکيائين ڪڙي تي زور. شام جو فقير جو سئوٽ آيو پڇيائين تہ "فقير سائين ٿانوَ ڪٿي؟" فقير جو جواب اهو ساڳيو "ابا ڳولهہ هوندا اتي ڪٿي"، ٽن چئن ڏينهن کان پوءِ ساڳيوئي ماڻهو بيل گاڏي ڪاهيون شهر ڏانهن ڪم سان پئي ويو ڏسي تہ فقير صاحب بستري تي ويٺو لکي. هن جي دل بيمان ٿي تہ اهو بسترو کڻان. سو هن فقير صاحب جي پٺيان کٽ جي پيرانڊي کان بسترو ويڙهڻ شروع ڪيو جڏهن فقير صاحب جي چيلهہ وٽ پهتو تہ چيائين تہ "فقير سائين ٿورو هوڏانهن ٿي ويهجو" تارڪ فقير "حاضر بابا سائين" چئي پوئتي سرڪي ويٺو. ڪنڌ اهوئي هيٺ، قلم اهوئي هٿ ۾ همراهہ بہ بسترو گاڏي تي رکي کڻي ڏاندن کي آءُ ڪئي. فقير صاحب جو سئوٽ صبح جو نيرن کڻي اچي ڏسي تہ ماڳهين بسترو ئي ڪونهي. فقير صاحب کان پڇيائين تہ "فقير سائين، بسترو" فقير جو اهوئي جواب تہ "ابا هوندو اتي ڪٿي" فقير صاحب جي سئوٽ پڇا ڳاڇا شروع ڪئي. معلوم ٿيس تہ فلاڻو ماڻهو گاڏيءَ تي بسترو رکيو صبح شهر پئي ويو همراهہ ٻيگا سو ان همراهہ کي گاڏي ۾ بستري سميت ڪنيي کڻي آيا، جنهن بسترو بہ موٽايو تہ چورايل ٿانوَ بہ واپس موٽائي ڏنا.

اهي ڪي ڳالهيون نہ آهن پر حقيقت بہ آهي تہ اهڙي ئي محويت وارا ماڻهو ئي لکڻ جو ايترو گهڻو ڪم ڪري سگهندا آهن. فقير صاحب بهترين ڪاتب هو. جيڪا شيءِ ڪيس پسند ايندي هئي، پوءِ توڙي جو اها پريس جي ڇپيل هجي، سا پنهنجي هٿ سان ضرور لکندو هو. اهڙي طرح شاهہ ڪريم جو رسالو شاهہ عبداللطيف جو رسالو سچل سرمست جو رسالو بيدل فقير ۽ بيڪس فقير جو رسالو ڪليات حمل بہ پنهنجي هٿ سان لکيائين. [1]

ڪلام نواب ولي محمد بہ هٿ سان نقل ڪيائين. ان جي ثابتي ڪتاب ڪلام ولي محمد خان لغاري جي مهاڳ مان ملي سگهي ٿي، ان ڪتاب جو مولف ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ آهي.

فقير صاحب کي راڳ جي وڏي چاهہ هئي، نہ صرف راڳ جو چاهو هو پر سٺو ڳائڻو بہ هو. راڳ جي محفلن ۾ يڪتاري ۽ چپڙي تي پنهنجو ۽ ٻين صوفي فقيرن جو ڪلام ڳائيندو هو. سنڌ جي ڪافي گو شاعرن جو ڪلام تمام گهڻو ياد هوس.

## شاگرد:

فقير صاحب جي مرنجان مرنج شخصيت ۽ سندس شاعرانہ صلاحيت کي ڏسي ڪيترائي اچي سندس شاگرد بڻيا، جن مان سيد اظهر گيلاني گهوٽڪي وارو مرزا اجمل بيگ ولد مرزا قليچ بيگ حڪيم عبدالڪريم صاحب نصرت لعلو رائونڪ وارو ۽ دادن فقير لاڙڪاڻي وارو وڌيڪ مشهور آهن.

## وفات:

افسوس جو سندس زندگي ساٿس وفا نہ ڪئي، ٿورو بخار ٿيس آسمان ڏانهن نهاري دل ئي دل ۾ ڪجهہ پڙهڻ لڳو پوءِ چيائين تہ هينئر تارڪ جي وڃڻ جو وقت اچي ويو آهي. دوست احباب جڏهن وٽس طبع پرسي لاءِ آيا تہ ڪين "موتوا" جي مام سمجهائڻ لڳو ڪين هي شعر ٻڌايائين:

چڏيم جي جسم هي فاني تہ سارو ساهہ ٿي پوندس،
سرا پردهہ عدم جي راهہ ڪان آگاهہ ٿي پوندس.
جڏهن الموت جسر آهي، تڏهن ناهي مرڻ جو غم،
فنا في الله مان تارڪ بقابا الله ٿي پوندس.

آخر فقير فاني جهان ڇڏي، وڃي بقا جي بستي ۾ آرامي ٿيو: سندس تاريخ وفات خميس جي ڏينهن سج اڀرڻ وقت تاريخ 18 ماهہ محرم 1358هہ مطابق 9 مارچ 1939ع آهي، سندس شاگرد رشيد سيد اظهر گيلاني سندس تاريخ وفات هن ريت ڪڍي آهي.١

[1] هفتيوار ذوالفقار: تارڪ نمبر: صفحو 40 (جنوري 1964)

سال رحلت جو پڇيم هاتف چيو "صورت پرست"

١٣٥٨ھ

دهر فاني کي ڇڏي سوءِ جنان ويندو رهيو

نائين مارچ ڏينهن وسپت هاءِ "باغ نحل نُور"

1939ع

فصل گل ۾ آهه تي نذر خزان ويندو رهيو.

سندس مزار لعلو رانئڪ جي اوپر طرف لنڊي واهه جي ڪپ تي مسجد جي ڏکڻ طرف ڇُتي فقير ۽ سندس والد بزرگوار فقير الله داد جي تربتن جي وچ تي آهي. جتي هر سال ماهه محرم جي 18 تاريخ سندس شاگرد رشيد اظهر گيلاني جي ڪوشش سان سندس ورسي ملهائي ويندي آهي ۽ ان موقعي تي ادبي ڪانفرنس به ٿيندي آهي. جنهن ۾ تارڪ فقير جا عقيدتمند اديب ۽ شاعر حاضر ٿي سندس شخصيت ۽ سندس ادبي خدمتن تي شعر ۽ مقالا پڙهندا آهن ۽ فنڪار فقير صاحب جو ڪلام ڳائيندا آهن.

# ادبي صورتحال

## مشاعرا ۽ ادبي ڪانفرنسون

تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ ساسانين ڪان مغلن تائين ايشيا جي هن حصي يعني هاڻوڪي پاڪستان ۽ هندستان ۾ شعر فهمي درباري ۽ سماجي زندگيءَ جو هڪ لازمي جز هئي. هي هڪ اهڙو فن هو جنهن مان بادشاهہ توڙي سنڌن رعيت هر طرح حظ حاصل ڪندا رهيا. مشاعري جي رسم انهيءَ ذوق و شوق جو بهترين مظاهرو چئي سگهجي ٿي.

مشاعرن جو خاص مقصد اهو هو تہ ٿوري وقت ۾ عوام سان گهڻي ڪان گهڻا شاعر واقف ڪرايا وڃن ۽ شاعريءَ جون شاهڪار شيون محفوظ ٿي سگهن. پر افسوس جو بعد ۾ "آهہ " ۽ "واهہ" هن رسم جا لاهہ ڪيي ڇڏيا. عوام جي داد بيداد ڪري ڇڏيو ۽ ان غلبي سبب مشاعرو هڪ اجتماعي ذوق جي تسڪين ۽ تنظيم ڪرڻ بدران هڪ تماشو بڻجي ويو. اهوئي سبب آهي جو اڄ مشاعرن جو زوال ٿي رهيو آهي. تنهن هوندي بہ ان ڳالهہ ڪان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ مشاعرن ذريعي شعر و شاعريءَ جي اشاعت جو زبردست ڪم ورتو ويو. اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ مشاعرا شاعريءَ جي واڌاري ۽ سڌاري ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. شاعر ٻين شاعرن جي مقابلي سبب ۽ داد خاطر شعر لکڻ ۾ وڌيڪ محنت ڪن ٿا. هو پنهنجو ڪلام ٻڌائڻ سان گڏوگڏ ٻين شاعرن جي ڪلام مان بہ حظ حاصل ڪن ٿا. اهڙن موقعن تي استاد شاعرن جي صحبت بہ نصيب ٿئي ٿي. صلاح مشوره ۽ ترميم و اصلاح وغيره جون سهوليتون بہ ميسر ٿين ٿيون. اهڙي ريت مشاعرن سبب عروضي شاعريءَ جي ترقي ٿئي ٿي.

سنڌي ادب جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ سنڌي ۾ موزون شاعريءَ جي شروعات ڪلهوڙن جي دور ۾ ٿي ۽ پهريون صاحب ديوان شاعر خليفو گل محمد گل هالائي هو جنهن سنڌي غزل کي ڪي قدر سنڌيت جو جامو پهرايو. ان کانپوءِ مير عبدالحسين خان سانگي ۽ حافظ حامد جي غزليہ شاعريءَ ۾ سنڌي ماحول جي جهلڪ نظر اچي ٿي، نہ تہ اڪثر شاعرن جو ڪلام فارسي رنگ ۾ رڱيل نظر ايندو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مير سانگي واري دور جي غزليہ شاعريءَ بابت لکي ٿو تہ:

"(1) مجموعي طور سان هيءُ موزون شاعريءَ جو نئون اسرندڙ دور هو جنهن ۾ خاص طرح

سنڌي غزل جي آبياري ٿي. (2) "سنڌي غزل" فارسي غزل جي عڪس جي صورت ۾ ظاهر ٿيو. قالب ۾ هيئت، محاڪات ۽ مضامين، بدايع ۽ معنيٰ ۾ فارسي غزل وارو روايتي رنگ "سنڌي غزل" تي غالب رهيو. (3) زبان ۽ اسلوب بيان جي لحاظ سان، فارسي الفاظ ۽ اصطلاح، بندشون ۽ ترڪيبون، نئين موزون سنڌي شاعري جي خاص خصوصيت رهيون. خالص "سنڌي اسلوب بيان" طرف ڪن ٿورڙن شاعرن قدم وڌايو." ❶

سيد غلام محمد شاهه گدا مير سانگي جو استاد هو پر سانگي گدا واري فارسي طرز کان هٽي، سنڌي غزل ۾ هڪ انقلاب آندو. هن رسمي ۽ روايتي شاعريءَ کان پاسو ڪري پنهنجن جذبن کي سچائي سان پيش ڪيو هن سنڌي غزل کي فارسي ماحول مان ڪڍي، ان کي خالص سنڌي ماحول سان روشناس ڪيو. هن ڏارين ڳالهين کان ڏڪار ڪري، پنهنجين پچارن سان پيار ڪيو. سندس ڪلام ۾ درياءَ جا نظارا، شڪار جا شوق، ملير ۽ ماروئڙن جون ڳالهيون، سهڻي نموني ۾ پيش ڪيون ويو آهن. هن حافظ حامد وانگر سنڌي جي سورمين کي بہ غزل ۾ ڳايو مثال لاءِ سندس هڪ شعر پيش ڪجي ٿو.

مينـڌري کـي ڪيـئن مـيـي تـي ملائـي مومـل
اهـــي حيـــوان بـــہ ويـــا يـــار ملائـــڻ وارا.

مير سانگي نہ صرف هڪ اعليٰ شاعر هو پر پاڻ شاعريءَ جي ترقيءَ جو بہ وڏو خواهان هو. اهوئي سبب آهي جو هو پاڻ وٽ شاعرن جون محفلون ڪرائيندو رهيو. ان دور جا مشهور شاعر سيد غلام محمد شاهه گدا، ميون وڏل حيدري ❷ حاجي فضل محمد ماتم حيدرآبادي ❸ مرتضائي نئوي ❹ مجتبائي ❺

محمد هاشم مخلص ۽ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ انهن مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندا هئا.

"مرزا صاحب (قليچ) گدا شاهه سان گڏ سانگي جي ڪيترن مشاعرن ۾ شرڪت ڪئي ۽ ڪيترن غزلن تي گڏجي طبع آزمائي ڪيائون. مثلن:

ماڻـــا ڪـــري نـــہ مـــار، ســـڄڻ تـــون ذري ذري،
پاڻـــان نـــہ ڪـــر پيـــارل مـــونکي پـــري پـــري

(قليچ)

---

❶ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مرتب: ڪليات سانگي: سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ

❷ وڏل حيدري سيد پور تعلقو گوني جو وينل هو وڏو عالم ۽ شاعر هو.

❸ ماتم حيدرآباد جو مشهور شاعر هو.

❹ مرتضائي غزل جو وڏو شاعر هو.

❺ مجتبائي: ڳوٺ آمري ضلعي دادو جو وينل هو: گدا سندس شاعريءَ بابت چيو آهي "عديم المثل ٿيندو مجتبائي۔ فصاحت ۾ بلاغت ۾ بيان ۾"

آءُ اي عجيب منهنجا تون مون وٽ ذري ذري
پيارا تون هڪڙو پل نہ ٿي مونکان پري پري
(گدا) [1]

سيد فاضل شاهہ غزل جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. تنهن پڻ سنڌي مشاعرن کي گهڻو زور وٺرايو. سندس ڪوشش سان حيدرآباد ۾ هڪ بزم مشاعره قائم ڪئي وئي. ان بزم جو دفتر ميمڻ محلا لڳ مارڪيٽ روڊ تي هوندو هو. پير حسام الدين شاهہ راشدي لکيو آهي تہ "ان کی وجہ سے حیدرآباد میں شعر و سخن کا چرچا رہا۔ مشاعرے انہی کی کوششوں سے منعقد ہوتے تھے۔ قاضی امام علی پاتائی بھی، جو اس وقت تحصیل دار تھے، ان کے دوست اور شعر و سخن کے دلدادہ تھے۔ انہی کے مکان پر مشاعرے منعقد ہوا کرتے تھے۔" [2]

پروفيسر محبوب علي چنہ پنهنجي ڪتاب "سنڌي ادبي جا جديد رجحانات" ۾ ڄاڻايو آهي تہ.... حيدرآباد ۾ سيد فاضل شاهہ جي شخصيت جو وجود عجيب و غريب نتيجن جو حامل هو. پاڻ ۾ ان دور جي شاعرن جي طنز ۽ شاعرانہ مزاج جي بہ ڏي وٺ ٿيندي رهي، جنهن آخرڪار مشاعرن جي شڪل اختيار ڪري ورتي. مرحوم قاضي امام علي پاتائي (مرحوم علامہ آءِ آءِ قاضي جو والد) هي مجلسون سندس قيام گاهہ تي ٿي منعقد ٿيڻ لڳيون." [3]

"بهار اخلاق" رسالي ۾ مصرع طرح ڏني ويندي هئي، جنهن تي شاعر پنهنجو ڪلام تيار ڪري موڪليندا هئا. سال 1940ع ۾ رسالي "بهار اخلاق" جي مشاعري ۾ ايڊيٽر سيد اسد الله شاهہ فدا مرحوم جي طرفان هڪ مصرع ڏني وئي هئي:

هجر تنهنجي يا نبي مونکي پريشان آ ڪيو.

انهيءَ تي سنڌ جي وڏن وڏن ناليوارن شاعرن جهڙوڪ مرحوم مخلص، مرحوم بسمل، مرحوم خادم ۽ حڪيم فتح محمد صغير، طبع آزمائي ڪئي. علوي (مر علي نواز) انهيءَ مصرع طرح تي هيئين گرهہ لڳائي:

هجر تنهنجي يا نبي مونکي پريشان آهہ ڪيو
حسن تنهنجي حضرتا حُورن کي حيران آهہ ڪيو. [4]

مشاعرن جي شروعات تہ حيدرآباد کان ٿي پر اڳتي هلي انهن جو مرڪز لاڙڪاڻو ساهہ سيباڻو بڻيو. سنہ 1915ع ۾ قادري خاندان جي شاعرن "بزم ادب" جو بنياد وڌو. سنڌن اوطاق تي مشاعرن جون محفلون ٿينديون رهنديون هيون، جن ۾ ان وقت جا اديب ۽ شاعر اچي شريڪ ٿيندا هئا. هن سلسلي ۾ قادري خاندان جون ڪوششون قابل قدر آهن، سنڌن ڪوشش سان سنڌي مشاعرن کي مقبوليت حاصل ٿي.

---

[1] رشيد لاشاري: ڪليات گدا، صفحو 8
[2] پير حسام الدين راشدي: سندهي ادب، صفحو 93
[3] پروفيسر محبوب علي چنہ: سنڌي ادب جا جديد رجحانات: صفحو 54
[4] حسام لدين راشدي: مهراڻ جون موجون (پيو ڇاپو) صفحا 203_204، سال 1976

اهو ادبي سلسلو صرف لاڙڪاڻي تائين محدود نہ رهيو پر سنڌ جي ٻين ڪيترن ئي شهرن ۾ مشاعرا ٿيڻ لڳا. باليشاهہ اسٽيشن ويجهو تعلقي ميهڙ جي هڪ ڳوٺ ناري شريف ۾ پڻ مشاعرن جون محفلون ٿينديون رهيون. انهن محفلن مچائڻ ۾ مشهور شاعر، اديب ۽ صحافي مرحوم جمع خان غريب ۽ سيد محمد تقي شاهہ حنفي[1] جو وڏو هٿ هو. اتي بزم غريب، قائم ڪئي وئي. ماهوار مشاعرا ٿيڻ لڳا، جتي آسپاس جا شاعر ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٻاهريان شاعر بہ اچي شريڪ ٿيندا هئا. 8 جنوري 1935ع تي هڪ نعتيہ مشاعرو ٿيو هو ان جي مصرع طرح هيءَ هئي:

ري خدا ڇاڻي نہ ڪوئي عظمت حضرت رسول

انهيءَ مشاعري ۾ ٻين شاعرن کان علاوه ٺل ضلعي جيڪب آباد جو مشهور شاعر قادر بخش بشير بہ شريڪ ٿيو هو: سندس نعت مان ڪجهہ شعر پيش ڪجن ٿا:

ري خدا ڇاڻي نہ ڪوئي عظمت حضرت رسول
رحمت اللعالمين ٿي رحمت حضرت رسول

---

مصطفيٰ جي ٿي صفت واليل ۾ ياسين ۾
امتين مان ٿي پلاري امت حضرت رسول

ان کان علاوه ميهڙ ۾ بزم بلبل، جي سهاري هيٺ مشاعرا ٿيندا رهندا هئا. انهن مشاعرن جو روح روان مرحوم بلبل جو فرزند ميان ضياءالدين هوندو هو.

انهن محفلن ۾ لاڙڪاڻي ۽ دادو جا شاعر وڏي ذوق شوق سان اچي شريڪ ٿيندا هئا.

1922ع ۾ قادر بخش بشير جي ڪوشش سان سندس ڳوٺ ميرپور برڙي، تعلقي ٺل ۾ بزم مشاعره قائم ڪئي وئي. انهن مشاعرن جا روح روان خود بشير ۽ عبدالڪريم گدائي هئا، هر مهيني طرحي مشاعرا ٿيندا رهندا هئا، آڪٽوبر 1925ع ۾ هينئين طرح تي مشاعرو ٿيو:

مائل رهين سدائين بيداد جي طرف

ساڳئي سال ڊسمبر مهيني ۾ ٿيندڙ مشاعره جي طرح هن ريت هئي.

ارمان! ٿيو نہ جانان جو ديدار ڪنهن طرح

ان طرح تي بشير مرحوم جيڪو غزل لکيو تنهن مان ڪجهہ شعر نموني طور پيش ڪن ٿا:

آهہ و فغان ۾ ساري وئي زندگي تہ پي
"ارمان ٿيو نہ جانان جو ديدار ڪنهن طرح"
صد حيف شاهہ خوبان جو دل ڪسي وري

[1] حنفي ان دور جو چڱو شاعر هو سندس متعلق تارڪ فرمايو آهي:
سيد حضرت تقي، حنفي تخلص خوش سخن،
شاعر عالي دماغ ۽ عاقلِ اهلِ ڪمال.

ساتي نہ تئين ذڪر ۾ مددگار ڪنهن طرح
پرنور مهلقا ڪر اڳڻ هي بشير جو
توڪانسواءِ نہ ٿيندو اي دلدار ڪنهن طرح. [1]

سنڌ جي مشهور شاعر غلام احمد نظامي جي ڪوشش سان سنہ 1923ع ۾ هڪ ادبي مجلس قائم ڪئي وئي، ان جو مرڪز اخوان هال هو جيڪو شڪارپوري محلا ۾ واقع آهي؛ بزم ادب جو باني ۽ روح روان غلام احمد نظامي مرحوم هو اوستہ محمد رمضان. اولادي، "اوستہ سليمان چڻن، عبدالحليم عاجز، ڊاڪٽر محمد صديق خاڪي، اوستہ حاجي سيٺ حاجي محمد رمضان مشفق، عبدالرحمان غمگين ۽ حبيب الله فڪري سندس ٻانهن ٻيلي هئا:

"ان دور ۾ مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، شيخ عبدالله عبد، نور محمد نماڻو ماستر هارون امير، علي محمد مسڪين مشاعرن ۾ خاص طور حصو وٺندا هئا. سنڌ مان جيڪي شاعر بذات خود نہ اچي سگهندا هئا، سي پنهنجو ڪلام موڪليندا هئا، تن ۾ ڊاڪٽر شيخ ابراهيم خليل، محمود خادم، جمع خان غريب، قادر بخش بشير، حافظ محمد احسن ۽ اظهر گيلاني جن جو ذڪر باعث مسرت آهي. [2]

ان دور ۾ گهڻو ڪري غزل لکيو ويندو هو ۽ جيئن تہ غزل جي معنيٰ ئي آهي عورتن سان ڳالهيون ڪرڻ، تنهن ڪري اها شاعري خط و خال، گل و بلبل هجر و فراق جي طويل راتين ۽ آه وفغان جي مضمونن سان ڀريل هوندي هئي، خمخانۂ عشق جي رنگين محفلن ۾ شاعر، ساقي، جي نگاهہ ڪرم جا منتظر نظر ايندا هئا؛ شعر ۾ رقيب روسيہ کي گاريون ڏيڻ ۽ محبوب جي جورو جفا جو ذڪر ڪرڻ ضروري سمجهيو ويندو هو پر آخر هن بزم قومي بيداري طرف ڌيان ڏنو: ان جو مثال نظامي مرحوم جا ٻہ مجموعا بياض نظامي ۽ رياض نظامي آهن؛ هتي نظامي مرحوم جي هڪ مخمس جو بند پيش ڪجي ٿو، جنهن ۾ هو شاعرن کي مخاطب ٿي فرمائي ٿو:

عشق جو ۽ حسن جو هاڻي فسانو ڏي ڇڏي
۽ خيالي ڪوڙ وارو ڪارخانو ڏي ڇڏي
بلبل و گل جو بنائڻ تون ترانو ڏي ڇڏي
نظم ناهڻ ۽ بڌائڻ عاشقانو ڏي ڇڏي
شاعريءَ سان ملڪ ۾ ڪو جوش پيدا ڪر جدا.

ان بزم ۾ شعر گوئي کانسواءِ اڪثر مجلسن ۾ مختلف موضوع تي تقريرون ٿينديون هيون، مقالا پڙهيا ويندا هيا. ننڍا فيچر ۽ ڊراما پڻ اسٽيج ڪيا ويندا هئا.

جنوري 1934ع ۾ بزم ادب جي ڪن سرگرم ڪارڪنن قليچ لٽرري سوسائيٽي نالي ادبي

---

[1] ديوان بشير، قلمي صفحو 42 مملوڪ: نوازعلي شوق
[2] حبيب الله فڪري، تحفہ ڪراچي اپيل 1956ع

جماعت قائم ڪئي. مارچ 1934ع ۾ سوسائٽي طرفان مرحوم مخلص جي يادگيريءَ ۾ هڪ طرحي مشاعره زير صدارت مخدوم الشعراءَ حاجي محمود صاحب خادم منعقد ڪيو ويو. مقامي شاعرن کان علاوه ٻاهرين شاعرن به ان طرح تي پنهنجو ڪلام وڏي تعداد ۾ موڪليو.

1939ع ۾ محفل ادب نالي به هڪ ادبي جماعت ان ئي محلي ۾ وجود ۾ آئي. ان بزم طرفان به مشاعرا ٿيندا رهيا, جن ۾ پرسرام ضيا, محمد جمن هالو محمد حسين آتش عبدالله وڳڻ گهٽو حصو وٺندا هئا.

بزم ادب ڪراچي طرفان ڪيئي مشاعرا ٿيا. هڪ مشاعرو 12 آڪٽوبر 1933 تي اخوان هال ڪراچي ۾ منعقد ٿيو جنهن جي طرح هن ريت هئي:

مزو انگور جو ميخوار کان پڇ [1]

18 نومبر 1933ع ۾ جيڪو مشاعرو اخوان هال ۾ ٿيو ان جي مصرع طرح هيءَ هئي.

اي فداءِ قوم و ملت نوجوان بيدار ٿي

اهڙيءَ طرح اخوان هال ۾ ادبي مجلسون ٿينديون رهيون جتي, ڪراچي کان علاوه ٻاهر جا شاعر به اچي شريڪ ٿيندا هئا.

18 نومبر 1933ع ۾ جيڪو مشاعرو ٿيو ان جي طرح هئي:

هيءَ زندگي اسان جي مثلِ حباب آهي

ان طرح تي بشير جيڪو نظم پڙهيو سو ملاحظہ فرمايو:

بيشڪ شهر ڪراچي دنيا جو باب آهي,
اڄ شاد جنهن ۾ هرهڪ ڏس شيخ و شاب آهي.
پر چو طبع اسان جي هت خوش نٿي گذاري - هر دم اسان جي آڏو سالت جلاب آهي.
ڪونين جي ڪڙائي بيزار ڪيو اسان کي - ڪانول ۽ ڪاسني بس عرق گلاب آهي.
خوراڪ خوش لڳي تي هرگز نه هوٽلن جي, - ڪوڙو ڪسارو مون لئي پختو ڪباب آهي.
آب و هوا جي خاطر آياسون هت ڪراچي, - پر هت اجا به زياده حالت خراب آهي.
واپس وري وڃون ٿا پنهنجي وطن عزيزو - هاڻي هتي رهڻ ۾ ڪهڙو ثواب آهي.
يارن ۽ دوستن کي سڀ کي سلام چئجو - اڄ موڪلاڻي سڀ کان عالي جناب آهي.
خط جي جواب ۾ ڪا سستي ڪجو نه هرگز, واجب اوهان کي ڏيڻو واپس جواب آهي.
ايندڙ مشاعرن تي شايد اچي نه سگهندس, هي زندگي اسان جي مثل حباب آهي.

ڳوٺ ملڪاڻي ضلعي دادو ۾ 1931ع ڌاري بزم احسن قائم ڪئي وئي, جا اڄا سوڌو قائم آهي. هن بزم جو صدر شروع کان ڪهنه مشق شاعر حافظ احسن رهيو آهي. هن بزم طرفان ماهوار مشاعرا ٿيندا رهندا هئا, جنهن ۾ ويجهڙائيءَ جا شاعر اچي شريڪ ٿيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ڪي ٻاهريان شاعر پنهنجو ڪلام موڪلي ڏيندا هئا, جو ان موقعي تي پڙهيو ويندو

---

[1] ان طرح تي تارڪ فقير هڪ طويل غزل لکي موڪليو هو.

هو. مرحوم هدايت علي "نجفي" تارڪ مشاعره لاءِ باقاعده ڪلام موڪليندو رهندو هو.

مشهور شاعر ڪشنچند عزيز پنهنجي يادگيرين ۾ لکي ٿو تہ "ڪيس ٽين درجي انگريزي ڪان ئي شاعرانہ ماحول مليو. قاسم ۽ بشير ڪيس پنهنجا ۽ پراوا شعر ٻڌائي محظوظ ڪندا هئا، هنن ٻنهي جون ان دور جي مشهور شاعر واصف سان چڪريون لڳنديون هيون. حيدرآباد ۾ مير چنڊاٽي گهٽيءَ سانول شاهہ جو پڙ، نهائين جو پڙ ۽ واڍن جو پڙ مشهور هنڌ هوندا هئا: نهائين ۽ واڍن جي پڙن جي مسجدن ۾ شعر و سخن جون محفلون ٿينديون رهنديون هيون. آخوند قاسم ۽ فاضل شاهہ گذاري ويا هئا. باقي مرحوم عاجز ۽ مرحوم حافظ بہ اتيئي رهندا هئا، جي شعر جون محفلون مچائيندا رهندا هئا، اهي سڀ متانت ۽ فضيلت وارا هئا، ڪنهن جي مجال جو سندن ڪچهريءَ ۾ ڪو گستاخي ڪري يا ڪا اجائي بيهودي ڳالهہ ڪري سندن سنگت ۽ صحبت عبرت نما ۽ سبق آموز هئي، هو سخن چوندي ۽ ٻڌندي وقت هڪ ٻئي تي چوٽون بہ ڪندا هئا تہ داد بہ ڏيندا هئا، پر اهڙي سليقي سان جو اڳلو خوش ٿئي ۽ نہ رنجيدو."[1]

شڪارپور شهر ۾ بہ آغا صوفي ۽ ٻين شاعرن جي ڪوشش سان مشاعرا ٿيندا هئا، مئي 1933ع ۾ سنڌي ساهت- سيلن جي موقعي تي هيٺين مصرع طرح تي مشاعرو ٿيو:

ٻڌين ٿو ڪين چا ٻوڙا، اچي رڳ رڳ مان تن تن ٿي

1934ع ۾ هيءَ طرح ڏني وئي هئي:

خدا پيدا ڪئي ساري خدائي يار جي خاطر

ٻين مشاعرن جون طرحون هيٺين ريت هيون:

گلرخن سان آ محبت ڪجهہ نہ ڪجهہ

---

سج چڙهي آيو مٿي اُٿ ننڊ مان بيدار ٿي

---

رخ مهتاب سهڻي تي اسان جي دل فدا ٿي آ

سنڌي ساهت سميلن جي سنڌي مشاعرن ۾ نہ صرف شڪارپور جا مشهور شاعر حصو وٺندا هئا، پر ٻاهريان شاعر بہ انهن محفلن ۾ شريڪ ٿي، پنهنجو ڪلام پڙهندا هئا. اهڙيءَ ريت شڪارپور شهر ۾ بہ مشاعرن جي شمع روشن رهي ۽ جنهن جي جوت سنڌي عروضي شاعريءَ کي خوب چمڪايو.

سنہ 1934ع ۾ جيڪب آباد ۾ هڪ بزم مشاعره جو بنياد پيو. جنهن جو صدر غلام سرور مغل ۽ سيڪريٽري حافظ خير محمد اوحدي هئا، هن بزم جي سهاري هيٺ اوحدي صاحب ۽ مرحوم مغل جي ڪوشش سان ڪيئي مشاعرا ٿيا، جيڪي گهڻي ڀاڱي ڪامياب رهيا. اهي مشاعرا مرحوم غلام سرور مغل جي پاڙي ۾ هڪ يتيم خاني ۾ ٿيندا هئا. دراصل اتي ڪو يتيم

---

[1] نئين دنيا (ڀارت) عزيز پرچو، سيپٽمبر 1971 صفحو 9.

خانو ڪو نه هو پر هڪ ديني مدرسو هو جنهن جي ڪشادي ايوان ۾ مشاعرن جون محفلون ٿينديون رهنديون هيون، پر ان جڳهه کي يتيم خانو چيو ويندو هو.

هن بزم جو پهريون مشاعرو سال 1934ع ۾ ٿيو. اهو مشترڪ مشاعرو هو جنهن ۾ سنڌي ۽ اردو ٻنهي زبانن جي شاعرن شرڪت ڪئي. انهن مشاعرن ۾ مولانا عبدالوهاب صاحب اوستہ محمد وارو جيڪو پنهنجي دور جو وڏو عالم هو سو اچي شريڪ ٿيندو هو. شڪارپور مان مشهور شاعر، اديب ۽ ڊراما نگار آغا صوفي به جيڪب آباد اچي هن بزم جي مشاعرن ۾ پنهنجو ڪلام پڙهندو هو.

حاجي محمود خادم جي جڏهن ڪراچي بدلي ٿي ته اتي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي سان سندس ملاقاتون ٿيڻ لڳيون. جيئن ته ٻئي سٺا اديب ۽ شاعر هئا، پنهنجي ذوق جي تسڪين ۽ ادب جي واڌاري خاطر ٻنهي ڄڻن صلاح ڪري ڪراچي ۾ هڪ ادبي انجمن قائم ڪئي، جنهن جي سهاري هيٺ ماهوار مشاعرا ٿيندا هئا. اهي مشاعرا گهڻو ڪري ڪنهن عنوان تي ٿيندا هئا. شاعرن کي بحر وزن ۽ قافيه رديف وغيره جي آزادي هوندي هئي:

سنڌي زبان جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ پهرين آڪٽوبر 1933ع آچر ڏينهن حڪيم فتح محمد جي جاءِ تي علم دوست هندن ۽ مسلمانن جي هڪ گڏجاڻي ٿي، ان گڏجاڻي جي صدارت حاجي محمود خادم ڪئي.

ان گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ اديبن ۽ شاعرن سنڌيءَ کي سڌارڻ ۽ عام فهم بنائڻ بابت پنهنجا خيال هڪٻئي جي آڏو رکيا. حڪيم فتح محمد صاحب سنڌي ٻوليءَ جي قسمن ۽ نمونن بابت هڪ عجيب تقرير ڪئي، جنهن ۾ هن سنڌي ٻوليءَ کي سنڌي ۾ رهندڙ هندن ۽ مسلمانن جي هڪ گڏيل وٿ ۽ شراڪتي ملڪيت ثابت ڪري، هن ڳالهه تي زور ڏنو ته ٻوليءَ مان هڪدم مسلمانڪي ۽ هندڪي نڪرڻ گهرجي. ٻولي اهڙي چالو ڪجي جا مسلمان لکن ته هندو سمجهن ۽ هندو لکن ته مسلمان سمجهن. جدا جدا نمونن ۾ ٻولي لکڻ ۽ ڳالهائڻ سبب به هندو مسلمان هڪٻئي کي سمجهي نه سگهيا آهن. آخر حڪيم صاحب جي رٿڻ ۽ سينيءَ جي پسنديءَ سان رٿيل سوسائٽي جو نالو "سنڌي سڌار سوسائٽي" رکيو ويو جنهن جا عهديدار في الحال ڪم هلائڻ لاءِ هيٺيان صاحب يڪراءِ چونڊيا ويا:

**پريزيڊنٽ:** حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

**وائيس پريزيڊنٽ:** مسٽر جي-اين ناگراڻي

حاجي محمود صاحب خادم لاڙڪاڻوي

**سيڪريٽري:** مسٽر گوپي رام رکياڻي بي اي- ايل ايل بي

**جوائنٽ سيڪريٽري:** ميان عبدالله عبد

## سوسائٽيءَ جا مقصد ۽ مُتا:

(1) سنڌي ٻوليءَ جي سڌاري، واڌاري ۽ عام فهم بنائڻ لاءِ هر طرح جي ڪوشش ڪرڻ.

(2) ڪراچيءَ ۾ هڪ مرڪزي سنڌي لائبريري برپا ڪرڻ جنهن ۾ اڳين ۽ هاڻوڪن هندو ۽ مسلمان مصنفن جا سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتاب عام ماڻهن جي پڙهڻ لاءِ موجود ڪرڻ ۾ ايندا.

(3) سنڌي ٻولي جي هڪ پوري ۽ وڏي لغت تيار ڪرڻ.

(4) اڳين ۽ هاڻوڪن شاعرن جي شعر تي سمالوچنا ۽ تنقيد ڪرڻ ۽ علم عروض جي ساهمي ۾ پوري ۽ اڻ پوري کي جاچڻ.

(5) اڳوڻن ۽ هاڻوڪن لکندڙن جي لکڻين ۽ ڪتابن تي رايا ڏيڻ ۽ علم معانيءَ جي ڪسوٽيءَ تي ڪري ۽ کوٽي جي پرک ڪرڻ.

(6) علم معانيءَ تي ڪتاب لکڻ جنهن تي اڳ سنڌيءَ ۾ ڪو بہ ڪتاب لکيل ڪونهي.

(7) نظم ۽ نثر لکندڙن جي حياتين جا احوال گڏ ڪري ڇپائڻ.

(8) موجوده گرامر جي ڪتابن کي نظر ۾ رکي، نئون گرامر تيار ڪرڻ.

(9) مٿين مقصدن جي پورائي ۽ پنيرائي لاءِ هڪ رسالو جاري ڪرڻ، جو ميمبرن کي مفت ڏيڻ ۾ ايندو.[1]

هن سوسائٽي سنڌي ادب جي خدمت ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو. هن مجلس ۾ اهڙا مخلص ڪارڪن شامل هئا، جن کي صحيح معنيٰ ۾ علم ادب جي سڌاري ۽ واڌاري جو وڏو شوق هو. اهي سڀ مخلص ڪارڪن وقت بوقت گڏجاڻيون ڪندا هئا، جتي سنڌي ادب جي ترقيءَ لاءِ نہ صرف سهڻيون تجويزون سوچيندا هئا، پر انهن تي عمل ڪرڻ جي بہ هر ممڪن ڪوشش ڪندا هئا. هن سوسائٽي کي ادب دوست سڄڻن جو سهڪار حاصل هو تنهن ڪري هن جي سهاري هيٺ ڪيترائي مشاعرا ٿيا.

سنڌي سڌار سوسائٽي، جي ڪوششن سان پهريون مشاعرو ڪراچي ۾ ٿيو جنهن ۾ مصرع طرح بجاءِ، عنوان، ڏنو ويو. ان مشاعري جو عنوان هو "قادر جي قدرت"، اهو مشاعرو ڪراچي ائيڪبمي جي هال ۾ ٿيو جنهن جي صدارت سيٺ غلام علي چاڳلا ڪئي. ان مشاعري بابت عبدالله "عبد" مرحوم لکي ٿو تہ "انهيءَ مشاعري کي جيڪر ڪانفرنس ڪٺي چوان، هال ۾ هندو ۽ مسلمان ايترا اچي گڏ ٿيا، جو هال تنگ ٿي نظر آيو ۽ محبت اها، جو نہ گوڙ نہ تڪرار، اسٽيج تي هڪ پاسي جيڪڏهن "الوحيد" جو ايڊيٽر، وفائي موجود آهي، تہ سندس پرسان "هندو" جو ايڊيٽر هيرانند بہ ويٺو آهي، ۽ هو طويل قامت انسان "سنسار سماچار" جو ايڊيٽر بہ انهن سان ڳالهين ۾ مشغول آهي. ڪير چوندو تہ هي هڪ ٻئي جا حريف آهن، اخباري دنيا ۾ پلي هڪ ٻئي جا مخالف هجن، پر هن پليٽ فارم تي تہ بلڪل پائر ٽا معلوم ٿين.[2]

---

[1] هفتيوار الحقيقت لاڙڪاڻہ – 7 آڪٽوبر 1933ع
[2] اياز حسين قادري: مٿيءَ لڌو مان: صفحو 45

هن سوسائٽي جي سهاري هيٺ پيا به مشاعرا ٿيا. هڪ ڊي-جي ڪاليج ۾ ٿيو سيفيڪل هال ۾ ۽ هڪ خالقڏني هال ۾.جي سڀ ڪامياب رهيا. انهن مشاعرن ۾ ڪي شاعر پاڻ اچي شريڪ ٿيندا هئا ته ڪي وري پنهنجو ڪلام موڪلي ڏيندا هئا، جو اتي پڙهيو ويندو هو. اهڙيءَ طرح سامعين ڪيترن شاعرن جو ڪلام ٻڌي سگهندا هئا.

ان زماني ۾ محمد هاشم مخلص، حاجي محمود خادم ۽ عبدالله عبد جا تنقيدي مضمون اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا هئا. خادم صاحب رسالي اديب سنڌ ذريعي نوآموز شاعرن جي ابتدائي غلطين ڏانهن ڌيان ڇڪائيندو هو.

عبدالله عبد مرحوم جي ڪوشش سان سال 42_1941ع ۾ اسلاميه اسڪول نوآباد ڪراچي ۾ انجمن روح ادب سنڌ جو بنياد پيو. هر هفتي ادبي نشستون ٿينديون هيون، جتي گهڻو ڪري نوآباد (ڪراچي) جا شاعر اچي ڪٺا ٿيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ڪو ٻاهريون شاعر به اچي شريڪ ٿيندو هو ۽ ڪڏهن ٻاهران شاعر پنهنجو ڪلام موڪلي ڏيندا هئا، جيڪو اتي پڙهيو ويندو هو.

هن ڪان اڳ مختلف ادبي جماعتن طرفان ٿيندڙ مشاعرن جو احوال ڏنو ويو آهي، هينئر ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنسن جو مختصر احوال ڏنو وڃي ٿو:

## پهرين ادبي ڪانفرنس:

سال 1921ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ سڏائي وئي هئي، جنهن جي صدارت شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ مرحوم ڪئي. ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽيءَ جو صدر ميان علي محمد قادري هو ۽ سيڪريٽري ميان احمد علي صاحب پرنسيپال لاڙڪاڻا مدرسه هو. ڪانفرنس جا سرگرم ڪارڪن حاجي محمود خادم، ميان علي محمد قادري ۽ نواز علي نياز هئا، ان وقت جي ڪليڪٽر مسٽر حامد علي، بزم مشاعره، جي سلسلي ۾ ڪارڪنن جي تمام گهڻي مدد ڪئي. ان ڪانفرنس جي مصرح طرح هيءَ هئي:

ستارو منهنجي قسمت جو اوهانجي مهرباني آ

هن مشاعري ۾ تمام گهڻن شاعرن شرڪت ڪئي ۽ مشاعرو ڪامياب رهيو. هن ڪانفرنس ۾ سنڌي زبان جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ ڪجهه ٺهراءُ پڪراءُ بحال ڪيا ويا.

فقير هدايت علي تارڪ ان طرح تي هڪ طويل غزل لکيو هو. ان غزل جا چند شعر نموني طور پيش ڪجن ٿا:

ستارو منهنجي قسمت جو اوهان جي مهرباني آهه
محبت تو سندي مون لاءِ عمر جاوداني آهه
جمالِ يار جو جلوو ٿيو پيدا مظاهر مون
انهيءَ ديدار ۾ عشاق جي خوش زندگاني آهه

ڏنم حق اليقين سان ناھ ٻيو موجود الا ھُو
اگر سير زمين آھي يا سيرِ آسماني آھ
شراب عشق جو پيتم تہ ٻيو سيڪي ويو وسري
نہ ذوقِ عيش و عشرت آھ نہ شوقِ ڪامراني آھ
فنا ڪيو عشق مونکي حال حلاجي اندر اهڙو
اناالحق چئي چڙهڻ سوريءَ مٿي جڻ شادماني آھ
لباسِ فقر جي راحت نہ آھ پوشاڪ دنويءَ ۾
جو تختِ خاڪ آ سوتن جي لئي تختِ ڪياني آھ
جنين ڪي روز شبِ اثبات حق جي آرزو آھي
انهن اڳيان نہ ڪجھ موڙي ڪرامت آھ نہ ڪاني آ
اسان سي رند ساغر نوش آهيون مست متوالا
جو ميخاني اندر شغلِ شرابِ ارغواني آھ
فنا جي پيچ ۾ آخر اچي اعزاز دنيا جو
اسيري يا وزيري يا خطابِ خانداني آھ
موحد آھ تارڪ ھو ھڻي نعرو تو منصوري
نہ پروا ڪنهن جي نفرت جي نہ خواهش قدرداني آھ

## ٻي ادبي ڪانفرنس:

هيءَ ڪانفرنس 1925ع ۾ حيدرآباد ۾ منعقد ٿي، استقباليہ ڪميٽيءَ جو صدر شمس العماءُ مرزا قليچ بيگ هو ۽ سيڪريٽري حاجي محمود خادم هو. هن مشاعري جي طرح هيءَ هئي:

چشم موسيٰ ڪي بہ حسرت رهجي وئي ديدار جي

هن مشاعري ۾ محمد هاشم مخلص، محمد بخش واصف، حافظ حيات شاهہ مرزا فاضل، ميان غلام سرور فقير ۽ ٻين گھڻن شاعرن شرڪت ڪئي:

## ٽين ادبي ڪانفرنس:

1932ع ۾ شڪارپور سنڌ ساهت سميلن ٿي. جنهن جي صدارت پروفيسر ڇيتمل پرسرام ڪئي. استقباليہ ڪميٽيءَ جو صدر مرزا غلام مصطفيٰ صاحب هو ۽ جنرل سيڪريٽري آغا غلام نبي صوفي هو. مشاعري جي طرح هئي.

تنهنجو عارض مہِ تابان، تنهنجو رخ نيّر انور

هن سميلن ۾ گھڻن ئي شاعرن شرڪت ڪئي، خاص طور اتر سنڌ جي شاعرن جو تعداد گھڻو هو. جن مان نياز جوش، عاشق، بيوس، صوفي، رام، ناظم ۽ خادم بشير ۽ گدائي جا نالا قابل

ذڪر آهن.

هن ڪانفرنس ۾ سنڌي زبان جي ترقي لاءِ ڪي ٺهراءَ بحال ڪيا ويا ۽ سنڌ کي بلوچستان سان ملائڻ لاءِ ٺهراءُ پاس ڪيا ويا.

## چوٿين ادبي ڪانفرنس:

چوٿين ڪانفرنس 1942ع ڪراچي ۾ منعقد ٿي، جنهن جي صدارت ڪشنچند "بيوس" ڪئي: استقباليه ڪميٽيءَ جو صدر مسٽر ڇيٽمل پرسرام هو ۽ سيڪريٽري هري دلگير هو مشاعري جي طرح هن ريت هئي:

مورتي تنهنجي کي من مندر ۾ استاپن ڪندس

هن ڪانفرنس ۾ هڪ نئين ۽ مزيدار ڳالهه ٿي. اها هيءَ هئي ته پهريون ڀيرو ڪانفرنس جي صدر جي سرگس ڪڍي وئي، جنهن ۾ هندو توڙي مسلمان اديب ۽ شاعر شامل هئا. هن ڪانفرنس جي موقعي تي سنڌ جي مختلف هنڌن کان گهرايل قلمي نسخن جي نمائش ڪئي وئي. ان موقعي تي سنڌ مان ڪافي شاعر ڪٺا ٿيا. ان طرح تي قادر بخش بشير جيڪو غزل لکيو. سو هندن توڙي مسلمانن تمام گهڻو پسند ڪيو: ان غزل جي خاص خوبي اها آهي ته ان ۾ بشير مرحوم جيڪي قافيا استعمال ڪيا آهن، سي گهڻو ڪري هندي آهن: نه صرف قافيا پر ٻولي به گهڻي ڀاڱي هندي استعمال ڪئي اٿس. سامي جيڪي انسان جا پنج دشمن ڪام ڪروڌ، لوڀ موهه، اهنڪار ٻڌايا آهن: هن انهن مان هر هڪ تي هڪ هڪ شعر لکيو آهي: ٻه شعر ملاحظه فرمايو.

مورتي تنهنجي مان من مندر ۾ استاپن ڪندس
جوت تنهنجي مان ڏيو دل جو پيو روشن ڪندس
لوڀ لالچ ۾ نه من کي مبتلا ڪڏهين ڪندس
خاڪ جي منئي ڪري سونو نه سنگاسن ڪندس
هٺ هزارن کي هٺي هيٺو ڪيو هڪدم حقير [1]
ان ڪري دلدار جي در رات ڏينهن رودن ڪندس

## پنجين ادبي ڪانفرنس:

1944ع ۾ سنڌي سڌار سوسائٽي جي سهاري هيٺ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي ۾ منعقد ٿي. هن ڪانفرنس جو صدر خان صاحب محمد صديق ميمڻ هو پر اوچتو سندن طبيعت ناساز ٿي، تنهن ڪري ڪانفرنس جي صدارت ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل ڪئي. استقباليه ڪميٽيءَ جو صدر عبدالوهاب ناظم ۽ جنرل سيڪريٽري حاجي محمود خادم هو. مصرع طرح

[1] ان زماني بشير جو تخلص حقير هو. جو پوءِ هن بدلائي بشير ڪيو.

هيءَ ڏنل هئي:

منهنجي دنيا هن لٽي ٽي، مان مگر خاموش هوس

هن ڪانفرنس ۾ سنڌي اردو مشترڪ مشاعره ٿيو. اردو طرح هئي:

”ميري دنيا لُٽ رهي تهي، مين مگر خاموش تها“

ان وقت جي ڪليڪٽر هاشم رضا هن ڪانفرنس کي ڪامياب بنائڻ ۾ گهڻي مدد ڪئي. تنهن ڪري هيءَ ڪانفرنس هر طرح ڪامياب رهي.

هن ڪانفرنس ۾ مختلف شهرن کان شاعر حضرات آيل هئا. جن مان مرزا افضل بيگ، مرزا اجمل بيگ، محمد خان غني، آغا گل حسن گل، محمد بخش واصف، حافظ حيات شاهه، جمع خان غريب، نظام احمد نظامي جا نالا قابل ذڪر آهن: ڪانفرنس ۾ جيڪي تقريرون ٿيون شعر ۽ مقالا پڑهيا ويا، سي سڀ ڪتابي صورت ۾ ڇپرايا ويا: لاڙڪاڻي جي هڪ شاعر واحد بخش عاشق[1] جا ٻه بند پيش ڪجن ٿا:

نور جان مون ٿي نهاريو پاٽڙن ڏي پيار مان
پائرن ٿي پٽ ڪاڏو مان ڪڙو خاموش هوس
رعب هن جي حسن جو يا ساڻ ليمون ڪوش هوس[2]
منهنجي دنيا هن لٽي ٿي، مان مگر خاموش هوس.“

## ڇهين ادبي ڪانفرنس:

1945ع ۾ دادو ۾ منعقد ٿي، هن ڪانفرنس جو صدر ضياءالدين ايس بلبل هو. استقباليه ڪميٽيءَ جو صدر ماستر جمع خان غريب هو ۽ جنرل سيڪريٽري حافظ احسن چنه هو. مصرع طرح هيءَ هئي:

اسانجو بخت خوابيده واري بيدار ٿي ويندو

هن ڪانفرنس ۾ ٻه گهڻن ئي اديبن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي، مشاعري ۾ فقير هدايت علي تارڪ جي شاگرد رشيد. دادن فقير جو ڪلام تمام گهڻو پسند ڪيو ويو. هن ڪانفرنس جو مختصر احوال اديب سنڌ رسالي ۾ شايع ٿيل آهي.

## ستين ادبي ڪانفرنس:

1946ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ سنڌ سڌار سوسائٽيءَ جي سهاري هيٺ منعقد ٿي. ڪانفرنس جو صدر شمس العلماءُ ڊاڪٽر دائود پوٽو مرحوم هو. استقباليه ڪميٽيءَ جو صدر ميان غلام عباس

---

[1] عاشق- دراصل پاڻ شاعر ڪو نه هو پر بيا ڪيس مزاحيه شعر لکي ڏيندا هئا ۽ هو شاعرن ۾ پڙهي پاڻ کي ڪلائيندو هو.

[2] ليمون ڪوش ان وقت جو مشهور ڏاڙيل هو.

جوش قادري هو ۽ سيڪريٽري مسٽر عبدالفتاح وڪيل هو. مصرع طرح هيءَ هئي.

ڪو زمان هو جو مونتي ناز هو تلوار کي

هن ڪانفرنس ۾ ڪيترن ئي شاعرن پنهنجا شعر ٻڌائي، ٻڌڻ وارن کان داد حاصل ڪيو. آخر ۾ راڳ رنگ جي محفل سان ماڻهن کي محظوظ ڪيو ويو.

هن ڪانفرنس جي ان ڪري وڏي اهميت آهي جو هن ڪانفرنس جي موقعي تي جمعيت الشعراءِ سنڌ قائم ڪئي وئي، جنهن جي سهاري هيٺ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ڪيترين ئي ادبي ڪانفرنسون ۽ مشاعرا ٿي چڪا آهن ۽ اهو لطيف سلسلو اڃا سوڌو جاري آهي.

جمعيت الشعراءِ جون ڪانفرنسون ۽ عروضي شاعريءَ جي ترقيءَ لاءِ خدمتون قابل تعريف آهن. نه صرف جمعيت طرفان هر سال مشاعرن جون محفلون مچائڻ جو رواج پيو پر شاعريءَ کي ترقي وٺرائڻ لاءِ سال 1995ع ۾ حاجي محمود خادم جي ڪوشش سان، اديب سنڌ رسالو جاري ڪيو ويو. جنهن ۾ هر هڪ مشاعري جي ڪارروائي شاعرن جي لکيل غزلن سميت، ڏني ويندي هئي. "اديب سنڌ" جي انهيءَ تحريڪ سبب ڪيترائي غزل گو شاعر پيدا ٿيا. نون شاعرن جي رهنمائي ۽ اصلاح خاطر، "اديب سنڌ" ۾ تنقيدي سلسلو به شروع ڪيو ويو.[1] هن رسالي معرفت نون شاعرن کي علم عروض متعلق سمجهاڻي ڏني ويندي هئي. ان دور جا شاعر هڪ ٻئي تي خوب تنقيدون ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح شاعرن ۾ به تنقيد جو شعور وڌيو ۽ سنڌن رهبري ٿيندي رهي، پر اهي تنقيدون ڪڏهن دل آزاريءَ جو سبب نه بڻجنديون هيون. ان سلسلي جا مقالا جيڪڏهن ڪٺا ڪيا وڃن ته جيڪر شاعريءَ تي تنقيد بابت سٺو مواد جمع ٿي وڃي.

جمعيت الشعراءِ سنڌ طرفان جيڪي ڪانفرنسون ڪوٺايون ويون، تن مان جيڪڏهن هر هڪ جو هتي احوال ڏنو ويندو ته هي هڪ طويل مقالو بڻجي ويندو. تنهن ڪري هتي صرف ايترو چوڻ ڪافي ٿيندو ته هن جمعيت سنڌي زبان ۽ ادب جي جيڪا خدمت ڪئي آهي سا قابل قدر آهي.

آخر ۾ اهو چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نه ٿيندو ته لاڙڪاڻي کي ان سلسلي ۾ مرڪزي حيثيت حاصل رهي آهي. قادري خاندان جي ادب پرور انسانن پنهنجي اوطاق تي مشاعرن جون محفلون منعقد ڪرائي ادب دوستيءَ جو وڏو ثبوت ڏنو. ان کان علاوه هفتيوار اخبار "الحقيقت" ذريعي انهن مشاعرن جون ڪارروايون ان دور ۾ پري پري تائين ماڻهن کي معلوم ٿينديون رهيون ۽ ان سان گڏوگڏ ان دور جو ادبي ذخيرو الحقيقت جي فائيلن ۾ محفوظ آهي. هتي صرف نموني خاطر هڪ مثال پيش ڪجي ٿو جو سال 1932ع جو چوٿون مشاعرو هو: ان جي ڪارروائي هفتيوار الحقيقت ۾ شايع ٿي. ان مشاعري جي ڪارروائي ڪجهه هن ريت هئي:

"سال 1932ع جو مشاعرو نمبر 4 تاريخ 10 برسات هئڻ سبب تاريخ 11 جولاءِ سنه 1932ع

---

[1] عبدالغفور سومرو: سنڌي غزل جي ارتقا: ص- 80، سال 1966ع

وقت سادي 9 بجي کان ڏيڍ بجي تائين بصدارت خان بهادر محمد ايوب خان منعقد ٿيو جنهن ۾ مندرجه ذيل حاضر صاحبن جي فهرست مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته گذريل جلسن کان ڪيترو نه وڌيڪ اهو جلسو ڪامياب ٿي گذريو.

ٻاهر جي معزز حضرات مان سيٺ محمد رفيق صاحب غازي مولانا نظر علي صاحب ۽ پير حسام الدين صاحب نائب مدير سنڌ زميندار قابل ذڪر آهن.

شهر جا معزز صاحب ۽ شائقين حضرات تمام گهڻي انداز ۾ موجود هئا. مهتمم مشاعره ميان غلام عباس صاحب جلسي جو بندويست اليڪٽرڪ جي پکي وغيره ۽ شربت پاڻي سان نهايت اعليٰ درجي جو رکيو.

## سنڌي اشعار:

1. **جناب حاجي ميان علي محمد قادري**

چشم مئي گون ماه رويان بي خودي جو جام آ
جونگ انجي سان دل مخمور صبح و شام آ
باده عشق محمد جي ڪئي مخمور دل
قادري عشق بتان ۾ مفت ٿيو بدنام آ

2. **جناب غلام سرور صاحب "فقير"**

جنهنجي لب تي روز شب مئي ناب جو پر جام آ
تنهنکي سڌ ڪهڙي ته ڪهڙي گردشِ آيام آ
ڪين ناقص ٿيو ڪامل دم هڻڻ سان اي فقير
ڪين اڪثير آهه سڌبو ڪشتو جيڪو خام آ

3. **ميان غلام عباس صاحب جوش**

ڏي سنيهو اي صبا دلبر کي جو گلفام آ
گلبدن گلگون قبا گلرو ۽ گل اندام آ
زلف مشڪين منهن منور جي تصور ۾ اي جوش
والضحيٰ والليل مانکي ورد صبح و شام آ

4. **ماستر رامچند صاحب رام**

چو مرن ماٺهن ۽ ملڪن ۾ متو ماتام آ
ياد شايد ڪربلا جو پيو اچي قتلام آ
شاه دلدل دادلا مشڪل ڪشا خيبر شڪن
رام پوڄاري ٻڌي پڻ رام تنهنجي رام آ

5. جناب ميان علي حيدر صاحب حيدري

تنهنجي فرقت ۾ سڄڻ دل کي نہ ڪجهہ آرام آ
ٿيو بپا مون لاءِ محشر صبح توڙي شام آ
حيدري مشڪل جو هرگز ڪين ڪر ڪجهہ فڪر تون
سو ڪندو حل تنهنجو مشڪل جو تنهنجو همنام آ

6. جناب مولوي محمد عظيم صاحب شيدا:

هجر تنهنجي ۾ هميشہ منهنجي لئہ ماتام آ
پلڪ توريءَ دلربا مونکي نہ ڪو آرام آ
بي وفا گل بي بقا سان پنهنجي دل شيدا نہ لاءِ
دل پنهنجي الله کي ڏي جنهنجو پيارو نام آ

7. جناب ميان جان محمد گلشن:

يادگيري يار تنهنجي منهنجي دل ۾ جام آ
مان هجان پر ياد توکي هي خيال خام آ
دل لڳائڻ کي نہ چرچو تون سمجهہ گلشن ادا
دل لڳي ڪنهن سان تہ سمجهو موت جو پيغام آ

8. جناب حافظ محمد صاحب احسن:

بر زبان مونکي سڄڻ تنهنجو سدائي نام آ
بس اهوئي ورد منهنجو صبح توڙي شام آ
مون جيو دلبر وسارج ڪين هي احسن غلام
هن جيو مونکي هميشہ ياد تنهنجو نام آ

9. جناب مانڌو داس صاحب مانڌو:

خوش نصيبان اڄ صنم جي وصل جو انجام آ
چو تہ جانان جو مليو مدت کان خوش پيغام آ
باغ جوين مان چني مانڌو وتو ڪو ناهہ گل
مفت هن مسڪين مٿان چوريءَ سندو الزام آ

10. جناب ماستر حبيب الله صاحب "آزاد"

تو بنا دلبر پيارا ڪهڙو ڏس ماتام آ
آهہ زاري بيقراري مونکي صبح وشام آ
بي وسي علمي ڏسي مونکي تا سپ بيوس سڏين
منهنجي هستي بزم ۾ لاچار تنهنجي دام آ

11. جناب ميان فيض محمد صاحب فيض:

درد فرقت کان عزيز وڪين ڪجهه آرام آ
جو تصور سيمتن جو دل ۾ صبح و شام آ
درد فرقت کان ڪري فرياد زاري فيض ڪيئن
جو دل مضطر کي قابو زلف جو پيو دام آ

12. جناب ميان ممتاز علي صاحب ممتاز:

دل لڳي ڪنهن سان تہ سمجهو عشق جو پيغام آ
عشق جو آغاز گويا عشق جو انجام آ
هن ۾ جي ممتاز توکي آهہ اُميد وفا
پو تہ سمجهان تو وري تنهنجو هي سودا خام آ

13. جناب پريداس صاحب وفا:

هي محبت جو پريل ساقيءَ جي هٿ ۾ جام آ
جنهن کيو ساغر کي پر آ تنهن ڏنو آرام آ
تا تين سهڻا ستمگر بي وفا تون دل نہ لاءِ
دل لڳي ڪنهن سان تہ سمجهو موت جو پيغام آ

14. جناب ميان رفعت علي صاحب قلندر:

صبح روجي ابر هيئان صبح جا سجدا ڪيم
نزد ڪاڪل جي ارادو ٿيو نمازِ شام آ
مان رقيبن جي جماعت کان جدا آهيان سدا
جنگ ۾ ناهي جيڪو تنهنکي چون وريام آ

15. جناب مولوي شفيع محمد صاحب هاتف:

دل لڳي ڪنهن سان تہ گويا موت جو پيغام آ
پر نہ يارو موت هي پي آخر الا نجام آ
عشق جو آخر نتيجو ٿيو وڇوڙو نا وصال
واءِ قسمت هاتفا ڏس بخت ٿيو ناڪام آ

16. جناب محمود "خادم" سيڪريٽري بزم:

رخ ۽ زلفن جو تصور مونکي صبح و شام آ
ڪفر سان گڏ منهنجي دل ۾ الفتِ اسلام آ
ڪو سڏي منجنون ٿو مونکي ڪو سڏي وحشي چريو
گرچہ سڏ سيني کي آ محمود منهنجو نام آ

## ماحول:

اڳ مشاعرن جو ماحول سنو هوندو هو. هوٽنگ جو ايترو رواج ڪو نہ هو اڄ جهڙي شورا شوري ۽ گوڙ گهمسان ڪو نہ هوندو هو مشاعري ۾ گهڻو تعداد باذوق ماڻهن جو هوندو هو تنهن ڪري اهي محفلون پروقار ۽ شاندار نموني ٿينديون هيون. انهن محفلن ذريعي ڪيترائي شاعر پيدا ٿيا ۽ ڪيترن ئي شاعرن جي ڪلام ۾ پختگي آئي. مطلب تہ مشاعرن ذريعي خصوصن جمعيت الشعراءِ جي محفلن سنڌي عروضي شاعريءَ کي ترقي وٺرائي.

مختصر تہ سنڌي مشاعري کي ترقي وٺرائڻ خاطر ٻيون ادبي انجمنون پڻ پاڻ پتوڙينديون رهيون، جن جو احوال مٿي اچي چڪو آهي.

سنڌي نثر توڙي نظم کي ترقي وٺرائڻ ۾ سنڌ جي ادبي مجلسن ۽ سنڌن ڪارڪنن جو برابر وڏو هٿ رهيو آهي. پر هن سلسلي ۾ سنڌ جي اخبارن ۽ رسالن جون خدمتون بہ ساراهہ جوڳيون آهن. خاص طور گلدستہ سنڌ، اديب سنڌ ۽ الحقيقت هن سلسلي ۾ بہ قدم اڳتي آهن. پر هفتيوار سنڌ زميندار سکر، ماهوار "سنڌو" بہ هن سلسلي ۾ پاڻ ملهايو آهي. سنڌ جي مشهور شاعر قادر بخش بشير جو نظم پهريون پيرو هفتيوار سنڌ زميندار ۾ 13 ڊسمبر 1922ع واري اشاعت ۾ شايع ٿيو ان نظم جا ٽي شعر پيش ڪجن ٿا:

چا ٻڌايان حال دنيا جو اوهان کي يار اڄ
مهر ماڻهن مان وئي ۽ يار ٿيا اغيار اڄ
وقت عشرت جي گهڻا دم ٿا هڻن ياري سندو
پر مصيبت ۾ وڃن ٿا دور ٿي دلدار اڄ
ڏوهہ ڪنهن تي ڪين ڏي ۽ صبر ڪر تون اي بشير
ٿي وئي سيني جي آهي هاءِ ڪج رفتار اڄ

اهو ساڳيو نظم مارچ 1926ع ۾ گلدستہ سنڌ ۾ بہ شايع ٿيو.

ان ساڳئي اخبار يعني "سنڌ زميندار" ۾ بشير جا ڪيترائي اصلاحي نظم شايع ٿيا مثلن 24 جون 1924ع ۾ سندس هڪ نظم شايع ٿيو جنهن جو عنوان هو "خوشامد" اهڙيءَ ريت ١٢ جولاءِ تي نظم "چا غرض" ۽ 27 جولاءِ 1927ع ۾ نظم بعنوان "ترقي تجارت ۾" شايع ٿيو.

سنڌ زميندار کان علاوه روزاني "الوحيد"، "دعوت اسلام" سکر، "صداقت" شڪارپور، هفتيوار "الجماعت" شڪارپور، هفتيوار "پيغامِ صلح" ڳڙهي ياسين، هفتيوار "الحنيف" شڪارپور، ماهوار "توحيد" ڪراچي، ماهوار "گلستان" ڪراچي، ماهوار "اخبار تعليم" حيدرآباد، ماهوار "تحفہ احباب" حيدرآباد، ماهوار "جعفرزٽلي" حيدرآباد، هفتيوار "مرغ فلڪ" حيدرآباد، "الحافظ" حيدرآباد، "سنڌ سڌار" حيدرآباد، هفتيوار "بيداري" ڪراچي، وغيره ۾ وقت بوقت ان دور جي شاعرن جو ڪلام ڇپجندو رهندو هو. ڪن رسالن ۾ مصرع طرح ڏني ويندي هئي، جنهن تي شاعر پنهنجو ڪلام تيار ڪري ان رسالي کي لکي موڪليندا هئا:

"بهاراخلاق" ۽ "تحفتہ احباب" رسالن ۾ اڪثر مصرع طرح تي طبع آزمائي ٿيندي هئي. اهڙين قلمي مجلسن ۾ امام بخش خادم (وفات 1918ع) پوري ريت بهرو وٺندو هو. سندس هيٺيون غزل "تحفتہ احباب" جي هڪ اهڙي مُشاعري جو يادگار آهي:

بي اثر ناهي ادا، آهہ وفغان اهل درد
درد ۽ غم سان پريل آ داستان اهل درد

"بهار اخلاق" جي هڪ اهڙي مشاعري جو هيٺيون غزل، سندس پيو يادگار آهي:

شڪر لک لک رب جا، جو طالعم بيدار آهہ
گنج دل ۾ نقد عشق سيد الابرار آهہ[1]

## مشاعرن جون طرحون:

ان دور ۾ جيڪي طرحي مشاعرا ٿيندا هئا، تن جون طرحون گهڻو ڪري عشقيہ هونديون هيون: هن هيٺ ڪجهہ مثال پيش ڪن ٿا:

بزم مشاعره لاڙڪاڻو 2 جون 1933ع

**مصرع طرح:** نہ بعد مرگ ڪڏهن آيو منهنجي تربت تي،

بزم مشاعره حيدرآباد سنڌ 6 جون 1937ع

**مصرع طرح:** نہ پهلو ۾ ئي دل آهي نہ دل ۾ آرزو باقي

بزم احسن ملڪاڻي: 10 مئي 1933ع

**مصرع طرح:** عاشق ڪان يار توکي ڪهڙو حجاب آهي

بزم مشاعره حيدرآباد سنڌ 14 اپريل 1937ع

**مصرع طرح:** آب داڻو چو ڪيو بيمار جو تو يار بند

بزم مشاعره حيدرآباد سنڌ، 2 مئي 1937ع

**مصرع طرح:** شب فرقت جي اي مولا سحر ڪر

بزم مشاعره ڪراچي۔ 21 آڪٽوبر 1933ع

**مصرع طرح:** مزو انگور جو ميخوار کان پُڇ

ڪراچي ۽ ٻين شهرن ۾ ٿيندڙ مشاعرن ۾ ڪڏهن ڪڏهن غير عشقيہ طرحون بہ ڏنيون وينديون هيون مثال طور 16 ڊسمبر 1933ع ۾ ڪراچي ۾ ٿيندڙ مشاعره ۾ هيٺين مصرع طرح ڏني وئي.

قلب مان ڪينو ڪڍي هڪ ٿي وڃو هر حال ۾

ڪراچيءَ ۾ سنڌ سڌار سوسائٽي طرفان جيڪي مشاعرا ٿيندا هئا، تن ۾ مصرع طرح ڏيڻ بجاءِ ڪو عنوان مقرر ڪيو ويندو هو ۽ شاعر حضرات ان عنوان تي نظم لکي ايندا هئا، اهڙي

[1] لطف الله بدوي ڪليات خادم صفحو ۴۹_۵۰ سال ۱۹۵۸ع

ريت غزل جي شاعرن ۾ نظم جو شوق پيدا ٿيو. ان سوسائٽيءَ جي سهاري هيٺ 30 اپريل 1933ع ۾ "قرباني" عنوان مقرر ڪيو ويو هو اهڙي ريت "مردانگي"، "برسات"، "عالم جي ناپائداري" ۽ "قادر جي قدرت" وغيره جي عنوان تي مشاعرن جون محفلون ٿيون. جن ۾ شاعرن خوب حصو ورتو ۽ سهڻا نظم پيش ڪيا. مثال لاءِ فقير هدايت علي تارڪ جو نظم پيش ڪجي ٿو جو هن ستار سوسائٽيءَ جي 30 اپريل 1933ع واري مشاهري لاءِ لکيو هو:

## نظم قرباني

جڳائي ملڪ ۽ ملت جي خاطري سر جي قرباني۔ پوي من سا قبول خلق تو ڪمتر جي قرباني
وطن تي، قوم تي يارو ڪرڻ گهرجي اسان کي ٿي۔ دل و جان آل مال وسيم جي ۽ زر جي قرباني
اسانجي ٿيندي عالم ۾ عيان ثابت سچائي سڀ۔ ڪنداسين راهه ملت ۾ ڪٽي جي گهرجي قرباني
اسان کي آهه سيکاريو سبق اسلامُ هي دل سان۔ ڪريو منجهه واٽ حق جي چيز خوش بهتر جي قرباني
پلا جي ڪو خوشامد ۽ رياسان ڪجهه ڪندو صدقو تہ ڪيئن منظور ٿيندي تنهن ريا پرور جي قرباني
خدا قربان هر ڪنهن جي اگهائي پنهنجي در تي ٿو۔ وٽس هڪجهڙي آهه آقا جي ۽ نوڪر جي قرباني
اسان ڪنهن کي ميڻون ڪنهنکي نہ ٿا پنهنجي جهالت کان۔ خدا تان ڪين موٽائي ٿو ڪنهن ڪافر جي قرباني
هو ابراهيم کي ارشاد قرباني سندو رب کان۔ اتان هن پنهنجي ڪئي دلبند پٽ نينگر جي قرباني
سخن نيڪي جو عالم کي چوڻ روئي ريا جي ريءَ۔ اها دنيا ۾ تي تارڪ سخن گستر جي قرباني.

## سياسي حالتون:

اسلامي تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ مُلائيت ۽ ملوڪيت اسلام جي نالي ۾ ڪيترا ڪيس ڪيا. دوڪا ۽ دغائون ڪيون، لڙ جهيڙا، دنگا فساد ڪرائي، خلق خدا جو خون وهايو. انهن سڪ ۽ صحبت، ميٺ ۽ محبت، انصاف ۽ انسانيت، اخلاق ۽ شرافت کان منهن موڙي، ڪروڌ ۽ ڪلفت، نفاق ۽ نفرت سان ناتو جوڙي، اسلام جي نالي ۾ جيڪو ويل وهايو سو درد جو هڪ وڏو داستان آهي. انهن جي مقابلي ۾ صوفي سونهارا، سدائين سچ ۽ صداقت، پيار ۽ الفت جو پرچار ڪندا رهيا. هو ڪافر مومن واري ڪيني ۽ ڪلفت واري ڪهاڻي کي ڇڏي، هندو مسلم کي انسانيت جي رشتي ۾ هڪ ڪرڻ خاطر ايڪتا جا سريلا ساز سڻائيندا رهيا. هنن مذهب جي نالي ۾ انسان ذات تي ٿيندڙ ظلم ۽ زيادتيون اکين سان ڏٺيون. هنن اهو بہ ڏٺو تہ مذهبي پيشوا، پير، مخدوم، مفتي ۽ قاضي سڀ ملوڪيت ۽ پرماري قوتن جو ساٿ ڏيندا رهيا، عياري ۽ مڪاريءَ جا جبا پائي، پنهنجن وڏن تي قبا اڏائي، مذهب جي نالي ۾ انسان ذات تي طرح طرح جا ظلم ڪندا رهيا. اهوئي سبب آهي جو وقت جي صوفين اهڙن انسان دشمن قوتن کان بيزار ٿي، ساڻن بغاوت ڪئي. ان راهه ۾ صوفين کي ڪيئي قربانيون ڏيڻيون پيون. هنن پاڻ تي ڪفر جون فتوائون سٺيون، سوريءَ جو سينگار بڻيا، گهاڻي ۾ پيڙيا، پر پنهنجي

مقصد ڪان مور نہ مڙيا، هو مڪاري ۽ منافقت جي سرعام مخالفت ڪندا رهيا.

ميرن جي دور ۾ ڪهڙن جا مخدوم زوري هندن کي مسلمان بنائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، جڏهن سچل سائين کي ڪو شخص اچي ٻڌائيندو هو تہ "سائين، فلاڻو هندو مسلمان ٿيو آهي" تہ سچو سائين چوندو هو تہ "ابا اوهان چئو ٿا تہ هندو مسلمان ٿيو: پر مونکي اهو تہ ٻڌايو تہ ڪو ملو بہ مسلمان ٿيو".

فقير هدايت علي تارڪ ويهين صديءَ جي اوائل جو هڪ صوفي شاعر هو ان دور جي تاريخ بہ ساڳي مڪر ۽ منافقت جي تاريخ هئي. مذهب جي مقدس نالي ۾ پرماريت جي حمايت ڪئي پئي وئي.

اوائل ويهين صديءَ جو پهريون اڌ وڏي گوڙ گهمسان ۽ انقلابات جو زمانو ليکيو وڃي ٿو. ٻہ عالمگير جنگيون لڳيون، ڪيترن ئي ملڪن ۾ انقلاب آيا. اهو دور سنڌ لاءِ بہ ڪشمڪش ۽ جدوجهد جو دور هو. ان عرصي ۾ سنڌ جي بمبئي کان آزادي، خلافت تحريڪ ۽ پاڪستان ٺاهڻ جون تحريڪون وجود ۾ آيون. انهن سياسي سرگرمين جو افسوسناڪ ۽ اونداهو پهلو اهو آهي تہ ان عرصي ۾ نہ صرف سنڌ پر پوري هندستان ۾ هندو مسلم ڇڪتاڻ سيني سياسي سرگرمين جو محور رهي.

سنڌ کي بمبئي سان ملائي سنڌ سان سراسر ظلم ڪيو ويو هو. ان لاءِ سنڌ وارن جي سنڌ جي بمبئي کان آزادي حاصل ڪرڻ جي جدوجهد لازمي هئي. انگريزن پنهنجن عملدارن، پيرن ۽ وڏيرن جي مدد سان سنڌ جي مسڪين عوام تي طرح طرح جا ظلم ڪيا. ان متعلق سنڌ جي سورهيہ ۽ سچار سياستدان سن جي سائين جي ايم سيد لکيو آهي تہ "انگريز عملدارن جي سنڌ بنسبت پاليسي اها رهي تہ جاگيردارن، زميندارن، پيرن ۽ قومي سردارن کي رعايتون ۽ مدد ڏئي پنهنجو مطيع رکندا اچن. جي وري عملدارن جي مدد سان غريب عوام کي ڪمزور بڻائي پنهنجو محتاج رکڻ لڳا. ❶

انگريزن "ويڙهائي، حڪومت ڪرڻ" واري پاليسيءَ تي عمل ڪندي هندو مسلم ڇڪتاڻ کي وڌائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي. 1927ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ هندو مسلم فساد ٿيو. 1930ع ۾ اها ڇڪتاڻ سکر ۾ گهڻو وڌي وئي، جا پوءِ پوري سنڌ ۾ پکڙجي وئي. ان ڇڪتاڻ بابت جي ايم سيد لکي ٿو تہ "مذهب جي نالي ۾ "احياءِ اسلام" جي جا تحريڪ هئي، سا خلافت جي زماني ۾ شروع ٿي هئي. تنهن جي مقابلي لاءِ سامراجي انگريزن ڪٽر هندو ڪارڪنن کي "شڌي" ۽ "مهاپارت" جي پرچار لاءِ راغب ڪيو. ٻئي طرف مسلمان "تودين" ذريعي ملن کي "تبليغ" جي تحريڪ لاءِ تيار ڪيو ويو. ❷

سنڌ جي صوفي بزرگن ڪفر ۽ اسلام جا سنڌا متائي، هندو مسلم کي انساني ڀائپيءَ جي رشتي ۾ ڳنڍي هڪ ڪرڻ، پريم ۽ ايڪتا واري جيڪا فضا قائم ڪئي هئي، تنهن کي سخت

❶ جي ايم سيد: سنڌ جي بمبئي کان آزادي۔ صفحو 8
❷ جي ايم سيد: جديد سياست جا نو رتن: صفحو 20

نقصان رسيو. ان بابت سنڌ جي قابل سياستدان فاضل اديب پير علي محمد شاھ راشدي لکيو آھي تہ ”هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ پهرين پهرين نفاق جي جيڪا باھ پڙڪي، ۽ تنهن پوءِ وڌي ساري سنڌ جي سون ورهين جي شاندار تاريخ، روايتي، پريم مثالي تهذيب، بلڪ ماڻهپي کي بہ پسم ڪري ڇڏيو.[1]

مسلمان عالمن جي هڪ حصي تبليغ اسلام واري تحريڪ کي زور وٺرائڻ شروع ڪيو تہ هندو وري ان جي ضد ۾ شڌي تحريڪ کي مضبوط بڻائڻ لڳا. ٻنهي تحريڪن جو مرڪز دهلي هو. هڪ مسلمان مذهبي جوش ۾ اچي شڌي تحريڪ جي اڳواڻ سوامي شرڌانند کي قتل ڪيو. اهڙي ريت هند ۽ سنڌ ۾ رهندڙ انسانن جي وچ ۾ نفرت جي باھ ڏينهون ڏينهن تيز ٿيندي وئي.

1. آڪٽوبر 1939ع تي مسجد منزل گاھ جي تحريڪ شروع ٿي. اها تحريڪ ڪا مذهبي تحريڪ ڪا نہ هئي، پر ان جي پويان ڪي سياسي مقصد هئا. آخر 1940ع ۾ مسجد منزل گاھ جي معاملي تان وڏو ممڻ متو. مسلم ليگين خان بهادر الله بخش سومري جي فيصلي خلاف ستياگرہ ڪري مسجد تي قبضو ڪيو جنهن تي الله بخش گورنمينٽ قبضي ڇڏائڻ جو حڪم جاري ڪيو. پوءِ مسلم ليگي اڳواڻن جهاد جو نعرو بلند ڪيو. پوءِ ڇا ٿيو اهو لکندي لڙڪ لڙي اچن ٿا.

ان سانحي بابت پير علي محمد شاھ راشدي لکي ٿو تہ ”زوري اچي گهڙي پوليس مسجد ۾، ڪن مسلمانن کي لڳيون لٺيون، ڪن تي اٿي گئس، ڪن جا وهيا رت، پوءِ تہ شروع ٿيا هندو مسلم فساد. ڪشت ۽ خون، ساڙ ٻار، اوندھ ۽ انڌوڪار: سوين ماڻهو سکر ۽ پسگردائيءَ اندر، ويا قتلام ٿي. لکن ڪروڙن جون جائيدادون ٿي ويون باهين وگهي پسم، هزارين مسلمانن کي ڇڪي وڌائون جيلن ۾.[2]

انهن جهيڙن ۽ فسادن سنڌ جي سياست تي بہ برو اثر ڪيو. هندن ۽ مسلمانن جو ميلاپ مشڪل ٿي پيو. چند سالن اندر صوفياءَ ڪرام ۽ هندو ساڌن جي هندو مسلم ميلاپ لاءِ پيدا ڪيل فضا مڪدر ٿي وئي. فرقيوار اختلاف وڌندا رهيا، جن نيٺ وڃي ملڪ جي ورهاڱي جي صورت اختيار ڪئي.[3]

پهرين مهاڀاري جنگ ڪانپوءِ انگريز جڏهن ترڪن جي سلطنت کي ورهائي ٽڪرا ٽڪرا ڪري پنهنجي تسلط هيٺ آندو تڏهن مسلمانن جو مذهبي جوش پڙڪو کائي اٿيو. هندستان جي مسلمانن خلافت جي بچاءَ لاءِ هر قسم جي قرباني ڏيڻ جو عهد ڪيو. ڪانگريس بہ مهاتما گانڌيءَ جي رهبري هيٺ، خلافت تحريڪ جي حمايت ۾ ”ترڪ موالات“ جي تحريڪ شروع ڪئي. انگريزن ان تحريڪ جي ڀرپور مخالفت ڪئي. امن سيا نالي جماعتون وجود ۾ آنديون،

[1] پير علي محمد شاھ راشدي: اهي ڏينهن ـ اهي شينهن (ٻيو ڇاپو) صفحو 103 ۽ 104
[2] پير علي محمد شاھ راشدي: اهي ڏينهن ـ اهي شينهن (ٻيو ڇاپو) صفحو 156
[3] جي ايم سيد: جديد سياست جا نو رتن، صفحو 20

انهن جماعتن جو روح روان پير مغان پير صالح شاهه جيلاني هو.

1920ع ۾ بمبئي ۾ خلافت ڪميٽيءَ جو اجلاس ٿيو جنهن ۾ انگريزن سان هر قسم جي عدم تعاون جي رٿ پيش ڪئي وئي. جميت الهند هڪ فتويٰ جاري ڪئي، جنهن ۾ عدم تعاون کي مذهبي طور جائز قرار ڏنو ويو. سنڌ جي عالم پڻ عدم تعاون کي نه صرف مذهبي طور جائز ٺهرايو پر اڃا به هڪ قدم اڳتي وڌي، سنڌ کي "درالحرب" قرار ڏنو. نتيجي ۾ ڪيترن مسلمانن جوش ۾ اچي پنهنجا مال وڪڻي، احتجاج طور ڪابل هجرت ڪري ويا. سنڌ مان مهاجرن جي هڪ اسپيشل گاڏي ڪابل رواني ٿي، جنهن جو روح روان بئرسٽر جان محمد جوڻيجو هو. اها گاڏي سنه 1920ع ۾ لاڙڪاڻي مان رواني ٿي، پر جيئن ته افغانستان جي حڪومت اوچتو پنهنجي پاليسي بدلائي، انگريزن جي دوستيءَ جو دم ڀرڻ لڳي هئي، تنهن ڪري مهاجر ويچارا ڪابل ۾ چورا چنا ٿي پيا. اتي ڪين ڪو به پڇڻ وارو ڪو نه هو. ڪيترائي خاندان تباهه ٿي ويا. رهيا کهيا نراس ۽ ناڪام ٿي واپس موٽي آيا. اهي سڀ واقعا، لڙ ۽ جهيڙا تارڪ فقير جي دور ۾ ٿيا، جن سنڌس دل کي سخت صدمو رسايو جنهن جو ثبوت سندس شاعريءَ مان ملي ٿو.

1940ع ۾ مسلم ليگ مذهب جي بنياد تي هڪ الڳ ملڪ ٺاهڻ جي گهر ڪئي. آخر جناح صاحب جي ڪوشش سان 1947ع ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو. پير علي محمد شاهه راشدي ويهين صديءَ جي پهرين اڌ بابت کهڙو نه سهڻو لکيو آهي ته، "عيسوي ويهين صديءَ جو پهريون اڌ خاصي گوڙ گهمسان ۽ ڦيرڦار جو زمانو ٿي گذريو آهي. ان زماني ۾ ٻه عالمگير جنگيون لڳيون، بادشاهين ۾ ٽاڪوڙا پيا. ڊڪٽيٽر ايريا ۾ ٽنگيا. ايٽم بم ڦاٽا، هند ۽ سنڌ مان فيل مست فرنگي موڪلائي ويو. هند کي سوراج ۽ سنڌ کي پاڪستان جڙيو." ❶

## تارڪ فقير جا همعصر سنڌي شاعر:

فقير هدايت علي نجفي، تارڪ، جنهن دور ۾ اڪ ڪولي سو عروضي شاعريءَ جو دور هو ۽ لاڙڪاڻي کي مرڪزي حيثيت حاصل هئي. سڀ کان پهريون ڪل سنڌي ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي ۾ ٿي، بزم مشاعره به اتي قائم ٿي، جنهن جي سهاري مشاعرا ٿيڻ لڳا. هفتيوار "الحقيقت" ۽ ماهوار "گلدسته سنڌ" ۽ بعد ۾ ماهوار "اديب سنڌ" عروضي شاعريءَ کي عام ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. مطلب ته لاڙڪاڻو عروضي شاعريءَ جو گهر هو. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب لکيو آهي ته "ايئن ته سر زمين سنڌ جو هر شهر علم ۽ معرفت جي اهڃاڻن ۾ هڪ ٻئي کان سرس پئي رهيو آهي، پر پوري هڪ صديءَ کان لاڙڪاڻي ۽ ان جي پسگردائي کي سڄي سنڌ ۾ جيڪا شهرت ۽ اهميت نصيب ٿي آهي، سا ڪنهن به سنڌ واسيءَ کان مخفي نه آهي." ❷

---

❶ پير علي محمد شاهه راشدي: اهي ڏينهن – اهي شينهن: (پهريو ڇاپو) صفحو 2

❷ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي: لاڙڪاڻي جي قادرين جو ڪتب خانو ماهوار "نئين زندگي" صفحو 14، نومبر 1968ع.

پير علي محمد شاهه راشدي لکي ٿو ته "شعر شاعريءَ جي معاملي ۾ ڪجهه وقت تائين ته لاڙڪاڻي ساريءَ سنڌ جي اڳواڻي ڪئي."[1]

مير سانگي جي زماني ۾ حيدرآباد کي شعر و سخن جي سلسلي ۾ مرڪزي حيثيت حاصل هئي. مير سانگي نه صرف اعليٰ شاعر هو پر شاعريءَ جو قدردان به هو. ونس "شعر بازي" جون محفلون ٿينديون رهنديون هيون. سيد حسام الدين شاهه راشدي صاحب جن لکيو آهي ته "لاڙڪاڻي ۾ سنڌي زبان جي ادب ۽ شعر و سخن جو به ڏاڍو چرچو هوندو هو. گويا ان وقت جيستائين مسلمانن جو تعلق آهي، لاڙڪاڻي کي مرڪزي حيثيت حاصل هئي.

"سانگي"، "گدا" ۽ "قليچ" جي دور ۾ اهو شرف حيدرآباد کي هو اتي اهو ڇهچٽو هوندو هو. جڏهن اتي مجلسان منتشر ٿيون ۽ جڏهن اها راند ڦٽي. تڏهن لاڙڪاڻي جو وارو وريو. حيدرآباد تي جنهن وقت خزان آئي، ان وقت لاڙڪاڻي ۾ ادبي بهار جي آمد ٿي. سنڌي ادب ۽ سنڌ جي ادبي تحريڪن جو سمورو معاملو ۽ مرڪز لاڙڪاڻي منتقل ٿي ويو."[2]

بزم مشاعره جي سهاري هيٺ ٿيندڙ مشاعرن ۾ مقامي شاعرن کان علاوه سنڌ جي ٻين شهرن جا به شاعر اچي شريڪ ٿيندا هئا. تارڪ مرحوم به ڪڏهن ڪڏهن انهن مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو جتي سندس ڪن شاعرن سان ڏيٺ ويٺ ٿي. لاڙڪاڻي ۽ ان جي آس پاس جي شاعرن سان ته سندس سنگت اڳ ۾ ئي هئي، پر ادبي ڪانفرنس جي موقعن تي ٻاهران آيل شاعرن مان ڪن سان سندس روح رلي ويو. ڪي شاعر سندس شخصيت ۽ شاعريءَ کان متاثر ٿي ونس ڪهي آيا، ڪن شاعرن سان پاڻ وڃي روح رچنديون رهاڻيون ڪيائين. تارڪ فقير مشاعرن کانسواءِ سنڌ جي صوفي بزرگن جهڙوڪ شاهه، سچل ۽ بيدل وغيره جي عرسن جي موقعي تي سندن درگاهن تي وڃي حاضري ڀريندو هو. اهڙي ريت سندس شاعر دوستن جو چڱو حلقو پيدا ٿيو. جن مان ڪي بزرگ به هئا، جي سندس وڏا معاصر چئي سگهجن ٿا. انهن ۾ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ[3] (وفات 1929ع)، شمس الدين بلبل (وفات 1919ع) سيد علي محمد شاهه علي خيرپوري[4] (وفات 1936ع) جا نالا نمايان حيثيت رکن ٿا.

ايم اي سنڌي جي چوٿين پيپر بجاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان لکرايل هڪ مقالي ۾ محمد مبارڪ بروهي تارڪ جي دوستن بابت لکيو آهي ته "تارڪ جا پنهنجي زماني جي مشهور سنڌي شاعرن سان دوستانا تعلقات هئا". حاجي محمود خادم، علي محمد قادري، مولوي محمد

---

[1] پير علي محمد شاهه راشدي: اهي ڏينهن- اهي شينهن: (ٻيو ڇاپو) ص-483

[2] پير حسام الدين شاهه راشدي: هو ڏوٿي هو ڏينهن: ص-22

[3] مرزا قليچ بيگ جڏهن قمبر ۾ مختيارڪار هو تڏهن تارڪ جون ساڻس گهڻيون ملاقاتون ٿيون: تارڪ فقير سندس وفات تي هڪ مخمس لکيو هو. اهو نظم سنڌي، عربي، اردو، هندي، سرائيڪي ۽ فارسي زبانن ۾ چيل آهي، جو ماهوار نئين زندگيءَ جي جولاءِ ١٩٥٤ع واري پرچي ۾ "اديب بي مثال" جي عنوان سان شايع ٿيو هو.

[4] علي سائين جيلاني خاندان مان هو سندس مورث اعليٰ نبي شاهه اچ کان سنڌ ۾ آيو ۽ ڏانوري جي ڳوٺ تعلقي خيرپور ۾ اچي ويٺو. علي محمد شاهه پنهنجن وڏن وانگر پرهيزگار ۽ شريعت جو صاحب هو فيض درياهه شاهه جو مريد ٿيو. ڪافي جو بهترين شاعر هو. تارڪ مرحوم جو گهاٽو يار هو.

عاقل "عاقلي"، غلام سرور خان مغل، نواب گل محمد خان زيب، استر جمع خان غريب، مولوي محمد عظيم شيدا، غلام علي مسرور، لطف الله بدوي، رئيس شمس الدين خان بلبل ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ صاحب تارڪ مرحوم جا گهرا دوست هئا. [1]

حقيقت ۾ محترم بروهي صاحب، فقير هدايت علي تارڪ جا سڀ دوست ڪين ڄاڻايا آهن. فقير صاحب جو تعلق لاڙڪاڻي ضلعي سان هو تنهن ڪري تارڪ جهڙي برک شاعر سان پنهنجي ضلعي جي شاعرن جو تعلق هڪ لازمي ڳالهه آهي. انهن مان ڪن سان ته فقير صاحب جا تمام گهرا تعلقات هئا ته ڪن سان دعا سلام هئي. بهرحال ان دور ۾ لاڙڪاڻي کان سواءِ سنڌ جا ڪي ٻيا برک شاعر سندس دوستيءَ جي دائري ۾ اچي وڃن ٿا: جي هي آهن:

مولوي محمد عاقل، فقير علي محمد قادري، ٻيڙو فقير، غلام سرور مغل، محمد فقير کٽياڻ، لعل چند مجروح، ڪشنچند بيوس، جمع خان غريب، غلام سرور فقير قادري، صوفي غمدل فقير، آغا غلام نبي صوفي، نواب گل محمد مگسي، نواز علي نياز جعفري، مولوي ثناءَالله ثنائي، فقير غلام علي مسرور، حاجي محمود خادم، مولوي محمد عظيم شيدا، حافظ محمد احسن چنا، حيدر بخش جتوئي، لطف الله بدوي ۽ عبدالفتح عبد عاقلي.

ان دور ۾ لاڙڪاڻي کان علاوه سنڌ جي ٻين شهرن ۾ به ڪيترائي برک شاعر موجود هئا، جي سڀ تارڪ جا همعصر شاعر شمار ڪيا ويندا، پر هتي فقط تارڪ جي همعصر دوست شاعرن جو مختصر ذڪر ڪيو وڃي ٿو.

[1] فقير هدايت علي تارڪ (مونو گراف ـ سال 1968ع) صفحو 15

پهرين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻو: زيرِ صدارت شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ. 25 - 26 ڊسمبر سنه 1921ع



ساڄي ڪان: نواز علي نياز فقير عبدالقادر بيدل، حاجي محمدو خادم امير الدين همدم غلام سرور فقير قادري، علي محمد قادري، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، مرزا منوچهر بيگ، احمد علي ڪامران، رئيس نجم الدين نجم، هدايت علي نجفي، مرزا محمد خان ۽ محمد بخش واصف.

پويان: جمع خان غريب، مولوي ثناء الله ثنائي ۽ ماستر رزاق ڏنو سائل.

## تارڪ جا دوست ۽ ساٿي شاعر:

### مولوي محمد عاقل (1851_1941ع)

مرحوم محمد عاقل آخوند الله نواز جو فرزند هو. سندس ولادت خانبهادر محمد ايوب کهڙي جي ڳوٺ عاقل ۾ ٿي. سندس تعلق سومرا خاندان سان هو. عاقل مختلف مدرسن ۾ سنڌي، عربي ۽ فارسي تعليم حاصل ڪئي، پنهنجي محنت ۽ ذهانت سان اردو هندي ۽ سرائيڪي ٻولين جي به ڄاڻ حاصل ڪيائين، انهن ٻولين تي ڪيس ڪافي دسترس حاصل هئي. عاقلي مرحوم ڪجهه عرصو ڪنگري (پير جو ڳوٺ) ۾ به رهيو. پير صاحب پاڳارو سائين حزب الله شاهه رحه سندس ڪلام گهڻو پسند ڪندو هو. پير علي محمد شاهه راشدي سندس متعلق لکيو آهي ته "فارسيءَ جو وڏو شاعر هو پير صاحب پاڳاري سائين حزب الله شاهه رحمت الله عليهه جو درٻاري شاعر رهي چڪو هو. هڪ موقعي تي پير صاحب حزب الله شاهه رحه پنهنجي مصاحبن جي وچ ۾ ويٺي هي مصرع جهونگاري:

صحرا چه خوش است که در نه دارد

سندس صاحبزادي ميان علي اصغر شاهه مرحوم برمحل ٻي مصرع ٻڌي:

عاشق چه خوش است که سر نه دارد

سندس محفل ۾ هڪ ٻڙڪ سنج شاعر جيڪو "چٽنگي" تخلص ڪندو هو تنهن عرض ڪيو ته:

چٽنگي چه خوش است که گهر نه دارد

محفل ۾ اهو خاص رنگ ڏسي، مولانا عاقل به پنهنجو "پرابلم" پيش ڪري ڏنو فرمايائين:

مفلس چه خوش است که زر نه دارد

پير صاحب چٽنگيءَ کي گهر ٺهرائي ڏنو ۽ مولانا محمد عاقل کي مالي مشڪلات کان آجو ڪري ڇڏيو. [1]

مولانا محمد عاقل جڏهن ڪنگري ڇڏي آيو تڏهن لاڙڪاڻي جي ڊڪيل بازار ۾ ڪتابن جو دڪان کوليائين. جتي عربي، فارسيءَ جا درسي ڪتاب ملي سگهندا هئا. هو سادگي پسند

[1] پير علي محمد شاهه راشدي: اهي ڏينهن _ اهي شينهن (ٻيو ڇاپو) ص_ 474, 475

انسان هو. ڪپڙا بہ تمام سادا پائيندو هو.

مولانا پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪٿي عاقل تہ ڪٿي عاقلي تخلص ڪم آندو آهي. هو نہ صرف فارسيءَ جو قادر الڪلام شاعر هو پر اردو هندي ۽ سنڌيءَ جو بہ بلند پايہ شاعر هو. هن هيٺ سندس ڪلام جو نمونو پيش ڪجي ٿو:

مزه ات لشڪر زنگ است چہ مي بايد ڪرد
چار صف بستہ بجنگ است چہ مي بايد ڪرد
عاقلي حيلہ بہ آن شوخ چہ بايد ڪردن
ڪان صنم نيز ز سنگ است چہ مي بايد ڪرد. ❶

---

غم معاش ڪند پست فڪر شاعر را
تلاش دانہ در آرد بخاڪ طائر را.

---

هن آب سان ڪيئن دُرعدن شهر ڇڏي ها
عزت جي هجي ها ڪهين گوهر جي وطن ۾
ساغر نہ آهہ اڄ باغ آ ميدان شهادت
"ساغر ٿو هلي خون جو اڄ باغ چمن ۾" ❷

**غزل**

"شبِ وصل ڇا مختصر ٿي وئي"
جو هڪ منت اندر گذر ٿي وئي
جدا يار جلدي ٿيو هاءِ هاءِ
چيائين تہ هاڻي سحر ٿي وئي
تنهنجي حسن ۽ عشق منهنجي جي ڳالهہ
سڄي ملڪ ۾ مشتهر ٿي وئي
پيئڻ عاشقن جو ٿيو آب چشم
خورش تن جي لخت جگر ٿي وئي
آيو عاقلي سو سڄڻ تنهنجي گهر
دعا تنهنجي اڄ بااثر ٿي وئي. ❸

---

❶ هي شعر حافظ خير محمد اوحدي کان زباني معلوم ٿيا.
❷ مٿيان شعر تارڪ فقير جي هڪ مسوده "برهہ جي بندي" تان ورتل آهن: تارڪ مرحوم لکيو آهي تہ هو لعلورائنڪ ۾ حڪيم نصرت جي اوطاق تي ويٺو هو تہ اوچتو عاقلي اچي نڪتو ۽ گفتگو دوران اهي شعر پڙهيائين.
❸ هفتيوار الحقيقت لاڙڪاڻو 13 جولاءِ 1932ع

بـر بـود دلـم آن رشـڪِ ـپـري
بڪرشـمہ ونـاز وعشـوہ گـري

شـب روز مـن انـدر جسـتن وي
هُـو محجـوب انـي فـي الحـي
تـنهن نـاز پرئـي جـي درسـن لئـي
مـين ڏونيهہ ڦـرون نگـري نگـري

مـن گريئـہ ونالئـہ ونـا ڪـامي
قـد سـرت نـديم الآلامـي
تـون تـہ يـار وجـي ٿئـين آرامـي
ڪيسـي پريـت پيـا تمهـري تمهـري

اي قبلئـہ جـان وي ڪعبـہ دل
فـي يـوم فـي بيتـي انـزل
اهـو عـرض ڪـري عجـزون عاقـل
سـن عـرج سـکهي همـري همـري

## فقير علي محمد قادري (1857_1940ع)

فقير علي محمد قادري پنهنجي خاندان جو سياڻو سپوت هو. سنڌي عروضي شاعريءَ کي ترقي وٺرائڻ ۾ سندس ڪوششون قابل قدر آهن. عروضي شاعريءَ جي سکيا واسطي گلدستہ سنڌ نالي هڪ رسالو جاري ڪيائين: ڪيس شاعري جو شوق پنهنجي مامي غلام محمد گدا❶ جي صحبت ۾ حاصل ٿيو. پروفيسر اياز حسين قادري کان معلوم ٿيو تہ "ميان علي محمد قادري سڀ کان پهرين فارسي غزل چيو ۽ اهو غزل ٻڌي گدا مرحوم ايڏو تہ خوش ٿيو جو پٽاشا ورهايائين."

قادري مرحوم کي گهر ۾ ئي شاعرانہ ماحول مليو. سندن ئي اوطاق تي مشاعرن جون محفلون ٿينديون هيون. اهڙي ريت مشق سخن جاري رکندي، صاحب ديوان شاعر بڻيو. سندس ديوان 1940ع ۾ ڇپيو. پاڻ بہ ساڳيئي سال هن فاني جهان مان موڪلائي ويو.

پروفيسر رام پنجواڻي ماهوار "سنڌو" ۾ "سنڌ جا زنده شاعر" جي عنوان سان قسطوار مقالا لکيا هئا: جن ۾ ان دور جي شاعرن جو مختصر سوانح ۽ سندن شاعريءَ جي خوبين ۽ خصوصيتن تي روشني وڌل آهي، ميان علي محمد قادري بابت لکيو اٿس تہ "ميان صاحب جيڪو بہ شعر چيو آهي، تنهن ۾ گهاٽي معنيٰ آهي ۽ سليس ۽ سادا سودا راڳ جي عام ماڻهن

❶ گدا، ميان محمد صالح قادري جو فرزند هو محمد صالح قادري سچل سرمست جو مريد هو. گدا ١٣١٠هہ ۾ وفات ڪئي.

ٻه ٻڏا هوندا، تن ۾ به حقيقي راز رکيل آهي.[1]

قادري مرحوم جي شاعري متعلق مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ صاحب لکي ٿو ته "مرحوم قادري فني شاعرن مان هو. ميان غلام محمد گدا سندس استاد هو. مرحوم قادري سنڌي، فارسي ۽ اردو ۾ چڱي دسترس رکندڙ هو".[2]

قادري مرحوم بيت ۽ ڪافيون به چيون آهن. سنڌي غزل ۽ نظم کان علاوه مثنوي جي فن تي به مهارت حاصل هيس. سندس مثنوي "ليلىٰ مجنون" وڏي اهميت رکي ٿي. ان کان علاوه سندس ٻيون تصنيفون هي آهن. "حسن و عشق"، گلدستہ نعت قادري.

قادري مرحوم هڪ شريف، بااخلاق ۽ يارويس انسان هو. سندس دوستيءَ جو دائرو وسيع هو. غلام مصطفىٰ بلوچ پنهنجي هڪ تحقيقي مقالي ۾ لکي ٿو ته "پاڻ وڏو شاعر هو ۽ اهل قلم هو. تنهن ڪري مرحوم محمد عاقل، مرحوم هدايت علي نجفي، مرحوم جمع خان غريب، مرحوم حاجي محمود خادم ۽ مرحوم نواز علي خان نياز جهڙا باڪمال بزرگ، سندس حلقہ احباب ۾ شامل هئا، جن سان سندس محبت ۽ محفلون هيون".[3]

سندس شاعريءَ تي تبصرو ڪندي مقالا نگار وڏيڪ لکي ٿو ته "ديوان قادريءَ تي سرسري نظر اچلائجي ته سچوئي اهڙن شعرن سان مزين ۽ سينگاريل نظر ٿو اچي، جنهن جو هر لفظ معطر ۽ خوشبودار هجڻ ڪري دماغ کي انتهائي ڪيف و سرور بخشي ٿو. ڇا سندس نڪتہ سنجي، ڇا سندس لفظن جي پوچ ۽ ڇا وري منجهس نيڪ خيالات و جذبات جو اظهار. مطلب ته "ويهون وچايل آهن".[4]

قادري مرحوم نہ صرف سنڌيءَ جو بلند پايہ شاعر هو پر فارسي ۾ به شعر چوندو هو. پير علي محمد شاهہ راشدي سندس متعلق لکيو آهي ته "ساڱئي قادري خاندان جو پڳدار مرحوم مغفور ميان علي محمد صاحب قادري پڻ شعر و شاعريءَ جو شغل ڪندو ٿي رهيو نہ فقط صورت ۾ بلڪ سيرت ۾ به بزرگ هو. سندس مٿي تي سنڌي طرز جي پڳ خاص طرح سان ڏاڍي سٺي لڳندي هئي. فارسي خواهہ سنڌيءَ ۾ گهڻو ڪلام چڏيائين. سندس همعصر شاعر کيس استاد ڪري مڃيندا هئا."[5]

سيد حسام الدين شاهہ راشدي لاڙڪاڻي جا مشاعرا اکين سان ڏٺا. موصوف پنهنجي شاهڪار تصنيف "هوڏو تي هو ڏينهن" ۾ انهن جو وٽندڙ نموني ۾ ذڪر ڪيو آهي. قادري خاندان جي شاعرن سان سندس گهرا تعلقات هئا. ميان علي محمد قادري بابت لکيو اٿن ته "......نماڻو نهٺو نيڪ، سياڄهو ۽ مهربان، ڪنهن جي تيريءَ ميريءَ مان نہ ڄاڻندڙ بزرگن جهڙا روش ۽ اٿيءَ ويٺيءَ ۾ ڏاڍي وضع داري، ايئن پيو معلوم ٿيندو ڄڻ سيني جو سرپرست ۽ سچي محفل جو مربي

---

[1] رام پنجواڻي: سنڌ جا زنده شاعر، ماهوار "سنڌو" نومبر 1936ع صفحو 27
[2] طالب المولىٰ: يادرفتگان، صفحو 33، سال 1953ع
[3] غلام مصطفىٰ بلوچ: فقير علي محمد قادري، سنڌ يونيورسٽي پاران لکيل تحقيقي مقالو: صفحو 2، سال 1964ع
[4] ايضا: صفحو 33
[5] پير علي محمد راشدي: اهي ڏينهن ـ اهي شينهن، (ٻيو ڇاپو) صفحو 482 سال 1974ع

آهي. سيئي جڻ سندس اولاد برابر پيا سونهن..... ميان صاحب مرحوم جو سچو غزل نهايت ادب ۽ خاموشيءَ سان پڙهو ويندو هو. هڪ اڌ بيت توحيد ۽ نعت ۾، چند سٽان پنجتن پاڪ جي تعريف ۾، ڪجهه نڪتا اخلاق جا ۽ ڪي سبق تصوف جا. ڪڏهن ڪڏهن عشق جي چاٽ به اچي ويندي هئي، ليڪن اها حقيقي، مجاز جو مزو غالبن خود ميان صاحب ئي ڪو نه ماڻيو هو تنهن ڪري انهيءَ جو اسرار بيان ڪرڻ سندس وضعداريءَ جي بلنديءَ کان گهٽ ۽ پست هو“. ❶

قادري مرحوم علم عروض جو وڏو ڄاڻو هو ۽ صنايع بدائع جي به وڏي ڄاڻ هيس. اهوئي سبب آهي جو سندس ڪلام ۾ فني پختگي به آهي ته شاعرانه صنعتن سان سينگاريل به آهي. سندس ڪلام ۾ تخيل جي بلندي ۽ نازڪ خياليءَ جا به ڪيترائي مثال نظر ايندا. مطلب ته سندس ڪلام ۾ ڪيتريون ئي خوبيون آهن ۽ ان لحاظ کان کيس ان دور جي سٺن شاعرن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو.

هن هيٺ سندس ڪلام جو نمونو پيش ڪيو وڃي ٿو.

غم ته دنيا ۾ گهڻا پر عشق جو غم ٻي طرح
آهه هن عالم ۾ ليڪن هن جو عالم ٻي طرح
زخم دل تدبير سان هرگز نه ڇٽندا اي طبيب
هن جو ٻرڪو هي جي لپري، هن جي مرهم ٻي طرح
عشق اختياري نه ڪڏهين ڪفر ۽ اسلام کي
هن جو مذهب، هن جي ملت، قادري ڪم ٻي طرح

---

چشم خونيءَ تي قضارا دل جو مائل ٿي وئي
هڪ اشاري تيغ ابروجي سان گهايل ٿي وئي
دل ڏکي قاتل جي وقت قتل يڪدم منهن جي دل
حرز جان تي ان جي گردن ۾ حمايل ٿي وئي
ناز نيڻن جي سان ماڏي، يار مرڪي جو ڏٺو
جا هئي اميد منهن جي دل جي حاصل ٿي وئي
دل کسي ويو دلربا ۽ درد غم مان وٺ رهيو
درد غم دلبر جو بيدل واسطي دل ٿي وئي
ڪاروان شوق ويو ٿي، واٽ وحشت جي وئيون
جان رسيو ڪرب و بلا ۾ ان جي منزل ٿي وئي
قادري اعمال ناما جاچ لئه جو پيش ٿيا
جا عبادت ري محبت هئي سا باطل ٿي وئي.

❶ سيد حسام الدين راشدي: هو ڏوٿي، هو ڏينهن: صفحو 117، 118 سال 1977ع.

---

ڏيـنهن ڪـان صـد بـار آهـي رات وڌ درجـات ۾
راز معشـوقي ڪلـي تـو عاشـقن تـي رات ۾
احـد ۽ احمـد جـي وچ ۾ راز جيڪـو هـو رکيـل
تـنهن مـان ڪجهـ ظاهر ٿيو معراج واري رات ۾
اشڪباري جام دل خون جگـر جي مئي سان پُر
ميڪشن کي ترڪ مئي ممڪـن نـہ آ برسات ۾
پنبئہ غفلت ڪڍي چڌ تون ڪنن مان قادري
نغمئـہ توحيـد آ هـر سـان سـر ۽ لات ۾

## ٻيڙو فقير (1865_1939ع)

سري جو ستارو ڳوٹ بخشي انڙ وارو ٻيڙو فقير ڀلارو سنڌ جو سونهارو شاعر ٿي گذريو آهي: سندس ڳوٹ شڪارپور ۽ سلطان ڪوٹ جي وچ تي چوئي شاخ جي ساڄي ڪپ تي ته پليءَ جي ويجهو واقع آهي. اتي ئي سندس آخري آرام گاهہ آهي. هينئر اهو ڳوٹ بخشي انڙ بجاءِ سندس نالي پويان "ٻيڙي فقير جو ڳوٹ" سڏجي ٿو.

ٻيڙو فقير ننڍپڻ کان ئي نرالي طبيعت جو مالڪ هو. اکري علم جي اوڏوئي نہ ويو. "اکر اڳيان ايري، واڳون تي وريام" وارو حال هو.

هو ازلي عشق ۾ ديوانو ۽ مستانو بڻجي، واٽن تي ويهڻ ۽ جهنگن ۾ جالڻ لڳو. مائٽن کيس ڳئون چارڻ لاءِ ڏنيون، پر هي ڏنار ڳئون جهنگ ۾ ڇڏي، ٻي اونو تي ڪنهن وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهي ڪافيون ڳائيندو هو. سڀ کان پهرين جيڪا ڪافي چيائين سا هن ريت آهي:

**ٿلهہ:** سـگهڙو مـونج يـار تـوکي وينـا سـاريون
سچ جـي سـرڪ صـاف وئـين ڪـا پيـاريون

تنهنجي سورن جي کهڙي ڳالهہ ڪريان
پـائي پانـڌُ ڳچـي پرَجـي پـيش پـوان
ابـرو عاشـق تـي ڪـن ٿـا ڪـان سـوان
ڏاڍي چوهـہ چـڏيون وڙهـن ويچـاريون.....

تنهنجي سڪ ۾ يار سدا ٿي هيءَ سڪي
پروانـا پـر ڏي رويـون روز لڪـي
مـن کـي محب اچـن، وينـي واٹ ڪـي
منهنجـي ڦـٽن جـو تـو وٹ دوسـت دارون.....

عشق هو بيدل ڪي ٻنڌڻ لاڪون
چو محب ڏڪين منهن عجيب اسانکون
روحڙو آهه رتو تن هي توهان کون

دم نه تجاڻ ڏار توڙي تا نهاريون.......

اهو ڪلام ڳائيندي وجد ۾ اچي ويو ۽ بيهوشيءَ جي حالت ۾ اچي زمين تي ڌهڪو ڪيائين. ان ئي حالت ۾ کيس گهر کڻائي ويا. سندس مائٽن سمجهيو ته مٿس جنات جو اثر ٿي ويو آهي. تنهن ڪري دعائن ۽ تعويذن ڏيڻ ۽ ڦوڪن تي زور ڏيڻ لڳو. فقير جي موج ۽ مستي ڏينهون ڏينهن وڌندي رهي. هو لوڪ جا لڄ لاڳاپا لاهي فقيري پوش پائي، هٿن ۾ گهنگهرو ٻڌي نچڻ ۽ ڳائڻ لڳو. عام ماڻهو کيس چريو سمجهندا هئا.

هوءَ جا گهوري گهوٽ جي، تنهن کي چري چون.

سندس شروعاتي زندگي ايئن نچندي ڳائيندي، مجذوبي ۽ مستيءَ جي حالت ۾ گذري، جڏهن ڦوهه جوانيءَ کي پهتو تڏهن شادي ڪرايائونس. پهريائين ته پنهنجي حق ڏانهن به توجهه ڪو نه ڪيائين، پر پوءِ پنهنجي مرشد پير پاڳاري سائين حزب الله جي هدايتن سبب پنهنجي حق ڏي توجهه ڪيائين. کيس ٽي پٽ ۽ ٻه نياڻيون ڄايون.

فقير صاحب هڪ سچو سالڪ هو عشق سندس رڳ رڳ ۾ موجود هو. عشق ئي کيس شاعر بڻايو عشق ئي سندس ڪعبو ۽ قبلو هو. جيئن چيو اٿس.

نه مئن سني نه مئن شيعا، نه مئن مسلمان،
عشق اساڏا ڪعبه قبلا، عشق دا عالي شان.

فقير صاحب 43 ورهين جي ڄمار ۾ هن دنيا کان ڪوچ ڪري وڃي بقا واري باغ ۾ آرامي ٿيو. فقير هدايت علي تارڪ جون ساڻس رهاڻيون ٿيون هيون. سندس رحلت تي تارڪ کي سخت صدمو رسيو. تارڪ فقير سندس وفات جي تاريخ "شيخ تهدل" لفظن مان ڪڍي آهي، جنهن جا ڪل عدد 1349هه ٿين ٿا.

فقير صاحب جو مذهب ۽ مسلڪ پيار ۽ محبت هئو. وٽس هندو مسلم جو ڪو فرق ڪو نه هو چو ته لالڻ جي لنوءَ کيس لعل بڻائي ڇڏيو هو.

هندو مومن هڪ ڏٺوسي، ڪو نه ڪو تن ۾ فرق،
لنوءَ لڳي تان لعل ٿياسين، وحدت سندو واريائون ورق.

فقير صاحب گهڻو ئي ڪلام چيو آهي جو "رسالو بيدل فقير" جي نالي سان سنه 1941ع ۾ شايع ٿيو. ان کان پوءِ ان جو ٻيو ڇاپو 1966ع ۾ شايع ٿيو. سندس ڪلام هڪ هندو معتقد آنند رام طوطلداس گڏ ڪري ڇپرايو هو. بيدڙي فقير جي ڪلام بابت پير علي محمد شاهه راشدي لکيو آهي ته "منهنجي سانپر ۾، سندس ڪلام ننڍي وڏي جي وات تي هوندو هو ڪو به ڳائيندڙ

اهڙو ڪو نہ هوندو هو جو شروعات ٻيڙي جي ڪلام سان نہ ڪندو". [1] ان مان ٻيڙي فقير جي ڪلام جي مقبوليت جو چٽيءَ ريت اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ تذڪره شعراءَ سکر ۾ لکي ٿو تہ "ماضي قريب ۾ وڏو صوفي شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪلام تي بيدل جو اثر معلوم ٿئي ٿو. ڪافين ۽ بيتن ڪانسواءِ لوليون، هفتي جا ڏينهن، ٿيهہ راتيون ۽ ٿيهہ اکريون بہ چيون اٿس." [2]

"فقير صاحب جي ڪلام تي سرائيڪي ۽ هندي جو اثر آهي. سندس ڪلام ۾ ڪيترائي سرائيڪي ۽ هنديءَ جا الفاظ نظر ايندا جي وڏي خوبصورتيءَ سان نڀايا اٿس. فقير صاحب جو ڪلام فرقي يا مذهبي دائري کان مٿي غير محدود ۽ لاڪوني آهي. سامي، رام، هولي ۽ جٽيا وغيره هندڪا لفظ بہ عام جام ڪم آيل آهن". [3]

هن هيٺ سندس ڪلام مان بہ ڪافيون پيش ڪجن ٿيون:

ٿلهہ: درد بنا ٻيو سمجهي ڪير، اِتي بازي عشق جي آهي

باهہ برهہ جي ڏئي تي پڙڪا سچ ۾ گهڙي ڪو مرد مٿير....

هي تان ڪار ڪسڻ جي آهي - راند ڪٿي ڪو شير دلير.....

جيئري جان جلائي پنهنجي - پوءِ پائي هن پڙ ۾ پير.....

سمجهہ "بيدل" هن ڳالهہ ڳجهيءَ جي - لاهوتي ڪو لهندو پير....

درد بنان ٻيو سمجهي ڪر.....

## ڪافي

هميشہ يار جي حب رک - ڇڏي ڏي حرص حيراني

1- نانگا هڻ نينهن جو نعرو - لاهوتي ڇڏ لوڪ جو لارو

سيني ۾ سير ئي سارو، تجلو نور نوراني.

2- پڇن ٿا پنڌ جي پرَجا، سانگا ناهن تن کي سر جا

پين ٿا جام ڪوثر جا، لنگهي ٿيا لعل لاثاني.

3- وڃائج وقت نا وبهي، اِتي تون جاڳ پرڏيهي

هتون هليا ويا ڪيئي، سڪندر شاهہ لاثاني.

4- بيدل سوريءَ سر سنجي، پوئتي پير نہ هٽجي

ڏئي سر هي سر ڪتجي، رسي پوءِ فيض رحماني.

---

[1] پير علي محمد راشدي: اهي ڏينهن - اهي شينهن (ٻيو ڇاپو) سال 1974 ص- 215.

[2] ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: تذڪره شعراءَ سکر، صحفو 189 سال 1965ع

[3] آنند رام طوطلداس: رسالو بيدل فقير (ٻيو ڇاپو) صفحو 19 سال 1966ع.

ڪافي:

ٻئي ڪي ڪين سٽائن سور.....عاشق محبت ۾ مخمور
لڳڙو جن ڪي نينهن نرالو- پُر پيتائون پرت پيالو
تيا هڪ ڇُڪيءَ ۾ چوُر....
الف اندر ۾ ڪين اجارو- ايريو سچ حقيقت وارو
تيا نسورو نور....
قلب ڪعبو جن جو آهي- ٻئي در ويندا ڪهڙي ڪاهي
ڪن تا هر دم حج حضور......
يار ٻيل ڪي رمز رلائي- رهبر مرشد راهه ٻتائي
تيو راضي رب غفور.....
عاشق محبت ۾ مخمور.....ٻئي ڪي ڪيئن سٽائن سور....

## غلام سرور مغل (1883_1953ع)

سرور مشهور فارسي شاعر رسول بخش رهي[1] جو فرزند هو. رهي روينيو کاتي ۾ مختيارڪار هو. بعد ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تي فائز ٿيو. هو جڏهن قمبر ۾ مختيارڪار هو. تڏهن کيس هڪ پٽ ڄائو جو اڳتي هلي سرور مغل جي نالي سان سنڌ جي سٺن غزل گو شاعرن ۾ شمار ٿيڻ لڳو.

سرور سنڌي، اردو عربي، فارسي ۽ انگريزي جي تعليم حاصل ڪئي، سندس والد کي قمبر ۾ ڪجھ زمين هئي، تنهن ڪري سرور اتي ئي سڪونت اختيار ڪئي. هو اصل ۾ بروهي هئا، پر سنڌ ۾ اچي مغل سڏائڻ لڳا.

سرور 1919ع کان شعر چوڻ شروع ڪيو. سنڌيءَ کان علاوه اردو ۾ به شعر چوندو هو. هو نه صرف سٺو شاعر هو پر ڪامياب نثر نويس به هو. لاڙڪاڻي ۽ ٻين شهرن ۾ ٿيندڙ مُشاعرن ۾ وڏي شوق سان شريڪ ٿيندو هو. هو ڪجھ وقت جيڪب آباد ۾ به رهيو. جتي حافظ خير محمد اوحديءَ سان گڏجي بزم ادب جو پايو وڌائين ۽ ان بزم طرفان ماهوار مشاعرا ٿيندا هئا.

سرور 2 فيبروري 1953ع تي لاڙڪاڻي ۾ وفات ڪئي، کيس جاڙل شاهه جي قبرستان ۾ دفنايو ويو. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي تاريخ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ لکي ٿو ته ”سرور سنڌي ڪانسواءِ اردو ۾ به ڪلام چيو آهي، علامه اقبال سان به ملاقات ٿي هيس، ۽ هو سندس شعر کان ڏاڍو متاثر ٿيو هو. نظم کانسواءِ نثر تي به عبور حاصل هيس“.[2]

---

[1] منشي رسول بخش رهي (وفات 1912ع) اصل ۾ قلات(بلوچستان) جو باشندو هو. فارسي کان علاوه سنڌي ۾ به ڪلام چيو اٿس، مير سانگي واري دور ۾ کيس سٺن شاعرن ۾ شمار ڪيو ويندو هو.

[2] ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ڊاڪٽر: تاريخ ضلعو لاڙڪاڻو (ٻيو ڇاپو)

سرور جي حافظ خير محمد اوحديءَ سان گهاٽي دوستي هئي. هو ٻئي سالن جا سال جيڪب آباد ۾ رهيا ۽ اتي مشاعرا ڪرائيندا رهيا. حافظ صاحب کان معلوم ٿيو ته ”سرور جا علامہ اقبال سان تمام گهرا تعلقات هئا، بي تڪلفيءَ جي حد تائين. سرور جلدي جلدي لاهور ويندو هو ۽ ڪجھ عرصو وچي اتي رهندو هو ۽ اتي روزانو علامہ اقبال سان ملندو رهندو هو“.[1] حقيقت ۾ سرور وڏو عياش هو ۽ لاهور به گهڻو ڪري انهيءَ سلسلي ۾ ويندو هو. عبدالخالق ٿهيم لکي ٿو ته ”هي صاحب هڪ زميندار هو. تنهن ڪري هن پنهنجي زندگي عيش عشرت ۾ گذاري. جوانيءَ جي ابتدا جي زماني ۾ عشق جي چٽنگ سندس دامن ۾ پيئي، جا دکندي رهي ۽ انهيءَ محبت جي مچ سندس شاعريءَ کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا“.[2]

حافظ خير محمد اوحديءَ وڌيڪ ٻڌايو ته علامہ اقبال سرور جي آباءَ اجداد جي ڪتب خاني جا ڪي ناياب ڪتاب مطالع ڪيا هئا. پر ڪڏهن ۽ ڪٿي؟ سو هينئر ياد نه آهي. انهيءَ ڳالهه سندن تعلقات ۾ زياده گهرائي پيدا ڪئي. اقبال سرور سان ڪڏهن ڪڏهن رازداريءَ جون ڳالهيون به ڪندو هو. هڪ ڀيري سرور اقبال کي چيو ته ماڻهو چوندا آهن ته اقبال بي عمل آهي، تو پاڻ به پنهنجي لاءِ چيو آهي ته ”گفتار کا يہ غازي تو بنا، کردار کا غازي بن نہ سکا“.

تنهنجو انهيءَ باري ۾ ڪهڙو جواب آهي؟ اقبال مرڪي چيو ته ”سرور، منهنجو اهو عمل گهٽ آهي جو مان چوان ٿو ۽ ماڻهو عمل ڪن ٿا“. ٿوري دير ترسي اقبال مرڪي چيس ته سرور، فطرت اڄ تائين صرف هڪ شخص پيدا ڪري سگهي آهي، جو جيئن چوندو هو بلڪل اوئين ڪندو هو ۽ اهو محمد رسول الله (ﷺ) هو.[3]

سرور جي ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته سندس ڪلام ۾ ڪيترين ئي خوبيون نظر اينديون، ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته سندس گهڻا غزل روايتي رنگ ۾ چيل آهن. پر ڪٿي ڪٿي هو پنهنجي ذات ۽ ڏانوءَ سان شعرن ۾ وڏي سونهن پيدا ڪري ٿو هو هڪ شعر ۾ ٻڌائي ٿو ته اهڙو شخص جيڪو حور و غلمان جي تمنا ۾ ميدان ۾ مرڻ لاءِ تيار ٿئي ٿو دراصل اهو مجاهد ڪو نه چئبو پر هڪ واپاري چئبو.

حور و غلمان جي تضا ۾ مرڻ ميدان ۾
اي مجاهد اهو سودو آ شهادت ناهي.

اهڙي ريت هو هڪ شعر ۾ زاهد کي ٻڌائي ٿو ته سئو سال جي عبادت کان ان مجاهد جي هڪ ئي نماز افضل آهي جو راهہ حق ۾ وڙهندي، رت سان وضو ڪندي نماز نيتي ٿو.

صد سال بندگيءَ کان سو بهتر آ زاهد.
رت سان ڪري وضو جو مجاهد نماز لئہ.

---

[1] زباني روايت حافظ خير محمد اوحدي.

[2] عبدالخالق ٿهيم: جيڪب آباد تعلقي جي علمي ۽ ادبي تاريخ (سنڌ يونيورسٽي پاران لکرايل تحقيقي مقالو) سال 1967ع صفحو 78

[3] زباني روايت حافظ خير محمد اوحدي.

سرور جي ڪلام ۾ ڪيترين ئي شاعرانہ صنعتون نظر اينديون. مثال لاءِ سندس هڪ غزل جا ٽي شعر پيش ڪجن ٿا، جن ۾ محبوب جي اکڙين، زلفن ۽ نظرن بابت سهڻيون تشبيهون ڏنيون اٿس. اهي تشبيهون ڪي نيون نہ آهن، پر سرور جي بيان جو انداز نئون ۽ نرالو آهي، تنهن ڪري ڏاڍو پيارو لڳي ٿو: شعر ملاحظ فرمايو:

ظالم بڌاءِ تنهنجي اکڙين کي ڇا چوان؟
جادو چوان انهن کي يا قهر خدا چوان؟
زنجير آهہ دام آ، يا ڪہ نانگ آ
زلف سياهہ تنهنجي کي ڪهڙي بلا چوان؟
تيرِ نظر سان مونکي جو گهايل ڪري وڃ
تنهن کي قضا چوان، يا ڪہ تنهنجي ادا چوان؟

سرور جا ڪيترا غزل مرصع غزل معلوم ٿين ٿا ۽ پڙهڻ شرط زبان مان بي اختيار واهہ واهہ جا لفظ نڪرن ٿا. سندس ڪلام ۾ حمد، نعت، تصوف، حسن و عشق ۽ زماني جي حالتن بابت نهايت ئي سهڻا شعر نظر ايندا. سندس ڪلام پڙهڻ کانپوءِ اهو ميٺو پوندو تہ سندس افڪار لاثاني آهن ۽ سندس اشعار لاثاني آهن، جيئن پاڻ ئي چيو اٿس تہ:

صدا بزم جهان کان احسنت، جي ٿي اچي سرور
تنهنجا افڪار لافاني، تنهنجا اشعار لاثاني.

آخر ۾ سندس ڪلام مان نموني طور ٽي غزل پيش ڪن ٿا.

## غزل

عشق وارن جا طريقا ڪيا الله جدا
ڍب جدا، رنگ جدا، رسم جدا، راهہ جدا.
توتي جانان مون ازل کان ڪيا قربان سيئي
دل جدا، جيرو جدا، جسم جدا، ساهہ جدا.
تنهنجي قدمن تي ڪيان صدقي اي قاصد هي شئي
زر جدا، مال جدا، عز جدا، جاه جدا.
مهربان تنهنجي جدائي ۾ ٿيا تنهنجا رفيق
غم جدا، سوز جدا، درد جدا، آهہ جدا.
گلشن حسن جي هر چيز نرالي پائيان
گل جدا، خار جدا، برگ جدا، گاهہ جدا.
عالم عشق جا هن چار عناصر الٽا
گل جدا، آب جدا، باد جدا، باهہ جدا.

عشق جي بحر جي هر لهر ۾ سو بحر جدا
ڪُن جدا، سوچ جدا، چاڙهه جدا، لاهه جدا.

ساعتون هجر تنهنجي جون ٿو ڳڻي هت سرور
شب جدا، روز جدا، هفته جدا، ماهه جدا.

## غزل

جي تون خود بخود چئين هاءِ غضب، نه مزو اچئي ته پري ڏيانءِ
اٿي پيار منهنجي جو ڍنگ عجب، نه مزو اچئي ته پري ڏيانءِ
توکي لطف عشق جي ڇا خبر، ذرا اک سان اک ته ملاءِ هينئر
اچي گهار مون وٽ هڪڙي شب، نه مزو اچئي ته پري ڏيانءِ
جي پرکٽو اٿئي ته پرک پرک، وجهي ڪنڌ ڪنڌ ۾ ٻک ۾ ٻک
ڏي تون وات وات ۾، لب ۾ لب، نه مزو اچئي ته پري ڏيانءِ
چئه سرور اهي ڍول ڍب، پيلا ڪيستائين هي لغولعب
ذرا ڀهرِ حق وٽ راهه رب، نه مزو اچئي ته پري ڏيانءِ

## غزل

هڪ دفعو سيني سان لڳ اي دلربا پوءِ يا نصيب
عرض منهنجو مڃ ڪٿي، نامِ خدا پوءِ يا نصيب
رئندي رئندي رات ساري وئي وهامي روج ۾
صبح ٿيندئي چيو مون مه لقا پوءِ يا نصيب
وڃ ڪٿي مونکي اڏامي، ڪُوچئہِ دلدار ۾
هڪ دفعو پرکي پسان باد صبا پوءِ يا نصيب
حسن جي خيرات دلبر ڪان ملي يا نا ملي
اچ سندس در تي ڪيان ٿو نيئي صدا، پوءِ يا نصيب
توٽي مارين، توٽي جيارين، غمزدن جا غمگسار
تنهنجي قدمن تي پيم تنهنجي رضا پوءِ يا نصيب
سهٽي تان سر صدقي ڪر ۽ دل کي گهوري گهور ڪر
توڙ جاني سان نيائج "سرور" پوءِ يا نصيب.

## محمد خان ڪتياڻ (1884_1939ع)

محمد خان ڪتياڻ[o] ڳوٺ بوراٽي ڪتياڻ، تعلقي هالا، ضلعي حيدرآباد جو وينل هو. هن

[o] ڪتياڻ افغانستان ڪان سنڌ ۾ آيا. سنڌن بهادري ڏسي ٽالپرن کين فوج ۾ کنيو ۽ سنڌن وفاداريءَ سبب کين جاگيرون ڏنائون.

شروع ۾ خانگي نوڪري ڪئي پر ڪجهه وقت ڪانپوءِ اها نوڪري ڇڏي تارڪ الدنيا ٿي، فقيريءَ جو هڪ نئون رنگ ڍنگ اختيار ڪيائين. مخدوم محمد زمان طالب المولي لکيو آهي تہ "نچندي، ڳائيندي وڄائيندي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ توحيد جي موج مچائي ڇڏيائين". ❶

فقير صاحب عربي، فارسي، سنڌي، هندي ۽ اردو جو وڏو ڄاڻو هو. سنڌي، سرائيڪي ۽ هنديءَ ۾ ڪلام چيو اٿس.

محمد فقير شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست ۽ بيدل فقير جي درگاهن تي حاضريون ڀريندو هو ۽ ميلن جي موقعن تي چونڪيون ڏيندو هو. بيدل سائين جي درگاهہ تي تارڪ فقير سان دوستي ٿي هيس. سخي قبول محمد (دوم) درازي کيس گهڻو چاهيندو هو ۽ سندس ڳائڻ کيس گهڻو وڻندو هو. مخدوم محمد زمان طالب المولي لکي ٿو تہ "سخي قبول محمد سندس ڪلام ٻڌي، پيشاني چمندو هوس. چوندو هو تہ "ان ڪوتاريءَ کي چمان ٿو جنهن مان هي سخن پچي نڪتا آهن". ❷

فقير صاحب هميشہ مٽي اگهاڙي رهيو جيئن پاڻ چيو اٿس:

عاشق اصل اويسي، وحدت وصال ويسي،
مشهور ٿيو مهيسي، "محمد" مٽي اگهاڙو.

محمد فقير، سنڌ جي مشهور ڪافي گو شاعر محمود فقير ڪتياڻ (وفات 1907ع) جو ويجهو عزيز هو. سندس شاعريءَ تي محمود فقير جو گهرو اثر آهي. ڪلام محمود ڪتياڻ جي مولف لکيو آهي تہ "محمود فقير ۽ محمد فقير صوفي دراصل ٻئي هڪ ئي خاندان جا آهن ۽ هڪٻئي جا بلڪل ويجها عزيز آهن. محمد فقير، محمود فقير کان بعد ۾ وڏو صوفي بزرگ ۽ سگهڙ ٿي گذريو آهي. ❸

محمد فقير کي پنهنجي عزيز محمود فقير جو ڪلام تمام گهڻو پسند هو. محمود فقير جو گهڻو ئي ڪلام ياد ڪيو هئائين ۽ اڪثر اهو ڪلام ڳائيندو رهندو هو. محمود فقير جي ڪلام ۾ اندروني قافين جي ڀرمار نظر ايندي، محمد فقير جي ڪلام ۾ بہ اندروني قافين جي وارو وار جا ڪيئي مثال نظر ايندا. مثلن محمود فقير جي هڪ ڪافي جو ٿل آهي:

ٻڌي دل دام مئين تہ غلام هون تہ سلامي سرور دي
پڌري پار، مليئي هڻ يار، مين پينار پرور دي

هنيئر محمد فقير جي ڪلام مان مثال پيش ڪجي ٿو:

برهہ بوند، حسن هوند، ڪيئن ڪونڌ ڪڏايا، ڪوڙئين ڪنڌ ڪپايا
حاضر حال، خود خيال، پلا پال پلايا، سرت ساز نرت ناز، رنگي راز رچايا.

محمد فقير جو ڪلام رندي ۽ مستيءَ جو مظهر آهي، سندس ڪلام جا اهم موضوع عشق ۽ تصوف آهن: وٽس لفظن جو وڏو خزانو موجود هو. ان جو ثبوت سندس ڪلام ۾ اندروني

---

❶ طالب المولي: يادرفتگان، صفحو 13 سال 1953ع ❷ ايضا.
❸ محمد صالح سپيو، ماستر: ڪلام محمود ڪتياڻ: صفحو 52 سال 1959ع.

ڪافين جي وارو وار ۾ صنعت تجنيس سان سينگاريل شعرن مان ملي ٿو.

وڄ وڄڻ ڪي ويڙهه وحدت ۾ ورڻ وائي ۾ وار
وڪ وڌائي ويهه، وڃ تي ورق ويسر جا وسار.
وڃ وطن تي واڳ واري وات ويراڳي وٺي
وهت ويس ڪانسواءِ ٻي وهم جي آهي ونگار.
وهه وظيفا ورد واري وقت سڀ واجب وڃاءِ
وير وارث ويجهڙي ڪي وندر جي ويءَ ۾ وهار
”ونحن“ واري ويڙهه ورهه جي وصل جو ووڙي وٿاڻ
وحده واحد وجودي ”وجد الاهي“ تي وچار.
واءَ وصالي تي وڪايو وير سوئي واهرو.
مست ”محمد“ موج مهري وٺي م ويجهو وار وار.

## ڪافي

جپ الف اسم دم دم- ڪري نقش صورت نيشان ۾
دم دم نينهن نظارو لائي
پارس پوش پرين جو پائي
گم تي پنهنجو پاڻ وڃائي
ڪڻ قرب وچون سي ڪلالي قدم- پي محبت مڌ منجان ۾
مرد مچي تا خيال ڪمائن
انحد گهور گگن ڌن لائن
گيت انا الحق ڳايو ڳائن
ڪري سير سمورو صفا تي عدم- ٿيا ساڪن سر سبحان ۾
مئي پي مانجهي مست ڦرن تا
سر سجدي ۾ صاف ڌرن تا
چشمن واري چاڙهي چڙهن تا
پسي نور نظر هر دم- آيا مرد مچي ميدان ۾
سر سچاتم ”محمد“ من ۾
پسي راز رندي سو رندن ۾
تي نفي اثبات اکين ۾
ڇڏ تون ريت ريا جي رسم- گهڙ گهوٽ جي گهمسان ۾.

## لعل چند مجروح (1884_1942ع)

لعل چند عرف لال محمد تخلص مجروح، سنجوڳي شيخ جي قبيلي مان هو. ابتدائي تعليم قمبر جي سنڌي اسڪول مان حاصل ڪيائين، جتان ورنيڪيولر فائنل امتحان پاس ڪري، ان ڪانپوءِ پرائمري ٽيچرس جو سرٽيفڪيٽ امتحان پاس ڪيائين، جنهن بعد پرائمري استاد مقرر ٿيو. ملازمت دوران عالمن جي صحبت ۾ رهي انگريزي، فارسي ۽ اردو جي بہ چڱي ڄاڻ حاصل ڪيائين. ان سان گڏ طبي ڪتابن جو مطالعو ڪري، طب جي بہ سٺي معلومات حاصل ڪيائين.

مجروح منڍ ۾ تہ پرائمري ماستر مقرر ٿيوهو پر نيٺ ترقي ڪري وڃي هيڊ ماستر بڻيو ۽ ان ئي عهدي تان رٽائر ڪيائين. پينشن تي اچڻ ڪانپوءِ پنهنجي گڏ رسفر لاءِ حڪمت جو ڌنڌو اختيار ڪيائين. قمبر، باڊهہ ۽ لاڙڪاڻي ۾ طبابت ڪندو رهيو پڇاڙي ۾ شهدادڪوٽ آيو ۽ اتي سندس مطب شوڪت شفاخاني جي نالي سان مشهور هو.

لعل چند جيتوڻيڪ خانداني روايتن موجب هندڪو نالو سڏائيندو هو پر حقيقت ۾ هو مسلمان هو ڪيس درازي درويشن سان دلي عقيدت هئي. اهو ئي سبب آهي جو هو سائين قبول محمد جو مريد ٿيو. هن شاهہ لطيف ۽ سچل سائين جو ڪلام جو ڳوڙهو مطالعو ڪيو هو. سچل سائين جو فارسي ديوان، "ديوان آشڪار" پنهنجي هٿن سان نقل ڪيو هئائين.

مجروح جنهن دور ۾ اک کولي، سو عروضي شاعريءَ جو دور هو لاڙڪاڻو مشاعرن جو مرڪز هو. تنهن ڪري مجروح بہ عروضي شعر چوڻ لڳو: خاص طور غزل گهڻو پسند هيس. ان کان علاوه بيت ۽ ڪافيون بہ چيون اٿس.

مجروح جي عروضي شاعريءَ ۾ فني پختگي ڪا نہ آهي، پر ان ۾ رواني تمام گهڻي آهي. ان سان گڏ سندس ڪلام ۾ جابجا تشبيهون نظر اينديون، جن سندس ڪلام کي خوبصورت بڻايو آهي. هڪ مقالہ نگار لکي ٿو تہ "حسن ۽ عشق جي ذڪر ۾ تشبيهن جو استعمال ضروري سمجهيو ويندو آهي. عام طرح غزل ۾ لبن جي لالائي کي عقيدت منديءَ سان تشبيهہ ڏني ويندي آهي. مجروح مرحوم لبن جي سرخي جي تعريف ڪندي چوي ٿو تہ عقيق يعني لعل بدخشاني ان جي آڏو ڪا حيثيت نہ ٿا رکن. مثلن:

> ڪيا سرخي لبن تنهنجي جواهر شرمساريءَ ۾
>
> عقيق و لعل جي حالت، بدخشان و يمن کان پڇ.°

مجروح جي شخصيت ۽ شاعريءَ بابت مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ لکي ٿو تہ "مجروح صاحب، سخي قبول محمد صاحب درازي جو طالب هو. مجروح صاحب صاف دل، عاشق مزاج ۽ نيڪ خيال شاعر هو. هميشہ سادگيءَ سان زندگي بسر ڪيائين ۽ دل ۾ مسلماني جذبات بہ جاءِ گزين هيس. آخر تائين مجروح صاحب "بامسلمان الله الله، بابرهمن

---

° فهميده ناز مغل: لعل چند مجروح جي شاعري، سنڌ يونيورسٽيءَ پاران لکرايل تحقيقي مقالو صفحو 37 سال 1974ع.

رام رام" رهيو. [1]

مجروح لاڙڪاڻي جي مشاعرن ۾ اڪثر ويندو رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن سنڌ جي ٻين شهرن ۾ ٿيندڙ مشاعرن جي محفلن ۾ به شريڪ ٿيندو هو. هڪ سچو صوفي، نيڪ خيال ۽ طبع روان شاعر هو. سنڌ جي بزم مشاعرن ۾ شريڪ ٿيند. ها يا پنهنجو ڪلام موڪليندو هو. [2]

آخر ۾ مجروح جي شاعريءَ جو نمونو ملاحظ فرمائيندا:

## غزل

هي عجب اسرار قدرت يار ۽ اغيار مست
جام مست ۽ باد مست ۽ خانئہ خمار مست

عقل مست ۽ عشق مست ۽ عاشق ۽ معشوق مست
زهد مست ۽ توبہ مست ۽ زاهد و هشيار مست

ڪعبہ ۽ مئخانہ مست ۽ مسجد ۽ محراب مست
خاڪ مست ۽ باد مست ۽ پڻ در و ديوار مست

مست قاضي، مست صوفي ۽ ڪرسچن مست آ
مست مومن، مست ڪافر، صاحب زنار مست

باغبان صياد مست ۽ مست بلبل ٿي رهي
مست شجر و مست بوٽو غنچئہ و گلزار مست

مست انسان مست حيوان، ٿا رهن ڪنهن راز ۾
مست غرب ۽ مست فقر ۽ واهہ شاهوڪار مست

مست ذڪر ۽ مست فڪر ۽ مست حال ۽ مست خيال
مست نظم ۽ مست نثر ۽ شاعر و اشعار مست

رات مست ۽ ڏينهن مست ۽ مست ساري آ زمين
چنڊ مست ۽ مست سورج آسمان سيار مست

مست عالم، مست سالڪ، رند مست و مست آ
مست ساقي مست ساغر محفل دلدار مست

مست آ معشوق دائم حسن جي سينگار ۾
مست چشم ۽ مست زلف ۽ خال ۽ رخسار مست

مست قاتل مست مقتل مست هي مجروح آ
مست تيغ و مست پيڪان خنجر خونوار مست.

---

[1] مخدوم محمد زمان طالب المولي: يادرفتگان، صفحو 35

[2] اياز قادري: لعل چند مجروح، ماهوار نئين زندگي، صفحو 23 سال سيپٽمبر 1976ع.

## غزل

ڪيو آ بيمار تنهنجي الفت، ۽ آهه منهنجي دوا ٻه تو وٽ،
حڪيم منهنجو ته تون ئي آهين، رهي ٿي منهنجي شفا ٻه تو وٽ.
ڳُهين ٿو تون ئي لکين ته عاشق، تون ئي نوازين هزار شائق،
رهي ٿو ناز و ادا ٻه تو وٽ، جفا ٻه تو وٽ سزا ٻه تو وٽ.
اکين ۾ مستي، لبن تي لالي، ذقن ۾ زمزم، حيات پاٽي
شراب رنگين ۽ جام تو وٽ، فنا ٻه تو وٽ بقا ٻه تو وٽ.
سياهه زلف ۽ هٿن تي سرخي، آ خال رخسار نقش بندي،
گلاب لالا، ۽ نقش تو وٽ، ٿي آهه نرگس حنا ٻه تو وٽ.
گل جواني، شباب مستي، آ حسن بستان، فدائي بلبل،
چمن آ چهه چهه انار تو وٽ، بهار باد صبا ٻه تو وٽ.
نگاهه ترڇي سان تون ڳُهين ٿو وري پڇين ٿو قصور ڪنهنجو
ڪمان ابرو ۽ تير تو وٽ، رضا ٻه تو وٽ قضا ٻه تو وٽ.
رحيم تون آن، ڪريم تون آن، عليم تون آن، شفيق تون آن،
ثنا ٻه تنهنجي، سخا ٻه تو وٽ، دعا ٻه تنهنجي ديا ٻه تو وٽ.
در درازي چمن تا چائنٿ، لکين عشاقان مدام مجروح،
امير ڪيئي وزير ڪيئي، هزار شاهه و گدا ٻه تو وٽ.

## غزل

آءُ اوري منٿ ٿوري، مان ته گهوري مان سدا،
چشم چوري وڏو جهوري، شاهه زوري انورا.
يار ساري دل سنياري ٿي پڪاري دم بدم،
هيڪواري آ اوتاري واڳ واري دلبرا،
آشنائي آهه جاني مون ته لائي يار تو
ڇڏ جدائي بي وفائي، سک سچائي تون سدا،
يار آزي ٻڌ ته غازي ڪيو ٻه راضي اڄ اچي،
عشق بازي نينهن نازي ڪار سازي ڪر مٺا،
لعل جاري، اشڪ بازي انتظاري ٿو ڪري
ڏي قراري، قرب واري، داغ واري دلربا.

## ڪشنچند بيوس (1885_1947ع)

ڪشنچند بيوس جو جنم لاڙڪاڻي ۾ ٿيو. سنڌي تعليم حاصل ڪري سنڌي ماستر بڻيو ۽ هيڊ ماستر تي رٽائر ڪيائين.

بيوس توڙي جو لاڙڪاڻي جو شاعر هو پر هو لاڙڪاڻي جي شاعرانہ اسڪول کان ڏور رهيو. هن بزم مشاعري واري ڏاري ۽ روايتي شاعري کي ڇڏي هڪ نئين واٽ ورتي. اهڙي واٽ، جيڪا سندس ڏٺل هئي، جنهن جو هو سونهون هو. سندس شاعري عروضي قاعدن ۽ اصولن تي ٻڌل ضرور آهي، پر هرويرو فن تي گهڻو زور ڪو نہ ڏنو اٿس. ان دور ۾ سنڌي شاعرن جو رجحان فارسي شاعريءَ طرف تمام گهڻو وڌو ويو هو. بلڪ ايئن چوڻ صحيح ٿيندو تہ سنڌي شاعر خالص سنڌي شاعريءَ کان پاسو ڪري اردو ۽ فارسي شاعريءَ جي تقليد ڪري رهيا هئا. فارسي تشبيهون، تلميحون ۽ استعاره وغيره جو ذڪر شاعريءَ ۾ عام جام ٿيڻ لڳو. اڪثر شاعرن سيد غلام محمد شاهہ گدا واري واٽ ورتي، سنڌي شاعريءَ کي لڇايو ٿي. بيوس کي آفرين آهي جو هن اهي ڇاڙيل گرهہ گند ۾ اڇلائي، پنهنجي ماحول جي ترجماني ڪئي. هن پراڻين ڳالهين، ڪوڙين ڪهاڻين ۽ ڏاري ماحول کان دور ٿي اسان جي زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ واقعا ۽ ڏٺل وائٺل نظارا پنهنجي شاعريءَ ۾ تمثيلن ۽ تشبيهن طور ڪم آندا.

اها هڪ حقيقت آهي تہ بيوس، سنڌي عروضي شاعريءَ ۾ انقلاب آندو. هن ان کي نوان اسلوب ۽ نوان موضوع ڏنا. هن انهن ننڍين ننڍين شين ۾ اهڙن معمولي نظارن کي پنهنجي شاعريءَ جو مضوع بڻايو. جي غريبن سان وابستہ هيون. هن عوام جي جذبن ۽ احساسن ۽ ڳوناڻن نظارن جي ڀرپور ترجماني ڪئي آهي. تنهن ڪري سندن هر ڳالهہ اسان کي ڌاري يا اوپري نہ ٿي لڳي، پر اها هوبهو پنهنجي ۽ پياري محسوس ٿئي ٿي.

چونڊ گل ڪتاب، جيڪو ايجوڪيشنل پبلشنگ ڪمپني، ڪراچي طرفان ڇپرايو ويو هو. ان ۾ بيوس جي شاعريءَ جي هن ريت تعريف ڪئي وئي آهي. "سندس خيال اوچا ۽ شعر جي طاقت قوي ۽ فطري آهي. نون نون موضوعن تي نظم لکي، سنڌي شعر جي تاريخ ۾ انقلاب آڻي رهيو آهي". [1]

"1941ع جي ناتال ۾ ڄيٺمل پرسرام ڪراچيءَ ۾ "سنڌي ساهت سميلن" ڪوٺايو هو جنهن جو سڀاپتي ڪوي ڪشنچند بيوس، چونڊيو ويو هو". [2]

ان مان معلوم ٿيندو تہ بيوس جي تمام گهڻي عزت ڪئي ويندي هئي. سندس شعر ايڏو دلڪش آهي جو ان کي سندس زندگيءَ ۾ ئي مقبوليت حاصل ٿي. ان دور جي مشهور محقق جهڙوڪ: ڊاڪٽر گربخشاڻي ڪتاب "شيرين شعر" ۾ ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم "سرها گل" ڪتاب ۾ بيوس جي شاعريءَ جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي بيوس جي

---

[1] چونڊ گل: صفحو 81 سال 1937ع.

[2] منگهارام ملڪاڻي: سنڌي نثر جي تاريخ: صفحو 370 سال 1964ع.

ڪتاب "شيرين شعر" جي مهاڳ ۾ لکي ٿو ته "مضمون ۽ عبارت ٻئي اصلي آهن ۽ نه نقلي.... مسٽر ڪشنچند سنڌي شعر لاءِ هڪ نئين واٽ گهڙي آهي. قدرت جا رواجي نظارا، جي رواجي طرح هوند گهڻن کي خيال ۾ ئي ڪين اچن، سي پروڙي انهن کي چيدن لفظن ۾ چٽيو اٿس".

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي بيوس جي شاعريءَ تي تبصرو ڪندي لکي ٿو ته "هن جيتوڻيڪ عروض کي مد نظر رکيو پر مواد ۽ مزاج ۾ هڪ انوکي تبديلي آڻي، پنهنجي انفراديت قائم ڪيائين. اها انفراديت جنهن جهونڙي جهڙي غيرفاني نظم کي جنم ڏنو. "بيوس" وطنيت، خدمت خلق ۽ سماجي سڌاري جو روح ڦوڪيو. اخلاقي، معاشرتي ۽ معاشي معاملن کي اهڙي نموني پيش ڪيو اٿس، جو سندس شاعريءَ جي عظمت جو انڪار ڪري نه ٿو سگهجي".[1]

مطلب ته بيوس جديد سنڌي عروضي شاعريءَ جو باني هو. سندس ڪلام کي ايڏي مقبوليت حاصل ٿي جو پوءِ جي ڪيترن ئي سنڌي شاعرن سندس تقليد ڪئي آهي. سندس ڪلام جو مجموعو "ساموندي سپون" جي نالي سان ڪوڙو مل سنڌي ساهت منڊل حيدرآباد مان شايع ڪرايو. ان کانپوءِ ساڳئي اداري طرفان سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿيا.

"شيرين شعر"، "بهارستان" ۽ "پرت پوڄارڻ".

هن هيٺ سندس ڪلام جو نمونو پيش ڪجي ٿو:

**نظم**

اتيئي پير پائيندا، سچي جت ملڪ لاءِ محبت، عقل آزادگي، اقبال ۽ آسودگي عزت
اهي مائر پلي مرڪن، جي ٻاروتڻ ۾ لولي ڏين.
"ته صدقي ديس تان تن من" ڪرڻ جهڙي نه ٻي خدمت،
جگر پنهنجا ڪڍي ڏينديون، سڻو اولاد موڪينديون،
اهائي ٻاس باسينديون ته رهجي ملڪ جي عظمت.
جتي سئو مان نوي گڏجي، چون ڪنهن ڳالهه کي پنهنجي
اتي "بيوس" وطن حب جي، وڄي ٿي واهه جا نوبت.

---

ٻاهرن ڪنڊن منجهان تنهنجو گذر آزادگي
تو وسايو سخت سو فولاد گهر آزادگي
جنهن جي توڙڻ لئه کپي جانئو جگر آزادگي
ڪنهن مصيبت جو نه ٿئي تنهن تي اثر آزادگي
مست تي تنهنجي مٿان انسان ٿئي تو بي ڊپو
تو پتنگ جان تيز آتش ۾ ڏئي تلندو ٽپو.

---

[1] ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: لاڙڪاڻي شهر جا شاعر: ماهوار نئين زندگي، صفحو 43، آڪٽوبر 1968ع.

## جمع خان غريب (1885_1953ع)

مرحوم جمع خان "غريب" ذات جو پيرزادو هو ۽ ڳوٺ مريد لاڪير، ميهڙ تعلقي جو وينل هو. سنڌي فائنل پاس ڪري پرائمري ماسٽر مقرر ٿيو. ميهڙ ۾ سندس ملاقات سنڌ جي برک اديب، شاعر، صحافي ۽ مزاح نگار مرحوم شمس الدين بلبل [1] سان ٿي، جنهن جي صحبت منجهس شعر و شاعريءَ جو شوق پيدا ڪيو. جمع خان جي صحبت کيس رڱي ڇڏيو. غريب، بلبل کي پنهنجو استاد تسليم ڪري، ڪانئس شعر ۾ اصلاح وٺندو هو.

هو جڏهن ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ ماستريءَ جي تربيت وٺڻ ويو ته اتي مرحوم محمد صديق مسافر [2] سان ملاقات ٿيس، جنهن جي صحبت ۾ گهڻو ڪجهه پرايائين.

جمع خان غريب مشاعرن جو مور هو. هو نه صرف لاڙڪاڻي ۽ آسپاس جي مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو پر سنڌ ۾ ڪٿي به مشاعري جي محفل منعقد ٿيندي هئي ته غريب هر حالت ۾ ان محفل ۾ شريڪ ٿيندو هو.

مرحوم فقير هدايت علي تارڪ جو گهاٽو دوست هو. تارڪ سان سندس ڪيترين ئي رهاڻيون ٿيون. تارڪ جي ديوان جو مقدمو به غريب ئي لکيو هو. غريب جي شاعريءَ متعلق ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي لکيو آهي ته "محمود خادم جو هم‌عصر ۽ يگانو شاعر هو. غريب ان وقت جي علمي، ادبي محفلن ۽ مشاعرن سان وابستا رهيو. ادبي ذوق رکندڙ ۽ قادر الڪلام شاعر هو". [3]

غريب پنهنجي شوق ۽ رياض سبب سنڌي شاعريءَ ۾ چڱو مقام پيدا ڪيو. هو علم عروض ۾ گرامر جو وڏو ڄاڻو هو جو سندس طبيعت ۾ ايڏي ته موزونيت ۽ رواني هئي جو في البديه ڪيترائي شعر چئي ويندو هو. ماده تاريخ ڪڍڻ ۾ به وڏي مهارت حاصل هيس. حافظ محمد احسن چنا کان معلوم ٿيو ته "هڪ دفعي هن کيس پنهنجي ديوان لاءِ ماده تاريخ ڪڍڻ جي گذارش ڪئي ته چند منٽن ۾ بنا لکڻ ۽ حساب ڪرڻ جي اٺ تاريخي ماده ڪڍي ٻڌايائين". [4]

غريب نه صرف سٺو شاعر هو پر سٺو اديب به هو سندس ڪلام کان علاوه سندس مضمون

---

[1] بلبل مرحوم جي وفات تي فقير هدايت علي تارڪ فارسي زبان ۾ هڪ شعر چيو هو جنهن مان بلبل مرحوم جي ولادت ۽ وفات جو سن نڪري ٿو: ان شعر ۾ بلبل مرحوم کي پنهنجو استاد سڏيو اٿس.

در تولد شمس الدين بلبل بگوئي اختراع ـ هم چراغ مجلس آمد رحلت آن استاد ما.
1273هه ـ 1337هه

[2] مسافر (متوفي 1955ع شاعريءَ جي تعليم مشهور شاعر سيد فاضل شاهه متوفي (1900ع) کان حاصل ڪئي. 1902ع ۾ ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ اسسٽنٽ ماسٽر مقرر ٿيو 1903ع ۾ جڏهن اخبار تعليم مخزن جاري ٿي، تڏهن مسافر مرحوم انجا اداريه لکندو هو. سندس شعرن جو مجموعو ڪليات مسافر ١٩٥٢ع ۾ شايع ٿيو هو.

[3] ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو: سنڌي ادب جي مختصر تاريخ: صفحو 213

[4] حافظ احسن چنا: زباني روايت.

۽ مقالا ان دور جي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا هئا. سنڌ جي مختلف ادبي انجمنن ۽ شعر و سخن جي مرڪزن سان سندس گهرو تعلق هوندو هو. لاڙڪاڻي جي بزم شعراءَ جو بنيادي رڪن هو. انجمن آفتاب ادب جو بنياد بہ هن ئي وڌو.

"جميعت الشعراءَ سنڌ" ۽ سنڌي سڌار سوسائٽي سنڌ جي بنيادي ميمبرن مان هو. 1945ع ۾ ڪجهہ وقت اديب سنڌ جو ايڊيٽر بہ ٿي رهيو. ❶

هن شعر و شاعريءَ سان گڏ سنڌي صحافت ۾ بہ پنهنجا جوهر ڏيکاريا. ڪجهہ عرصو مسلمان (حيدرآباد) جو مدير معاون ٿي ڪم ڪيائين. جا هفتيوار هئي. "ماهنامہ" اديب سنڌ (لاڙڪاڻو) جو اپريل 1941ع کان مئي 1945ع تائين ايڊيٽر ٿي رهيو. 1952ع ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي سرپرستيءَ ۾ ماهوار "طالب المولىٰ" جاري ڪيائين. جنهن رسالي ذريعي سنڌي زبان ۽ ادب جي چڱي خدمت ڪيائين. افسوس جو موت کيس وڌيڪ مهلت نہ ڏني. 1953ع ۾ دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو.

مرحوم نياز ۽ نوڙت جو مجسمو هو. وٽس گيرب ۽ گاءِ جي تہ بوءِ بہ ڪانہ هئي. سندس ڪلام جا بہ مجموعا: گل نوبهار (1933ع) ۽ رسومات تباهي (1947ع) شايع ٿيا هئا. جيڪي اڄ ڪلهہ اڻ لڀ آهن. ٻيو مجموعو طالب المولىٰ صاحب جي ترغيب تي تيار ڪيو هئائين. جنهن ۾ معاشري جي خراب رسمن کي خوب ننديو اٿس. اهو ڪتاب مثنويءَ جي صورت ۾ لکيل آهي. ان کان علاوه ان ۾ ٽي قومي اصلاحي نظم، هڪ مولود شريف ۽ هڪ ڏوهيڙو بہ شامل آهي.

غريب شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي، پر سڀ کان گهڻو غزل، نظم ۽ مثنويءَ طرف توجهہ ڏنائين ۽ انهن صنفن ۾ کيس چڱي مهارت حاصل هئي. سندس ڪلام جو گهڻو حصو اخلاق ۽ نصيحت تي ٻڌل آهي. سندس ڪلام ۾ حمد، نعت ۽ منقبت جا ڪيترائي شعر ملن ٿا. ان کان علاوه ڪجهہ عشقيہ ڪلام بہ چيو اٿس.

هن هيٺ سندس ڪلام جو نمونو پيش ڪجي ٿو:

وصف ان جي لاالله ۽ آهي الي الله هو
چا ڪري سگهندو ڪوئي الله اڪبر جي ثنا.

---

خدا کي مصطفىٰ ﷺ جاڻي، محمد ﷺ کي خدا جاڻي
سچو رازِ احد احمد، ضعيف انسان ڇا جاڻي
سچو راز حقيقت مصطفىٰ ﷺ جاڻي، علي رضہ جاڻي
حسن رضہ جاڻي، حسين جاڻي رضہ ۽ فاطمہ خيرالنساءِ رضہ جاڻي.

---

❶ فهميده ناز مغل: لعل چند مجروح جي شاعري، ايم اي سنڌيءَ لاءِ لکيل تحقيقي مقالو سال 1974ع صفحو 30

ذاتين جي پيد پولي ماڻهو وڏا پلائي
افسوس ان منجهان تن چا سمجهيو آ الائي
شاهہ و گدا جو ڪونهي رب پاڪ وٽ تفاوت
ٻئي در سندس جا ٻانهان هي ڏس هينئين سان لائي.

---

گهڻي مشهور چوڌاري عجب هي سنڌ سونهاري
وڏي شان ۽ ڏيا واري عجب هي سنڌ سونهاري
لکين هت ٿيا ولي ڪامل ۽ عالم پير ۽ اڪمل
لکين عاقل، لکين قابل، عجب هي سنڌ سونهاري
غريبا سنڌ ۽ سنڌي هجن منجهہ ٻام خوريہ سندي
رکن الفت جي پابندي، عجب هي سنڌ سونهاري [1]

---

### نظم [2]

پنهنجي ٻولي جنهن ڇڏي گويا رليو سو راهہ کان
ان جو ڏڙ ٿي ڌار ويو بيزار ٿي سر ساهہ کان
ڪيئن ٿو نر ناري، ٻچو پوڙهو جوان زندهہ رهي.

ميزبان ۽ ميهمان گڏ ٿا رهن همدوش ٿي
ڪائي پي خوش ٿا رهن هڪ هنڌ هم آغوش ٿي
ميزبان کي ڏئي گهٽو چا ميهمان زندهہ رهي.

ڪا بہ سنڌي جي لغات آهي نہ، هي ارمان آهہ
سا سگهو ٿا هي وٺو ڏر مان وڏو نقصان آهہ
لفظ بامعني، بصورت، بانشان زندهہ رهي.

سر وڃي مر، پر زبان پنهنجي نہ ڏينداسين وڃڻ
ٻي زبان ٿي ڪين رهنداسين پلو مارڻ مرڻ
مرد سو جو پنهنجي مان ۽ شان سان زندهہ رهي.

## غلام سرور فقير قادري (1886_1932ع)

سنڌي غزل جو مشهور شاعر غلام سرور فقير قادري ميان نور محمد قادري جو فرزند هو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد بزرگوار ۽ چاچي ميان غلام محمد گدا کان حاصل ڪيائين، جن

[1] مٿيون ڪلام "رسومات تباهي" ڪتاب تان ورتل آهي.
[2] تحفہ لاڙڪاڻہ 1950ع صفحو 121 (ڏهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس جي ڪارروائي).

ڪيس عربي، فارسي ۽ سنڌي جي تعليم ڏني. غلام سرور فقير شروع ۾ لاڙڪاڻي ۾ ماستر مقرر ٿيو آخر ۾ ڊي آءِ ايس بڻيو.

غلام سرور منڍ ۾ سرور پوءِ حنيف تخلص رکي، شعر چوڻ شروع ڪيو پر پوءِ 1908ع کان "فقير" تخلص اختيار ڪيائين. 1922ع ۾ ڪربلا معليٰ ۽ مشهد مقدس وڃي زيارتون ڪري زوار بڻيو. فقير مرحوم جي شخصيت بابت پير علي محمد شاهه راشدي لکيو آهي ته "فقير غلام سرور سالن جا سال لکڻ پڙهڻ جو ڪم ڪيو ۽ ان عرصي اندر ڪيترا مقابلا ٿيا. اخباري خواهه شاعرانه. مگر مونکي هڪڙو به اهڙو مثال ياد ڪو نه آهي، جنهن مان ظاهر ٿئي ته مرحوم پنهنجي قلم يا زبان سان ڪنهن به شخص جي دل آزاري ڪئي هجي. حالانڪ زمانو ڏري چڪو هو. اخباري مضمونن خواهه شاعرانه مقابلن ۾ گار گند جي ڏي وٺ جو رواج عام ٿي ويو هو". [1]

راشدي صاحب اڳتي هلي سندس شاعريءَ متعلق لکي ٿو ته "مزاحيه قصيدن ۽ اردو طرز جي فارسي آميز سنڌي غزلن لکڻ ۾ وڏو ملڪو حاصل هوندو هوس". [2]

مرحوم غلام سرور فقير لاڙڪاڻي جي بزم مشاعره جي باني‌ڪارن مان هو. مشاعرو ميان صاحبن جي اوطاق تي مهيني ۾ به ڀيرا ٿيندو هو. اهو سلسلو 1915ع کان 1940ع تائين هليو. مشاعرن لاءِ طرحون به گهڻو ڪري فقير قادري ئي ڏيندو هو. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي پنهنجي هڪ مقالي ۾ لکيو آهي ته "ميان غلام سرور تخلص فقير، گدا جو ڀائٽيو هو. سنڌي عروضي شاعريءَ کي هن بزرگ جي هٿان وڏي ترقي حاصل ٿي. بزم مشاعره کي هن بزرگ ۽ سندس عزيز ميان علي محمد قادري ئي رواج ڏنو. سندن اوطاق علمي ۽ ادبي مرڪز هو جنهن ۾ علمي ۽ ادبي محفلون ۽ مشاعرا ٿيندا رهندا هئا". [3]

هفتيوار الحقيقت جو ايڊيٽر ميان غلام عباس جوش هو پر اخبار جا اداريه ۽ ٻيا گهڻائي مضمون فقير قادري ئي لکندو هو. سندس ڪلام الحقيقت ۽ گلدسته سنڌ ۾ شايع ٿيندو رهندو هو. هڪ مقاله نگار سندس شاعريءَ بابت لکي ٿو ته "سنڌي غزل جي شروعاتي دور کي جاچي ڏسبو ته اهو ڏسڻ ۾ ايندو ته ان دور جي شاعرن جي زبان تي پارسيءَ جو رنگ ڪافي چڙهيل آهي ۽ گهڻو ڪري پارسي زبان جا لفظ ۽ محاورا ڪم آيل آهن. ڪنهن ڪنهن هنڌ ايئن پيو محسوس ٿئي ته ڪافي دق ۽ مشڪل زبان ڪتب آندي وئي آهي. مگر فقير جي شاعريءَ کي ڏسبو ته سندس زبان نهايت چٽي ۽ صاف آهي. سندس تخيل جو پرواز نهايت بلند آهي ۽ سندس تشبيهون به نهايت عمديون آهن". [4]

فقير جو ڪلام مدح، نعت، تصوف، عشق ۽ محبت جي مضمونن تي مشتمل آهي: سندس شاعريءَ جو مجموعو سندس فرزند پروفيسر اياز حسين قادري وٽ قلمي صورت ۾ موجود آهي. مولانا

---

[1] پير علي محمد راشدي: اهي ڏينهن ـ اهي شينهن (ٻيو ڇاپو) صفحو 482 سال 1974ع
[2] ايضا.
[3] ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: لاڙڪاڻي شهر جا شاعر (مقالو) ماهوار نئين زندگي، سيپٽمبر 1967ع مضمون 38
[4] نياز محمد شيخ: غلام سرور فقير جي شاعري: سنڌ يونيورسٽيءَ پاران لکرايل مقالو: صفحو 90، سال 1965ع.

غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن لکن ٿا تہ "ميان غلام سرور مرحوم ميان محمد صالح قادري رحہ جو پوٽو ۽ مرحوم غلام محمد گدا جو پائيتو آهي. شاعري هن خاندان سان ڪا اصل لازم و ملزوم ۽ ورثي ۾ رهي آهي. فقير مرحوم جو ديوان حروف تهجي جي ترتيب سان فل اسڪيپ ڪاغذ جي 176 صفحن تي پکڙيل آهي، جنهن ۾ جدا جدا ۽ نئين رنگ ۾ ڪلام چيل آهي". [1]

فقير مرحوم ڪڇهرين جو ڪوڏيو محفل جو مور، سچو دوست ۽ سٺو شاعر هو. سيد حسام الدين شاهہ راشدي جو گهرو دوست هو. راشدي صاحب جن لکن ٿا تہ "نواز علي نياز ڪانسواءِ لاڙڪاڻي جي مشاعري جو مکيہ شاعر ميان صاحب (فقير قادري) مرحوم هو جنهن کي گهڻي ۾ گهڻو داد ملندو هو ۽ جيڪو سچ پچ تہ غزل بہ سهڻو ۽ سٺو چوندو هو. واءِ ناڪامي: اجا سنگت رڪئي سال ئي بہ مس ٿيا هئا، جو مرحوم هي جهان ڇڏي ويو". [2]

فقير مرحوم 1351ھ ۾ هيءُ فاني جهان ڇڏي وڃي پنهنجي مالڪ سان مليو. سندس وفات جي تاريخ فقير هدايت علي تارڪ "پايئہ فضيلت بود" حرفن مان ڪڍي آهي: قطعو ملاحظ فرمايو:

لــڏي ويــو مشــفق مســتر غــلام ســرور هــاءِ
ڇڏي ويو بزم سخن غم ۾ پنهنجي رحلت تي
ســندس وفــات جــو ســن پايئــہ فضــيلت بــود
١٣٥١ھ
هجي مقيم الاهي بهشتي نعمت تي.

فقير جي ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ سندس ڪلام ڪيترين ئي خوبين سان پُريل نظر ايندو. ان ۾ فصاحت ۽ بلاغت سان گڏ سلاست ۽ جدت بہ آهي ۽ ان ڪانسواءِ رواني ۽ اثر انگيزيءَ ۾ بہ پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

هن هيٺ سندس ڪلام جو نمونو پيش ڪيو وڃي ٿو:

زلف ڪاٽيو پرنوءَ گهايو ديد آهي فير ڪيو
ڪيئن بچي عاشق هيئنر جو ڳالھ مشڪل ٿي وئي.

---

غالــب آ تقــدير هــر تــدبير تــي
ڏي ڇڏي مونکي منهنجي تقدير تي.
هــاءِ پٿــر دل ۾ جنــبش ڪــا نــہ تــي
عــرش ڪنبيــو نالــہ شــبگير تــي.

[1] مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي: لاڙڪاڻي جي قادرين جو ڪتب خانو (مقالو) ماهوار نئين زندگي، صفحو 14، نومبر 1960ع

[2] سيد حسام الدين راشدي: هو ڏوٽي، هو ڏينهن: صفحو 89 سال 1977ع

زخم تيغ ابرو جا آهن جسم تي
راز ڪلندو خوف جو تشهير تي.
اڪ جي ڪارنهن سان لکي خط موڪليم
ڪاوڙيو پرده نشين تحرير تي.
هن قسم آهي ڪنيو ميلاپ جو
پر يقين ناهي بت بي پير تي.
مار گيسو ڪير پستان تا پين
هو وڏا آهن تيا هن ڪير تي.
جوش ۾ گريه جو درياءُ آهه اڄ
۽ چڙهي خواهش جي ٻيڙي سير تي.
تو ڪئو چئي آفرين ان دم قضا
منهنجي همت ۽ تنهنجي تڪبير تي.
جي فقير اعمال بد آهن گهڻا
ڪهڙو پوءِ آ، ننگ مرسل مير تي.

---

نوجوان يار جدا، سونهن ۽ سينگار جدا
زلف خمدار جدا، ناز طرحدار جدا.
عشق تنهنجي ۾ مليو مونکي مزو ڪهڙو نه خوب
لذت درد جدا، لذت آزار جدا.
زلف رخ تان جو هٽيا حسن ڪرامت هي ڪئي
شمس نروار جدا، رات نمودار جدا.
مشق قاتل جي تان قربان ٿو هڪ وار هٽي
تير مزگان جدا، پرنوءِ جي تلوار جدا.
خنجر ناز ستمگر جي تان سڀ صدقي ٿيا
سر جدا، جيرو جدا ۽ دل بيمار جدا.
زلف ۾ تو ڪرين قيد پي لٽڪائين پي
دل جي لئي زلف آهي دام جدا، دار جدا.
قابل رحم آهي حال اي قسمت تنهنجو
مان جدا، دل آ جدا، ۽ آهي دلدار جدا.
تنهنجي فرقت ۾ وساريان ٿو مان رت جي برسات
خون فشان دل آ جدا چشم آ خون بار جدا.

حسن دلسوز ڏسين گر تہ تون اڇلين زاهد
دانہ تسبيح جدا، جبوءِ دستار جدا.
ناهي بيڪار جدا فقير آهي گهڻن شغلن ۾
شغل اشعار جدا، شغل آ اخبار جدا. [1]

---

راز دل اغيار سان وائڻ غلط آهي غلط
دل بزاري يار سان لائڻ غلط آهي غلط
هجر جي آتش ۾ تن ويو سيڪجي مثل ڪباب
آتشين روهن ڪان وڏ تائڻ غلط آهي غلط.
راز دلبر جو گهڻو دل ۾ رکيم ماپيو نہ پر
ڪوزه ۾ دريا سندو مائڻ غلط آهي غلط.
غير آخر غير رهندو پنهنجو ٿيندو غير ڪين
خار غيرن جي مٿي ڪائڻ غلط آهي غلط
آ عروس دهر بلڪل بيوفا ۽ پُر دغا
خالِ خطان جي تي دل لائڻ غلط آهي غلط.
جي نہ دم آهي فقيريءَ جو تہ پوءِ ڏيکاءَ لئہ
مکر جا ڌاڳا سڳا پائڻ غلط آهي غلط
شوق جو رهبر نہ جي همراهہ آهي اي فقير
عشق جي منزل ۾ وک پائڻ غلط آهي غلط

## غمدل فقير (1887ـ1972ع)

غمدل فقير جو اصلي نالو عبدالخالق هو. سندس ولادت پنهنجي عاقل (ضلعي سکر) ۾ ٿي. سندس والد ميان پير بخش خيرپور رياست ۾ مير علي مراد خان وٽ ملازم هو.

غمدل فقير اڃا معصوم ٻار هو تہ سندس پيءُ ۽ ماءُ راهہ رباني وٺي ويا ۽ هي ننڍڙي عمر ۾ يتيم ٿي پيو. جڏهن ڪجهہ وڏو ٿيو تہ پنهنجي عاقل جي هڪ مدرسي ۾ داخل ٿيو. جتان قرآن شريف، ڪجهہ سنڌي ۽ فارسي پڙهيو. انهن ڏينهن ۾ هو بيدل سائين جي درگاهہ تي ويندو رهندو هو. اتي فقير محمد محسن بيڪس (وفات 1298هہ) سان سندس رهاڻيون ٿينديون هيون. بيڪس جي ملاقاتين مٿس گهرو اثر ڪيو. سندس طبيعت جو لاڙو فقيري طرف ٿي ويو. جڏهن

---

[1] هيءُ غزل فقير مرحوم سکر جي هڪ مشاعري ۾ پڙهيو هو جيڪو ڊسمبر 1931ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ ٿيو هو جنهن جي صدارت مسٽر محمد اسحاق ڪئي هئي. جيڪو ان وقت شڪارپور سب ڊويزن جو ڊپٽي ڪليڪٽر هو مشهور وڪيل خالد اسحاق سندس فرزند آهي

سورهن سالن جو ٿيو ته هڪ رات خواب ۾ ڏٺائين ته ڪو ڪيس ملڻ ۾ مشاهدي ماڻڻ جي آڇ ڪندو رهيو. ساڳئي قسم جو خواب هن د [illegible] پيرا ڏٺو. جنهن سندس دل ۾ پريشاني پيدا ڪئي. هو وره ۾ ويڳاڻو ٿي سدائين سوچيندو رهيو. آخر هڪ رات گهر ڇڏي اڻ ڏٺي منزل طرف راهي ٿيو. دل ۾ پڪو پهه ڪيائين ته هينئر گهر موٽڻ مهٺو آهي. پنهنجي محبوب مرشد کي هر صورت ۾ ڳولهي لهڻو آهي.

هو پنهنجي مرشد جي ڳولها ۾ هڪ شهر کان ٻئي شهر، هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ، منزلون ڪندو اچي ڪراچي پهتو. جتي گهمندي ڦرندي اچي لي مارڪيٽ پهتو. تن ڏينهن لي مارڪيٽ ۾ سنڌ جي مختلف شهرن جا واپاري واپار سانگي اچي رهندا هئا. غمدل فقير جي به لاڙڪاڻي جي هڪ واپاريءَ سان ملاقات ٿي وئي. ان واپاري کيس فقر جو فقير سمجهي پاڻ وٽ رهايو. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ وري ان قسم جو خواب ڏٺائين، صبح جو ميزبان کيس مونجهو ڏٺو ۽ پڇيائينس ته "ڇو، غمگين نظر اچين ٿو؟" غمدل کيس چيو ته "مرشد جي تلاش آهي". منهنجو عرب وڃڻ جو بندوبست ڪيو. ميزبان سندس اهو بندوبست به ڪيو. پر رات جو خواب ۾ ڏٺائين ته مرشد کيس چئي رهيو هو ته "مونکي سنڌ ۾ تلاش ڪر". صبح ٿيڻ شرط پنهنجي ميزبان کان موڪلائي سنڌ جو سفر اختيار ڪيائين. گهمندي ڦرندي اچي لاڙڪاڻي ساهه سيباڻي پهتو. جاڙل شاهه بخاريءَ جي درگاهه تي ويو. جتي فقير شاهه نالي هڪ سيد کيس صلاح ڏني ته ڏتل ابڙي جي ڳوٺ وڃي وريل فقير سان مل. آخر اتي وڃي وريل فقير سان مليو. جنهن سان سڄي حقيقت ڪيائين. جنهن چيو ته "غمدل نه ٿيءُ تنهنجي من جي مراد جلد پوري ٿيڻ واري آهي. جنهن کيس نبي شاهه وڳڻ ۾ سائين قلندر شاهه جيلاني وٽ وڃڻ جي صلاح ڏنس. ڪجهه ڏينهن وريل فقير پاڻ وٽ رهايس. آخر نبي شاهه وڳڻ پهتو جتان پتو پيس ته قلندر شاهه ناڙي ويل آهي. پر اتان پتو پيس ته سائين قلندر شاهه واپس اسهيو آهي. آخر هي به واپس درگاهه تي پهتو. اتي پهتو ته کيس پتو پيو ته سائين لاڙ هليو ويو آهي. فقير به اوڏانهن روانو ٿيو. سفر جون صعوبتون سهندي، هڪ ڏينهن زندگيءَ کان بيزار ٿي پيو ۽ پنهنجو انت آڻڻ جو ارادو ڪيائين، ته "فورن اهو ساڳيو نوراني چهرو نظر آيس. جنهن چيو ته غمدل نه ٿيءُ، واپس درگاهه تي اچ، اسان تنهنجي انتظار ۾ آهيون."

آخر کيس پنهنجي مرشد جو ديدار نصيب ٿيو. غمدل اتي درگاهه جون مٽيون پريندو رهيو. هڪ ڏينهن ڪنهن نينگريءَ سان اوچتو اک لڳي ويس. عشق ۾ مشڪ ڪتي تا لڪي سگهن. جڏهن سندس مرشد کي ان ڳالهه جو پتو پيو ته ان کيس ٽي سال درگاهه بدر ڪيس، سالڪ جي آزمائش منظور هئي، غمدل اهو عرصو ٽر ۾ گذاريو. مقرره مدت کانپوءِ جڏهن واپس آيو ته مرشد اڳ کان وڌيڪ مٿس مهربان ٿيو ۽ مرشد جي نظر فيض اثر کيس رڱي ڇڏيو. مرشد وري کيس هڪ ٻي آزمائش ۾ وڌو. کيس ست سال خاموش رهڻ جي تلقين ڪيائين. غمدل ان آزمائش ۾ به پورو لٿو ۽ اهو عرصو لشڪري چانديي جي ڳوٺ پرسان تعلقي قمبر ۾ گذاريائين.

ان جڳهه ڪي اجا تائين گونگي فقير جو تڪيو سڏيندا آهن. ان بعد سائين قلندر شاهه جي اجازت سان پني عاقل موٽي آيو. پنهنجي مرشد جي رحلت بعد، نبي شاهه وگڻ آيو ۽ اتي بقالڪو دڪان کوليائين. ڪجهه وقت ڪانپوءِ وري پني عاقل ۾ اچي آستانو اڏي ويهي رهيو. ڪجهه عرصو ڪنڌڪوٽ ۾ به اچي رهيو. فقير غلام علي مسرور جو گهاٽو دوست هو. وٽس اڪثر ويندو رهندو هو.

غمدل کي شاعريءَ جي ذات قدرت طرفان عطا ٿيل هئي. ويتر راڳ ۽ سماع جي محفلن ۾ صوفي فقيرن جو ڪلام ٻڌي، سندس طبع ۾ وڏيڪ جوش ۽ جذبو پيدا ٿيو. هو ڪافي جو باڪمال شاعر هو. سندس ڪلام ۾ حسن و عشق ۽ تصوف جا مضمون عام جام نظر ايندا. سندس ڪلام ۾ بيحد سلاست ۽ رواني آهي. اها سوز ۽ درد سان پُريل آهي. سندس سمورو ڪلام غنائي آهي ۽ موسيقيءَ جي اصولن تي ٺهيل آهي.

## ڪافي

ٿلهه: اج تہ ڪانگل ڪيون ڪيون۔ سجر ڳالهيون سپرين جون...
وريم واءُ وصال جو جيڏيون۔ وايون هجر جون ويون ويون...
ٻاجي بيخودي برهه بهاريون۔ روح اندر ۾ رهيون رهيون...
سي سيبائن ساهه ۾ سرتيون۔ نينهن جون نوڪان نيون نيون...
سي نہ لڪجن لوڪئون هاٽي۔ پڌر پچارون پيون پيون...
صدقي غمدل آءُ انهن تئون۔ جن چڱيون چپن سان چيون چيون...

---

## ڪافي

ٿلهه: قربئون ڪاهون ڪري آيم عشق اديون
ڏاج ڏکن جا ڏيندم سورن سات پري....
نينهن نسورو نانگو ڪونہ ڳٽي ڪو سانگو
لاحد ڪان ٿيو لانگهو مورون ڪين مُڙي....
حسن جون فوجان باري، چست چڙهيون چوڌاري
بيخودي بي اختياري، آيون منجهاري....
نينهن ڪري نادانا، دانا ڪيئي ديوانا
پرت وندا پروانا، ڪنترم ذوق ذري....
يار بديون بدناميون، نينهن مڪيون نيشانيون
سي تہ ڳچيءَ ڳل ڳانيون، پرت منجهاران پهري...
”غمدل“ گولي آهيان، ورهه وسيلو پايان
ڪيچ ڏٿين ڏي ڪاهيان، واهر وير وري...

## ڪافي

تلهه:
پائي پانڌ ڳچيءَ ڳل پايون-سائين
پنهنجو نينهن نڀايون....
حجت هرگز ڪا نه هلي تي
سينو مور نه ساهيون.....
تو در سهڻا صاحب سپرين
لالڻ پيا ليلهايون....
برهه اوهانجي بيوس ڪيڙو
لوڪن لاڳاپا لاهيون.....
طعنا تنهن جا، مهڻا ملامت
لڪ لڪ پيلايون پايون.....
سڪڙي اوهان جي روز ازل کان
سگڙو اوهانجو سڏايون....

## آغا غلام نبي صوفي (1889-1938ع)

آغا صوفي مرحوم شڪارپور جو رهاڪو هو. هو پٺاڻن جي مشهور دراني قبيلي جو لائق فرزند، اديب، شاعر، ڊرامه نويس ۽ طب جو ماهر هو. ابتدائي تعليم پنهنجي گهر جي ويجهو نادر واري اسڪول مان حاصل ڪيائين. ان کانپوءِ انگريزي تعليم لاءِ سنڌ مدرسه ڪراچي ۾ داخل ٿيو. جتي ست سال تعليم حاصل ڪري مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. ڪيس شاعريءَ جو شوق ننڍپڻ کان ئي هو. سندس طبيعت ۾ ايڏي ته موزونيت هئي، جو مئٽرڪ جي امتحان ۾ نثر بجاءِ نظم ۾ جواب لکيائين.

آغا صاحب مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد خيرپور رياست آيو. جتي سندس والد بزرگوار آغا گل حسن خان ميرن جي ڪئمپ شاهي جو نائب وزير هو. ڪجهه وقت کانپوءِ آغا صوفي کي خيرپور رياست جي تعليمي ادارن جو سپرنٽنڊنٽ مقرر ڪيو ويو. ان عهدي تي رهي هن علمي ادبي خدمتون سرانجام ڏنيون. هڪ پارسي گرامر جو ڪتاب ڇپرايائين. ان کان علاوه سنڌي ۽ اردو زبانن ۾ گهڻائي ڊراما لکيائين جن مان "شان اسلام"، "انقلاب يورپ"، "ڪاليج ڪا زمانه"، ۽ "دنيا دو رنگي" وڏي اهميت رکن ٿا. جنهن مان ڪي ڊراما سنڌ جي وڏن شهرن ۾ پنهنجي هدايت ڪاريءَ هيٺ اسٽيج ڪيائين جيڪي سندس ادبي شهرت جو باعث بڻيا.

آغا مرحوم ڪجهه عرصي بعد رياست واري نوڪري ڇڏي، لاهور وڃي اتان جي طبيه ڪاليج مان طب جي سند حاصل ڪئي. جتان واپس اچي پهريائين جيڪب آباد ۾ حڪمت

شروع ڪيائين. بعد ۾ شڪارپور ۾ يوناني دواخانو کوليائين. حڪمت سان گڏ طب تي ڪجهه ڪتاب لکيائين. جن مان سندس هڪ ڪتاب "طبي جواهر" گهڻو مشهور آهي. اهو سارو ڪتاب نظم ۾ جوڙيو هئائين. ان ڪتاب مان نموني طور ڪنگهه جو نسخو پيش خدمت آهي:

مــرچ ڪـــارا ۽ ڳُتـــي جيـــرو چٽـــو.
پيڻ مـاڪيءَ سـان گـڏي چـاٽو ڪريـو.
پـوءِ چٽـايو ان منجهـان بيمـار کـي،
تـــو چٽـــائي ڪنگهـــ جـــي آزار کـــي.

آغا مرحوم "مناجات قرآني" نالي هڪ ڪتاب لکيو هو جنهن ۾ قرآن شريف جي دعائيه آيتن جو منظوم سنڌي ترجمو ڪيو اٿس.

آغا صوفي شروع ۾ نقشبدي سلسلي جو هڪ بزرگ آغا حسن جان صاحب جو مريد ٿيو. ڪجهه وقت فقير علي محمد لقمانيءَ جي صحبت ۾ گذاريائين. پر ڪجهه عرصي بعد درازي درويش سخي قبول محمد (دوم) جو اچي طالب ٿيو. سخي قبول محمد سائنس تمام گهڻو پيار ڪندا هئا ۽ کيس پنهنجو نانڪ ڪري سڏيندا هئا. درگاهه تي رهڻ لاءِ به کيس نانڪ يوسف واري لانڊي مليل هئي.

آغا صاحب نثر ۽ نظم جا گهڻائي ڪتاب لکيا. جن مان گلزار محمدي، آغاز عشق آغا، فرياد آغا، ارمان آغا، هندو يوگ وديا، تاريخ ڊراما، وڏي اهميت رکن ٿا. جن مان پوئين ڪتاب ڪانسواءِ سندس ٻيا سڀ ڪتاب ڇپيل آهن. جي سڀ اڄ ڪلهه اڻ لڀ آهن. پر انهن مڙني کان وڌيڪ سندس ادبي شاهڪار "سچل سرمست" نالي هڪ ضخيم ڪتاب آهي. جنهن جهڙو سچل سائين تي اڄ تائين ڪو ڪتاب ڇپجي نه سگهيو آهي. ڪاش ڪو ادارو ان ڪتاب کي وري ڇپرائي ته جيئن هيءُ نادر نسخو سنڌ جي سيني عالمن، اديبن ۽ شاعرن تائين پهچي وڃي.

آغا صاحب 49 ورهين جي ڄمار ۾ ڪوئيٽا کان شڪارپور ايندي ريل ۾ رحلت ڪئي. سندس ابدي آرامگاهه نئين مقام شڪارپور ۾ آهي.

آغا صوفي راڳ ويراڳ جو گهڻو شوقين هو. سخي قبول محمد سائين جي ڪچهريءَ ۾ چوڪي ڏيندو هو. ستار ۽ ڇيڙين وڄائڻ ۾ کيس مهارت حاصل هئي. صبح جو سوير اٿي ستار وڄائيندو هو. حبيب الله پتي پنهنجي هڪ مقالي ۾ لکيو آهي ته "مرحوم ساز ۽ آواز جو دلداده، ساده مزاج، ساده پوش، خوش خلق، خنده پيشاني، وارو نرم دل ۽ فقير تن انسان هو. معاملات دنيوي سان سندس ڪا به دلچسپي ڪا نه هئي. شاهه درازي سخي قبول محمد صاحب جو طالب هو".❶

آغا صاحب کي درازي درويشن سان بيحد عقيدت ۽ محبت هئي. خاص طور سچل سائين

❶ حبيب الله پتو: آغا صوفي مرحوم: مقالو. گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور سنڌ سووينر: سال 1973ع صفحو 89

سان بي پناهه عقيدت هيس، جنهن جو ثبوت سندس تاليف "سچل سرمست" آهي. ان کان علاوه هو هڪ ٻيو ڪتاب به لکي رهيو هو پر افسوس جو عمر ساڻس وفا ڪا نه ڪئي، تنهن ڪري اهو ڪم اڌ ۾ رهجي ويو. حافظ خير محمد اوحدي ٻڌايو ته "آغا صاحب چاهيو ٿي ته سچل جي هر ڳالهه کي قرآن مجيد ۽ حديث شريف سان پيٽي صحيح ثابت ڪريان. مان (حافظ صاحب) انهن ڏينهن ۾ يعني 1934ع يا 1935ع ۾ جيڪب آباد رهندو هوس. شڪارپور ويندو هوس ته آغا صاحب سان ضرور ملندو هوس. هڪ ڏينهن مونکي سچل جو هڪ شعر ٻڌايائين. جنهن جو مطلب هو ته "الله جي عبادت تيستائين ڪجي، جيستائين مشاهدو ماڻجي". چيائين ته انهيءَ ڳالهه جي قرآن پاڪ يا حديث شريف مان تصديق ڪرڻي آهي، چا ڪجي؟ مون چيومانس ته "قرآن پاڪ انهيءَ ڳالهه جي تصديق ڪئي آهي". "وَعَبُدْ رَبکَ حَتيٰ يَا تَيکَ اليَقِينُ" (الله جي عبادت تيستائين ڪر، جيستائين توکي يقين اچي). مون آغا صاحب کي اهو به ٻڌايو ته "مفسرن "يقين" جي معنيٰ موت ڪئي آهي. اهو خيال رکجانءِ". هڪدم اٿيو ۽ بگيءَ تي چڙهي سڌو مولوي قاضي عبدالغفور وٽ ويو ۽ وڃي ساڻس اها ڳالهه ڪيائين. قاضي صاحب سندن رازدار هو. ڪيس چيائين ته "ڳالهه ايئن آهي جيئن توکي ٻڌائي وئي آهي، پر توکي احتياط بهرحال ڪرڻو پوندو. آغا صاحب ڏاڍو خوش ٿيو ۽ مونکي اچي چيائين ته تو منهنجي وڏي مشڪل حل ڪري ڇڏي". [1]

آغا صاحب هڪ صاف دل صوفي هو. سندس مذهب پيار ۽ محبت هو. هو ڪنهن به مذهب کي بروڪو نه چوندو هو. هندو توڙي مسلمان سان وڏي پيار ۽ پاٻوهه سان پيش ايندو هو. سندس پوشاڪ تمام سادي هوندي هئي. سفيد شلوار سفيد ڪرتو، گيڙو چوغو ۽ گيڙو پٽڪو. هميشه فقيرن ۽ غريب دوستن جي سنگت ۾ رهندو هو. وڏن ماڻهن جي صحبت ۽ سنگت کان ڪنارو ڪندو هو.

آغا عبدالنبي مرحوم راقم الحروف کي هڪ خط ذريعي لکي موڪليو هو ته "آغا صوفي لکڻ پڙهڻ جو ڪم گهڻو ڪري رات جو ڪندو هو. کٽ جي سيرانديءَ کان هڪ ٽپائيءَ تي مس، قلم ۽ ڪاغذ رکيل هوندا هوس. جڏهن جذبو ايندو هئس ته ان کي شعر جي صورت ۾ لکي وٺندو هو. شاعرن ۾ شاهه، سچل ۽ عطار سندس پسنديده شاعر هئا". [2]

آغا صاحب جي شاعريءَ بابت سنڌ يونيورسٽيءَ پاران لکرايل هڪ مقالي ۾ احسان الله پُنّي لکيو آهي ته "آغا صاحب پنهنجي دور جو هڪ باڪمال شاعر ۽ غزل جو بادشاهه هو". [3]

اها هڪ حقيقت آهي ته آغا صوفي نه صرف هڪ اعليٰ انسان هو پر هڪ قابل نثر نويس ۽ اعليٰ درجي جو شاعر به هو. سندس ڪلام کان متاثر ٿي، ڪيترائي سندس شاگرد بڻيا، جن مان شيخ مراد علي ڪاظم روهڙيءَ وارو ۽ غلام سرور مغل قمبر (لاڙڪاڻي) وارو سندس شاگرديءَ ۾ اچي

[1] زباني روايت: حافظ خير محمد اوحدي
[2] آغا عبدالنبي: هڪ خط سال 1976ع
[3] احسان الله پٽو: آغا صوفيءَ جون ادبي خدمتون: تحقيقي مقالو سال 1965ع صفحو 39

غزل جا اعليٰ شاعر ٿيا. آغا صوفي کي ڪافي ۽ غزل ٻئي صنفون پياريون هيون. ٻنهي صنفن ۾ وڏي ڪاميابيءَ سان طبع آزمائي ڪئي اٿس. ڪڏهن ڪڏهن نظم به لکندو هو. سندس ڪلام ۾ بيحد سلاست ۽ رواني آهي. سندس شعر جي خاص خوبي اها آهي، جو ان مان پنهنجائپ جي خوشبوءِ ايندي، اهو ڌاريائپ جي ڌپ کان پاڪ آهي. مثال لاءِ ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا.

لاش منهنجي کي لنگهايو دلربا جي در اڳيان
چانوءَ من مونتي پوي ڪا دوست جي ديوار جي.

---

ڪانگا ڏجان پرين کي، پيغام ويندي ويندي
ڪج ياد جي ڪيا هئہ، انجام ويندي ويندي
ڪاغذ قريب کي هي، پل ۾ وڃي پڄائج
ڪانگل ڪرين متان ڏس تون شام ويندي ويندي

آغا صاحب جو ڪلام ان وقت جي مشهور اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندو رهندو هو جو تمام گهڻو پسند ڪيو ويندو هو. ڪيترن ئي چونڊ شعري مجموعن ۾ سندس ڪلام ڏنو ويو آهي. قومي ساهتيہ منڊل حيدرآباد طرفان چونڊ شاعرن جو ڪلام ”آلاپ“ جي نالي سان ڇپيو هو. ان ۾ آغا جو هڪ نظم ڇپيو هو. ان مان ڪجهه بند نموني طور پيش ڪجن ٿا.

**نظم:** [o]

او ڀي مثال ڀارت هندوستان پيارا
تو ۾ عجيب آهن، قدرت سندا نظارا
گل باغ تنهنجا سهڻا، ميوا مٺا موچارا
تولئي سڪيو سڪندر تنهنجو سلامي دارا
جمنا جو جل جيارو توکي سدا جياري
گنگا تي پاڪ پاڻي پنهنجو توکي پياري
آغوش ۾ تو پاليا، ڪرشن ڪبير رهبر
پيدا ڪيا تو ماتا، پورس سليم اڪبر
جهولي ۾ تو جهليا ها ارجن ۽ پيم دلبر
اهڙن ٻچن ڪان تنهنجو نالو رهيو نشانبر
جنهن ڪير تي پليا ها، هي وير پياري ماتا
هندو نہ آهيان مسلم ان جو نہ دل کي ارمان
نفرت هندن کي آهي، لعنت وجهن مسلمان

---

[o] پيرومل ايسر داس: قومي ساهتيہ منڊل، حيدرآباد، سال 1944ع صفحو 29، 30

هنديءَ هان هند جو مان، هر دم رهيا نگهبان
سچ پچ ڏسان ٿو هر هر هردي اندر هندستان
آ روح منهنجو عربي، بت هند ۾ پليو آ،
احمد مليو هتي ۽ هت شام مون مليو آ.

آخر ۾ سندس هڪ ڪافي ۽ هڪ غزل پيش ڪيو وڃي ٿو:

**ڪافي**

تنهن جي زلف سياه خط خال متان
قربان سوين هڪ مان نه متا

تا لات پڪي ڏينهن رات لنون- تنهنجي ساراه ملڪ بملڪ چون
تنهنجي در تي نادر نات نون- تا خان سوين هڪ مان نه منا.
تنهن جا عين مثل الماس بئي- سڌ سونهن سندي هر سوءَ پئي
تنهنجي الفت جا تا ڪن ڪئي- ارمان سوين هڪ مان نه منا
ڪيئي محبت ملهه خريد ڪيا- ڪيئي پاڪ پريت، پليد ڪيا
تنهنجي ديدن مست مريد ڪيا- سلطان سوين هڪ مان نه منا
ڪئي آهه آغا هي خوب ثنا- وڃ هوت اڳيان پڙهه باد صبا
ڪن صفت اوهان جي صل عليٰ- انسان سوين هڪ مان نه منا.

**غزل:**

سجڻ سهڻي سندي صحبت سدا دل هاءِ ساري ٿي
نيازي ۽ ڪري آزي، هنجهون هر روز هاري ٿي.
نزاڪت ناز نازڪ جي، ڪئي دل قيد آ قابو
متي منثار جي محبت، نماڻي دل ڏتاري ٿي.
متي محبوب جي الفت ڪري دل ياد ٿي دم دم
روئي ريهان ڪري ڪيهان پياري پاڻ ڳاري ٿي.
الاهي هر طرف هي دل ڏسي ٿي باهه جا پڙڪا
نه تس آرام ڪو پاهر نڪي گهر ۾ گذاري ٿي.
پڪاريندي دکي دل کي ادا کي ورهيه وڃا گذري
نماڻن يار نيڻن سان سدا واٽون نهاري ٿي.
خدارا دلربا ڏي ڪو دلاسو پنهنجي آغا کي
ڪري منهن طرف تنهنجي جو پياري دل پڪاري ٿي.

## نواب گل محمد خان زيب مگسي(1890_1953ع)

سردار گل محمد خان مگسي، نواب قيصر خان مگسي سوم (وفات 1927ع) جو وڏو فرزند هو. سندس والد کيس عربي فارسيءَ جي تعليم ڏياري، جنهن تي زيب کي چڱي دسترس حاصل ٿي وئي. محترم مولائي شيدائي پنهنجي هڪ مقالي ۾ لکيو آهي ته "نواب مير قيصر خان مگسي، جهوني نموني جو ٻروچڪي سادگي پسند هو پر پٽن کي تعليم ڏيارڻ تي هن پورو ڌيان ڏنو. سندس وڏي پٽ مير گل محمد خان وقت جي وڏي مفتي ۽ عالم بزرگ حضرت مولانا عبدالغفور همايوني، تخلص "مفتون" جي درگاهه مان علم ظاهري ۽ سلوڪ جون منزلون طئي ڪيون هيون. اهوئي سبب هو جو مير زيب عربي ۽ فارسيءَ جو عالم هو". [1]

زيب ۽ مولانا عبدالغفور همايوني رحه جي وفات تي فارسي زبان ۾ قطعو چيو هو جو مزار جي مٿان لڳل آهي: اهو قطعو هي آهي:

استاذي فاضل "همايون"
آن شمس زمان شهاب گيتي
روپوش چو گشت، گفت هاتف
"پنهان شد آفتاب گيتي".

سنه 1922ع ۾ نواب قيصر خان مگسي کي انگريز حڪومت پنهنجي خلاف سمجهي، بلوچستان کان جلاوطن ڪيو ۽ سندس جاءِ تي زيب کي مگسي قوم جو تمندار مقر ڪيو. جيئن ته زيب جو شروع کان ئي فقيري ڏانهن لاڙو هو، تنهن ڪري تمنداري معاملن ۾ دلچسپي نه وٺندو هو. اهوئي سبب آهي جو کيس سرداريءَ تان معزول ڪري، سندس ننڍي ڀاءُ يوسف علي عزيز مگسي [2] کي تمنداريءَ جي پڳ ٻڌرائي وئي.

زيب 1933ع ڌاري جهل (بلوچستان) کي خيرباد چئي اچي شهدادڪوٽ ۾ رهڻ لڳو. کيس مطالعي جو تمام گهڻو شوق هو، تنهن ڪري پنهنجي ڪتب خاني ۾ تمام گهڻا ڪتاب ڪٺا ڪيا هئائين. سندس طبيعت ۾ شروع کان موزونيت هئي، وبتر وسيع مطالعي کيس سٺو شاعر بڻايو: فارسي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ ڪافي ڪلام چيو اٿس. سندس فارسي ڪلام پنج گلدسته زيب 1931ع ۾ ڇپيو هو. سندس ٻيو فارسي ڪلام جو مجموعو "مخمسات زيب" 1936ع ۾ ڇپيو هو. زيب جي هڪ مائٽ کان معلوم ٿيو ته مرحوم زيب هڪ ٻيو فارسي ديوان پڻ لکيو هو جنهن جو نالو "ارمغان عاشقان" رکيو هئائين، جيڪو مير زيب جي فرزند عطاء الله خان مگسي، ڊاڪٽر انعام الحق ڪوثر کي ڏئي ڇڏيو آهي. پر موصوف اهو ديوان ڇپائڻ بدران پنهنجي گوڏي هينان

---

[1] مولائي شيدائي: سردار گل محمد خان مگسي زيب (مقالو) ٽِه ماهي مهراڻ صفحو 232، سال 1960ع

[2] يوسف علي عزيز مگسي بلوچستان جو انقلابي رهنما، قومي هيرو مرد مجاهد سياستدان، اديب ۽ شاعر هو. 31 مئي 1935ع ۾ ڪوئيٽا واري زلزلي ۾ نوجوانيءَ ۾ هن فاني جهان مان موڪلائي ويو.

ڪري ويهي رهيو آهي.[1]

مرحوم صوم و صلوات جو پابند ڪامل درويش، باتهذيب ۽ بااخلاق، ٿورو ڳالهائيندڙ مرد، هڪ وڏو اديب ۽ بهترين شاعر هو.[2]

زيب زندگيءَ جا پويان ڏهاڙا جيڪب آباد ۾ گذاريا. جيڪب آباد ۾ هو مختيارڪاريءَ جي نزديڪ رهندو هو. سندس وفات بعد کيس "جهل" ۾ دفنايو ويو.

زيب صنائع ۽ بدائع جو وڏو ماهر هو. پنهنجي فارسي شعر ۾ صنائع ۽ بدائع تي گهڻو توجهه ڏنو اٿس، جنهن ڪري سندس شعر ۾ علميت زياده پر ادبيت گهٽ نظر ايندي. زيب جي شاعري بابت مولائي شيدائي لکي ٿو ته "حضرت زيب فن شاعريءَ ۾ روشنيءَ جو مينار تعمير ڪيو...سندس ڪلام سمنڊ وانگي چوليون هڻي ٿو. سندس شاعريءَ ۾ دل جا جذبا ۽ روحاني ڪيفيتون پوشيده آهن. سندس جذبات ۽ تاثرات ۾ تصور جي پرواز جا اسرار سامونڊي لهرن وانگيان آهن. جيڪي پڙهندڙن جي دامن کي ڪچ ڪوڏين بدران بي بها موتين سان پرين ٿيون.[3]

حافظ خير محمد اوحديءَ کان معلوم ٿيو ته: "هڪ ڀيري زيب پنهنجي پيءُ جي زندگيءَ ۾ پنهنجن ڪن دوستن سان گڏجي ماني کائي رهيو ۽ سندس هڪ نوڪر مکين هڪلڻ لاءِ پکو هڻي رهيو هو. انهيءَ موقعي تي قيصر خان جي ڳالهه نڪتي ته زيب چوڻ لڳو:

"مگسي پر شڪسته کي سرخوان".[4]

ظاهر ته هن مصرع جي معنيٰ هيءَ آهي ته "پرن ڪٽل مک دسترخوان جي مٿان ڪيئن اچي سگهندي". پر حقيقت ۾ ان جو مطلب هي آهي ته قيصر خان پرن ڪٽل مک جي مثال آهي، يعني مجبور ۽ ڪمزور ، "کي، سر، خوان" جا الفاظ دراصل قيصر خان آهن ۽ مگسي (ياءِ مجهوليءَ سان) مگسي (ياءِ معروضيءَ سان) آهي.

ان مان معلوم ٿئي ٿو ته زيب پنهنجي پيءُ کان ناراض هو. سندس سنڌي ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته هو پنهنجي ننڍي ڀاءُ يوسف علي عزيز مگسيءَ کان به ناراض هو. مثال لاءِ سندس هڪ شعر پيش ڪجي ٿو:

چو ميان والن کي مونتي ٿو گهرائين اي عزيز
عشق جي آ موج ـ من ۾ جن نه ڪوئي پوت آ.

مير زيب سنڌي ۾ تمام گهڻو ڪلام چيو آهي جو "ڪلام زيب" جي نالي سان قلمي صورت ۾ موجود آهي، جنهن ۾ اٽڪل اٺ سئو کن غزل ٿيندا. سندس ڪلام گهڻو ڪري عشقيه آهي، ڪٿي ڪٿي سندس ڪلام مان ان دور جي حالتن ۽ سندس شخصي جذبن جي ترجماني

---

[1] رحمت الله مگسي: زباني روايت.
[2] طالب المولىٰ: يادرفتگان، صفحو 50، سال 1953ع
[3] مولائي شيدائي، سردار گل محمد خان مگسي، زيب (مقالو) سه ماهي مهراڻ، صفحو 235، سال 1960ع
[4] حافظ خير محمد اوحدي: زباني روايت.

نظر اچي ٿي. توڙي جو هو فارسي جو وڏو ڄاڻو هو ۽ ان زبان جو سٺو شاعر بہ هو پر سندس سنڌي ڪلام تي فارسيت جو ايڏو گهرو اثر نہ آهي. ڪن ٿورن شعرن کان سواءِ سندس ڪلام جو گهڻو حصو نيٺ سنڌي زبان ۾ چيل آهي. هن هيٺ سندس نموني ڪلام پيش ڪيو وڃي ٿو.[1]

عقل ڏس جو ڏاهري آ سنڌ ساريءَ جو وزير
فضل ڏس جو پيشوا آخلق جو ڪوري ڪبير.

---

اڄ پرين جيئن بهاريءَ ۾ ڪيون گڏجي سفر
ڏينهن جي لُڪَ نہ آ، رات جو پارو ناهي.

---

چنڊ بهاني ڪي ٽڪڻ جي تون چڙهي آءُ پرين
ڪوٺو آ زيب جو سڪر جو منارو ناهي.

---

گل جهڙا هنڌ هيٺان، آهن ڪنڊا ٻير جا
وِهُہ وات ۾ اوهان بن، حلوا توٽي متايون

---

محب آندا مکڻ مونڪان ۽ پيالو ڏڌ جو
ڪٽڪ جو ڪوڪ، هينئر ساڳ ڳنر جو گهرجي.

---

تيغ ابرو تي مقرر نہ ليسن ۽ نہ فيس
عهدنامو آ حڪومت جو حسينن سان جدا.

---

جج جانب جي ملڻ جي ڪانڪا ٻگري[2] ڏني
مان ڪندس ڪيئي اپيلان، ڪيس جا آٽي نقل.

---

نہ تو پاڙيچو وسري ۽ نہ پاڙو
مُڇن جو آ چپن ڏي نيٺ لاڙو
نہ وڃ بدخلق ڏي حاجت ڪٺي تون
اتاري تاس ٻيٺي آب ڀاڙو.

---

[1] زيب جا شعر سندس قلمي بياض "ڪلام زيب" تان ورتل آهن.
[2] ٻهراڙيءَ جا ماڻهو "ٻڪري" کي ٻگري چوندا آهن.

ملـن جـي حقيقـت آ سموري مـونکي معلـوم
ڪلمـو تـا پـڙهن خـان تـي، قـرآن بغـل ۾.

---

مـال گهرجـي مولـوي کـي، زيـب کـي دُرِ سـخن
هنس کي موتي آ خوش ۽ ڳجهه کي مُردار خوش.

---

مئي جـونـه تـو پيئين تـه گـلا يـي نـه ڪـر فقيه
ڏس تـون ڪتـاب هـي بـه ڪبيـرو گناهـه تـي.

---

ڇا پڇين تـو دل ڪون جـو دلدار تنهنجو ڪيئن آ
سـونهن ۾ سـيد مگـر انڪـار ۾ مـروان آ.

---

دل ۾ ديـرو عشـق جـو آ عقـل جـي هـت ڇـا هلـي
حڪـم ڇـا هنـدو هلائـي، هـي بلوچسـتان آ.

---

صـوفي جـو آيـو سـپ کـي تسـلي ڏئـي ويـو
واعـظ جـو آيـو سـپ کـي هراسـان ڪـري ويـو.

---

ايـئن هـي مـن تـو خـوش ٿئـي بوسـي سـان
جيـئن پيسـي سـان پيـر ۽ مخـدوم.

---

هـي الطـاف متـي مجلـس ۽ لطـف ڪـلام
روئـي کـي يـاد ڪنـدا زيـب زمـانو تنهنجـو.

---

شيخ جـي احـوال بـاطن جـي پڇـي سـاجن خـبر
مون چيو "تون خير سان هـج پيـو مڙيئي خير آ".

**غزل:** [1]

مئـي رنگـين آ دارون دلـين جـو درد هجـران ۾
اهـو نسـخو لکيـو آهـي ارسـطو طـب يونـان ۾
جنهن کي ورهـه جي وحشـت وٽـي سـي خـوش رهـن سـج ۾
آهـي بـازار ۾ آهـو کـي غـم راحـت بيابـان ۾
تبسـم جـي مهـل مـوتي مثـل جلـوو ڏيـن دنـدان

[1] هي غزل هفتيوار الحقيقت جي 13 نومبر 1929ع واري شماري تان ورتل آهي.

چپــايو آهـــ ڪـــنهن اســـتاد مرواريـــد دنـــدان ۾
پئـي آ هـاڪ تنهنجـي حسـن جـي منسـوب ملڪـن ۾
خـــتن ۾ چـــين ۾ غزنـــي ۾ ڪابـــل ۾ بدخشـــان ۾
پـرين پـرديس ۾ پـي تـم تصـور پڻ تنهنجـي صـورت جـو
نيـاپو ڪـوهڪـن هـي موڪليـو هـو ڪالهہ شـيرين ڏي
شـــمع رخســـار جـــو گهرجـــي تـــواج شـــام غريبـــان ۾
خزانـــي دل جـــي مـــان گـــوهر گهٽـــائي تـــو ڪيـــان پـــڌرا
اجا پـي زيـب ڪـو ريشـم جـو ڪـونهي ڪـال ملتـان ۾.

## نواز علي نياز جعفري (1892_1959ع)

سنڌ جو باڪمال شاعر نياز ذات جو سومرو هو جيئن تہ سندس گهراڻي جي اهل بيت سڳورن سان عقيدت ۽ محبت هئي، تنهن ڪري پاڻ کي "جعفري" سڏائيندا هئا. لاڙڪاڻي مان تعليم حاصل ڪري پهريائين سنڌي ماستر ٿيو. بعد ۾ روينيو ۾ ڪلارڪي ڪيائين، جتان روينيو کاتي جا وڏيڪ امتحان پا س ڪري، مختيارڪار بڻيو. سال 1947ع ۾ ان عهدي تان رٽائر ڪيائين.

نياز 1906ع کان يعني 13 سالن جي ڄمار ۾ شعر چوڻ شروع ڪيو. سڀ کان پهرين جيڪا ڪافي چيائين سا محمود فقير ڪتياڻ جي هڪ ڪافيءَ جي پيران چيل آهي. محمود فقير جي ڪافي جو ٿلهہ هن ريت آهي:

حجت ناهہ منهنجي هوتن سان، خاص ٻانهپ واري ٻولي
ٻانهـــپ واري ٻـــولي، ســـر ســـيد جـــي آ جهـــولي.

هينئر نياز جي ڪافيءَ جو ٿلهہ پيش ڪجي ٿو:

نـــاهي زور ضـــعيفن جـــو ســـائين آءُ وري هڪـــواري
آءُ وري هـــڪ واري، منهنجـــي توبهـــہ توبهـــہ زاري

پروفيسر پنجواڻي پنهنجي هڪ مقالمي ۾ لکيو آهي تہ شڪارپور جي صوفي درويشن جي سنگت ۾ اچي، عشق مجازي ڏانهن مائل ٿي، 1906ع ۾ لکڻ شروع ڪيو. شروعاتي شعر هن بيتن ۾ چيو ۽ پهريون بيت جو هن چيو سو مون وٽ موجود آهي:

پـــرين هـــڪ پرديســـي آيـــو محبـــت مســـافر مـــاهي- قســـم الاهـــي
ڏسندي سان حيـران ٿيـا سـڀ شـڪل تنهنجـي شـاهي- قسـم الاهـي
لاغرضـيءَ سـان ملـڪ مجايـا سـورهيہ سـڀ سـپاهي- قسـم الاهـي
دل ڪسـي سـو دلبـر پنهنجـي ديـس وطـن ٿيـو راهـي- قسـم الاهـي

ڪنهن سان ڪين ڪئي تنهن ڊولئي ويندي الله واهي- قسم الاهي
نياز لحاظ گهٽوئي ڪيوسين پر بلڪل بي پرواهي- قسم الاهي [1]

رام پنجواڻي نياز جي شاعريءَ بابت وڏيڪ لکي ٿو ته”نياز سڀ ڪنهن نموني جو شعر چيو آهي، پر عام رايو اهو آهي ته هو مجازي عشق جي لحاظ کان هڪ تمام جوشيلو شاعر آهي. سند ٻولي ذرا رنگين پرمزيدار آهي. سندس خيال عاشقاڻا پر دل کي مچائيندڙ آهن. سندس مجازي عشق ۾ شڪارپور جي صوفين ۽ لاڙڪاڻي جي فقير موهن جي محبت جو اثر آهي.“ [2]

نياز پنهنجي ڪلام ۾ جتي فڪر جي بلندي جا اعليٰ مثال پيش ڪيا آهن، اتي لفظن تي اعرابن جي مٽ سٽ سان، شعر جا سهڻا مثال پيش ڪيا اٿس.

مثلن سندس هڪ غزل جا شعرا ملاحظہ فرمايو:

وري نــه يــارجــي قسـمت تـه ڳالهــه ٿيـنـدي ڳـري،
ڳـري ضـرور مـان ويـنـدس، جـي ايـنـدين ڪـين وري،
ڦـري جـو مـنهن جـي ڪـيـي اک، سـڄـڻ نـه آيـو ڦـري،
رقيــب عيــد ڦُــري، عيــد مــونکي ڪــين ڦــري،
ســري تــون مونکــان پــري ٿـئين، اهـا بـه توکـان سَـري،
سـري مـون توتـان فـدا ڪئي، جو منهنجي ڪين سَري،

نياز جي شاعريءَ جي وڏي خوبي اها آهي ته هن غزل جي عام شعرن وانگر ويهي ڪوڙ کو نه ڪٿيا آهن، خيالي ۽ فرضي داستان کو نه گهڙيا آهن، ۽ نه وري ”رعايت لفظي“ جي رسي ۾ پاڻ کي چوڪنيو ٻڌو اٿس. هن جيڪي ڪجهه چيو آهي سا سندس دل جي جذبن جي عڪاسي آهي. نه فقط وٽس جذبي جي صداقت آهي پر ٻولي جي لطافت به آهي. هن فارسي ترڪيبن جي ترڪڻ ۽ اٽانگن عربي اکرن جي ڏيڻ کان پاڻ بچائي سنئين ۽ سولي سنڌي واري واٽ ورتي آهي. هن جيڪو ڪجهه محسوس ڪيو تنهن کي سچائي سان شعر جو روپ ڏنو. مثلن جڏهن سندس وڏو ڀاءُ غلام علي خان ڪيس جدائي جي جهوري ڏئي ويو ته ان سور ۽ صدمي کان بيتاب ٿي، بي اختيار چئي ڏنائين ته:

ڪـري ســانگ ســانگي وســاري هليــا
بــه تــي ڏيــنهن هتــڙي گــذاري هليــا
چـوان ڇـا ضـروري ڪـو پيغـام پهـتن
جـو لبيـڪ چئـي سـر کـي ڏاري هليا
نيــاز آهــي ارمــان تــن جــي وچــڻ جــو
مـونکي ڇـڻ تـه جيئـري ئـي مـاري هليا.

---

[1] رام پنجواڻي: سنڌ جا زنده شاعر (نياز) ماهوار سنڌو آڪٽوبر 1936ع صفحو 24

[2] ايضا ص_26_27

ان فراق جا ڦٽ اڃا تازا ئي هيس ته سندس گهرواري به سناٽو سفر اختيار ڪيو۽ نياز بي اختيار ٿي چيو ته:

توسوا مونکي هي گهر, ديوار در ڪائڻ لڳا
ياس, حسرت, غم الم سڀ مونکي ايذائڻ لڳا
ڪيئن وساري ٿو سگهي دلدار توکي هي نياز
آخري الفاظ تنهنجا, منهنجي دل گهائڻ لڳا.

---

آخر جڏهن اڪيلو ٿيو ته پنهنجي ماروٽ قربان علي کي پاڻ سان گڏ رهايائين, پر ان کي به موت مهلت نه ڏني, هُو به جلد ئي موڪلائي ويو. جڏهن سڀ ساٿي ڪانئس وڇڙي ويا, تڏهن پنهنجن جذبن جو اظهار هن غزل جي صورت ۾ ڪيائين.

ڇڏي ويا مونکي غربت ۾ زمين وارا زمان وارا.
ڏسي مونکي, ستارا پي ڪلن ٿا آسمان وارا.
شڪسته دل ڏسي, افسوس, پيريءَ ۾ پڪاريان ٿو
مڪان هي آهه خالي, ڪر قبول اي لامڪان وارا.
سدا منهنجي ئي گهر تي ڇو فلڪ بجلي ٿو ڪڙڪائي؟
رهن ٿا باغ عالم ۾ بيا پي آشيان وارا.
اڇي همراهه ٿي تون ٽيڪ ڏي ڪا مون مسافر کي,
عليل آهيان ڇڏيندا ٿا وڃن سڀ ڪاروان وارا.
جگر کي آسرو جن جو۽ دل کي ٽيڪ هئي جن جي,
الائي ويا هليا ڪاڏي اهي شيرين زبان وارا.
"نياز" آهين تڏهن هو يار توکي آزمائي ٿو,
نهايت عجز سان هل ڏينهن پنهنجي امتحان وارا.

اها هڪ حقيقت آهي ته نياز کي سنڌي زبان تي وڏي دسترس حاصل هئي. ڪلاسيڪي شاعري هجي, يا عروضي بنهي ۾ پنهنجي ذات ۽ ذانءُ سان اعليٰ مقام حاصل ڪيائين.

1921ع ۾ جڏهن لاڙڪاڻي ۾ پهرين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس ٿي ته ان مشاعري ۾ نياز جي طرحي غزل کي پهريون نمبر قرار ڏنو ويو. پروفيسر رام پنجواڻي لکي ٿو ته "حيدرآباد جي تعليمي ڪانفرنس جي مشاعري ۾ جتي سيني کي طبع آزمائي جو موقعو ڏنو ويو. ان ۾ جو شعر هن پڙهيو سو پڻ اول درجي ۾ بهترين سمجهيو ويو۽ ان موقعي تي سڀاپتي مسٽر ايوب خان اهي لفظ چيا, "نياز لاڙڪاڻوي گوءِ کٽي ويو". [1]

نياز ڪلاسيڪي صنفن بيت ۽ ڪافي چوڻ ۾ نه ماهر هو پر عروضي شاعريءَ جي هر

[1] رام پنجواڻي: ماهوار سنڌو: سنڌ جا زنده شاعر, آڪٽوبر 1932ع صفحو 24

صنف تي ڪيس ڪمال حاصل هو. خاص طور غزل ۽ نظم جو تہ بادشاهہ هو. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکيو آهي تہ "نياز جو شعر نهايت رنگين ۽ پراثر آهي. سندس شعر ۾ غضب جي منظرنگاري ملي ٿي، جنهن جا بهترين مثال "برسات" ۽ "خطاب بطرف گل" وارا شعر آهن". [1]

هونئن تہ ان دور ۾ لاڙڪاڻي ۾ يا ٻين شهرن ۾ شاعرن جي ڪمي ڪا نہ هئي پر سمجهہ ۽ ڏاهپ، نياز جي ذات کي سچائي ورتو هو ۽ کيس ان دور جو وڏو شاعر سمجهندا هئا.

پير علي محمد شاهہ راشدي نياز بابت لکي ٿو تہ " لاڙڪاڻي جي شاعرن مان، منهنجي دلچسپي هوندي هئي مرحوم مغفور ميان نوازعلي خان نياز سان اهي ڏينهن بہ هئا سندس جوانيءَ بلڪ مستيءَ جا. ان ڪانسواءِ پاڻ شاعر بہ هوندو هو باعمل. پهرين پيدا ڪندو هو اهڙو ماحول، جنهن ۾ احساس تيز ٿين ۽ جذبات جوش ۾ اچن. ان کانپوءِ سليس سنڌي زبان ۾ ڪافين جي وسيلي ويهي ڪندو هو بيان ۽ اظهار انهن ذاتي ۽ قلبي وارداتن جو". [2]

پير صاحب وڌيڪ لکي ٿو تہ "هڪ دفعي هڪ مشاعري جي سلسلي ۾ سکر آيو مان کيس سج لٿي بعد، بيراج جي پل وٽ، درياهہ پر تي وٺي ويس کيس عرض ڪيم تہ پنهنجي چيل ڪا خاص مرغوب ڪافي ٻڌائي. انتهائي خوش الحانيءَ سان هيءَ ڪافي ٻڌايائين.

دل منهنجي دوست ڏتاري ڙي اديون
باهہ تہ ٻاروچل ٻاري ڙي اديون
جيرو منهنجو جوش آ تہ جلايو.

جن ڪان جانب ٿئي جدا ۔ تن کي ڏجي ڪا دلداري ڙي اديون
اوهين وينيون طعنن ساڻ تپايو.

ڏيندس نياز لحاظ سان ۔ سورن جي سڌ ساري ڙي اديون
هوت پنهل جڏهن اڱڻ منهنجي آيو.

ورهيہ گذري ويا آهن، پر اڄ تائين سندس آواز پيو ڪنن ۾ گونجي. چانڊوڪي رات، درياهہ جو ڪنارو، خاموشيءَ جو عالم، ڏکڻ جي هير ۽ اها هير معطر پير وارن باغن ۾ بيئنل گلن ٻوٽن جي خوشبو سان، ۽ وچ ۾ نياز سو بہ پيو چوي:

جن ڪان جانب ٿئي جدا ۔ تن کي ڏجي ڪا دلداري ڙي اديون
اوهين ويتر طعنن سان پيون تپايو. [3]

نياز جي شخصيت ۽ شاعريءَ تي هڪ مختصر مقالي ۾ ڇا لکي سگهجي ٿو؟ اهو نياز جنهن جي ياد ۾ پير حسام الدين شاهہ راشدي مقالو لکڻ جو ارادو ڪري، جڏهن لکڻ وينو تہ "هو ڏوتي، هو ڏينهن" جهڙو ضخيم ۽ شاهڪار ڪتاب تيار ٿي ويو. آخر ۾ اهو ضروري ٿو سمجهان

[1] ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: لاڙڪاڻي شهر جا شاعر: ماهوار نئين زندگي آڪٽوبر 1967ع
[2] پير علي محمد شاهہ راشدي: اهي ڏينهن ۔ اهي ڏينهن، (ٻيو ڇاپو) صفحو 485، سال 1974ع
[3] پير علي محمد شاهہ راشدي: اهي ڏينهن ۔اهي شينهن (ٻيو ڇاپو) صفحو 486

تہ ان ڪتاب جي مصنف، سنڌس دوست سيد حسام الدين شاهہ صاحب جا تاثرات هتي لکان:
سائين راشدي صاحب جن لکن ٿا تہ "نياز مرحوم ڀھريون شاعر مون کي ڏسڻ ۾ آيو جيڪو نہ فقط غزل ۽ نظم جو بادشاهہ هو بلڪ ٺيٺ سنڌي ڪافيءَ مٿان بہ ڪيس ڪمال جي قدرت حاصل هئي. اها ئي ٺيٺ مٺي زبان، اهي ئي محاورا، اهي ئي لفظ، نازڪ ۽ پٽ پٽيھر جھڙا نرم استعارا بہ پنھنجي ماحول جا، ترڪيبون اهي ئي جيڪي شاهہ ڪتب آنديون، ڳالھيون اهي ئي جيڪي ڪافيءَ جو ڏاج آهن".[1]

سائين حسام الدين راشدي صاحب جن ٻئي هنڌ نياز جي تعريف هن ريت ڪئي آهي،
"نياز انسان هو فاني ۽ بي بقا، ٺيٺ هتئون هلڻو هئس، آخر رهي بہ ڪيترو رهي ها، موت سندس مرڪ هو هن فاني جسم جو معاملو آخر تہ مٽيءَ سندو مامرو آهي. نياز جي موت ڪري سنڌي ادب کي نقصان پھتو جو "نياز" هي جهان ڇڏيو. اهي سيئي ڳالھيون برابر، صحيح ۽ سچ پر منھنجي دل تہ انڪري بہ ڏکي وئي، جڏهن ڏٺم تہ نياز هڪ دور جو نمائندو هو جيڪو دور سندس موت تي ختم ٿيو. نياز هڪ عهد جي نشاني هو ۽ اهو عهد اڄ پورو ٿيو: نياز هڪ خاص زماني جو عڪس ۽ آئيني دار هو جيڪو زمانو هاڻي اڇي پڇاڙيءَ کي پھتو".[2]

## ڪافي

راڻــو اينــدم رات- ڪــيچ شــهر جــو خــان ٻــاروچو.....
ڪالھاڪون منھنجي اک ڦري پئي- دل بہ دلبر ياد ڪري پئي،
ڪانگ بہ لئين تي لات.....ڪيچ شهر جو خان ٻاروچو.....
ڪڏهن تہ وينـي ڪانگ اڏايـان- ڪڏهن تہ وينـي پانـڌي پڇايـان
وائـي اهـا هـم وات.....ڪـيچ شـهر جـو خـان ٻـاروچو.....
سـر تيون سـياڻي ڏينـديون واڌائـي- مهـل ملـڻ جـي آئـي ڪـہ آئـي
پنهـل اينـدم پربـات...... ڪـيچ شـهر جـو خـان ٻـاروچو.....
جـڏهن نيـاز آءُ ڪيـان نيـازي- هـوت هيڪـاري ٿئـي ٿـو راضـي
برهـہ پڙهـائي ايهـا بـات.....ڪـيچ شـهر جـو خـان ٻـاروچو.....

## نظم

وطن ٿيو سنڌ پنھنجو ۽ مٿي آهي زبان پنھنجي
نہ ٻولي ڪنھن بہ ٻيءَ کي مان سڏيندس پيار سان پنھنجي
گلستان مثل منھنجي تي وڃي سنڌي زبان رنگين
ڇڏي ڏي غير سنڌي ۾ زبان ان خار کان پنھنجي

---

[1] سيد حسام الدين راشدي: هو ڏوٿي، هو ڏينهن: صفحو 406 سال 1977ع
[2] ايضا صفحو 1

ڏني سنڌيءَ ۾ لولي ماءُ توکي پائي جهوليءَ ۾
ڪڏهن ڏارئي جي الفت ۾ وسارين تون متان پنهنجي
اها حب وطن ناهي، زبان پنهنجي وڃي وسري
جي سنڌي آهين دل تي ياد رک طرز بيان پنهنجي
حلاوت پنهنجي ٻوليءَ ۾ تون ڪر پيدا ڪا اهڙي جو
مهاجر پيا پڙهي اردو، سکن سنڌي زبان پنهنجي
نياز آزي ڪري درگاهه رب ۾ گهر دعا هردم
وطن سان گڏ سلامت شل رهي سنڌي زبان پنهنجي.

### غزل

منهنجي اکين کي ڏسڻ جي آهه اڃ
هر طرف توري اي راڻا آهه رڃ
تون هجين گڏ جي ته ٻر پيي آچمن
تو سوا هي باغ بستان آهه سڃ
خوف تنهنجو آهه نه ته مونسان رقيب
جيئن هلي تو هوند ماري ڪيانس مڃ
عيد تن جي آهه جن وٽ تون اچين
تنهن جي صدقي جونه چاڙهن جام جڃ
مل غريبن سان ٻڌي عرض نياز
اي پيارا سمجهه اهڙا پيا نه پڃ.

## مولوي ثناءُالله ثنائي(1895-1977ع)

مولوي ثناءُالله ولد الله بخش عباسي ڳوٺ ڪوهارا تعلقو ڏوڪري جو ويٺل هو. سندس ولادت 1892ع ۾ ٿي. عربي، فارسي جو عالم هو. سنڌيءَ ۾ تمام گهڻو ڪلام چيو اٿس. جن ۾ مناظرا، خطبا، مداحون، مسدس، مثنويون، رباعيون ۽ غزل شامل آهن.

ثنائي تمام گهڻو مزاحيه ڪلام به چيو آهي: سندس ڪتاب ”ملان ۽ موالي“ ۽ ”اشعار ثنائي“ تمام گهڻو مشهور آهي. مولوي ثنائي مدح ۽ مولود جو باڪمال شاعر آهي. سندس شهرت حضور رسول اڪرم ﷺ جن جي مدح ڪري ٿي. هن حضور پرنور ﷺ جي مدح ۽ ثنا تمام گهڻي چئي آهي ۽ ثنائي تخلص به انهيءَ ڪري رکيو اٿس. ڪنهن زماني ۾ ثنائي جو نعتيه ڪلام تمام گهڻو مشهور هو ۽ ماڻهو عام جام چوندا رهندا هئا. سندس هڪ نعتيه غزل تمام گهڻي مقبوليت حاصل ڪئي، جنهن جو مقطع هي آهي:

ثنا سردار جي ڳائي، ثنائي ٿيو لقب منهنجو
وگر نہ ماءُ لولي ۾ سڏيو مونکي ثناءُالله.

ثنائي جي ڪلام ۾ وعظ ۽ نصيحت تمام گهٽي نظر ايندي. سندس ڪلام ۾ بيحد سلاست ۽ رواني آهي. هو ٺيٺ سنڌي اصطلاح ۽ محاورا استعمال ڪري ٿو ۽ روز مرہ جو خاص خيال ڪري ٿو. سندس ڪلام آسان، عام فهم، سليس ۽ سهڻو آهي. طنز و مزاح سندس ڪلام جو هڪ اهم جز آهي. هو ماڻهن جي خراب عادتن ۽ ڪڌن ڪرتوتن تي خوب طنز ڪري ٿو. پيرن ۽ وڏيرن جا پرڪار بہ پوري ريت پڌرا ڪيا اٿس. رشوتي ڪامورن جا بہ خوب چوڏا لاٿا اٿس. ڪي واقعاتي بيت بہ چيا اٿس: مثلن 1939ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ ٻوڏ آئي تہ ان جو دردناڪ نقشو شعرن جي صورت ۾ پيش ڪيو اٿس. وري 1963ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ ڏڪار پيو تہ ان جي بہ ڏکوئيندڙ تصوير چٽي اٿس.

مولوي ثنائي بابت هڪ مقالہ نگار لکيو آهي تہ "ثنائي ڪهنہ مشق شاعر ۽ اديب آهي. سندس جواني ۽ اوائلي دور جا اديب ۽ شاعر فقير علي محمد قادري، ميان غلام سرور فقير، مسٽر نواز علي نياز، مولوي محمد عاقل "عاقل"، فقير هدايت علي نجفي، ميان جمع خان غريب ۽ حاجي محمود خادم پارا اهل فن ۽ مشاهير روزگار هم صحبت هئا. جن سان ڪجهہ وقت لاءِ بزم مشاعرن ۾ سندس خيالن جي ڏي وٺ ٿيندي رهي". [1]

مطلب تہ ثنائي عروضي شاعر هجڻ سان گڏ هڪ عوامي شاعر بہ آهي. سندس ڪلام جي مطالعي ڪانپوءِ ائين چوڻ وڌيڪ ٺيڪ ٿيندو تہ صحيح معنيٰ ۾ هڪ عوامي شاعر هو.

هن هيٺ سندس ڪلام جو نمونو پيش ڪيو وڃي ٿو:

اڄهي آيا پير پيارا – فيض هدايت بخشڻ وارا
ڪوڙ خليفا ساڻ سچارا – پوتي گهوڙا اٺ قرارا
مريد مرڪن بيش پلارا – سال جو پورهيو هڪ مهماني
هي تہ مڙئي ڪن ماني ماني.

شاعر خيالي ڪوڙ ثنائي – مضمونن ۾ محو فنائي
خال خطن تي يار فدائي – ليڪن ڪل جي دغا وفائي
وڪڻن وينا شعر گدائي – بيت قصيدا مرثيہ خواني
هي تہ مڙئي ڪن ماني ماني.

ايڊيٽر داناءَ دبير – ڊچن تن کان پير فقير
تپي شل نہ لکن تقرير – ملڪان ملڪ وڃي تحرير
دست گهڙيا هٿ ڪوڙ نظير – نئين نئين مضمون جا باني
هي تہ مڙئي ڪن ماني ماني.

[1] عبدالستار نيڪ محمد: ثناالله ثنائيءَ جون ادبي خدمتون (مونو گراف) صفحو 10، سال 1965ع

مـلان ويـنـــان ٻـــار پڙهـــائن - روڪـــڙ لاءِ گرانـــٽ گهـــرائن
طرحين طرحين شعر چوائن - بيمـارن تـان خـوب ڪمـائن
ڪچٽيـون ڪيـر ۽ جهاٽا ڪـائن - پيـٽ سـنڌن زنبيـل نهـاني
هي تہ مڙئي ڪن ماني ماني.
هنـدن جـا ڏس هرجـا هـٽ - وينـــا ڪڙڪائينـــــدا وٽ
لتـــا ڏوڙ بغـــل ۾ چـــٽ - پـائي تـي پـي سـر جـي سـٽ
ليڪـا چوڪـا جـوڙ ۽ ڪـٽ - تنـو تلـو لـيڪڻ ڪـاني
هي تہ مڙئي ڪن ماني ماني.
جـوڳي وينـا جـوڳ ڪمـائن - خيـال ۾ گـم تـي خيـال پچـائن
تـــي فرعـــون خـــدا ســـڏائن - تـــولا آفـــيمن جـــا ڪـــائن
اڪيـون ٻـوتي خلـق پلائـن - ڳـول اتـي تـي جـان ۾ جـاني
هي تہ مڙئي ڪن ماني ماني.
حجـم مـوچي، ڪنيـر ڪـاري - درزي، لـوهر، ڏڪـڻ نـاري،
ميئـ مهاٽـا شـيخ شـڪاري - لنگهـا لـورا، ڪڙمـي هـاري
ننـــديا وڏا خلقـــت ســـاري - پيٽ جي ڪارڻ هيءَ حيراني
هي تہ مڙئي ڪن ماني ماني.
تويـ تويـ بنـد پڳـو آهـ - ڪـوڏر وارو ڪـونـ لڳـو آهـ
گهل گهل جهڙو دهـل وڳـو آهـ - ڳـوٺ ٻـڏي ويـا مـال رڳـو آهـ
خان لڙهن ٿا چڻ ڪو ڪڳو آهـ - ڇرڪـو جهـاريءَ ۾ بـي واهـ
تون آن ڏاڍو بي پرواهہ.

## فقير غلام علي مسرور (1892_1953ع)

فقير غلام علي مسرور سنڌ جي مشهور شاعر حاجي امام بخش خادم جو پائيٽيو ۽ مرحوم لطف الله بدوي جو سئوٽ هو. سندس والد ميان رحيم بخش تعليم کاتي ۾ پرائمري استاد جي حيثيت سان ملازمت جي ابتدا ڪئي ۽ نيٺ هڪ ڏينهن شڪارپور جي اسڪولن جو سپرنٽنڊنٽ ٿيو. ان ئي عهدي تان رٽائر ڪيائين. ان ڪانپوءِ خيرپور رياست جي تعليم کاتي ۾ نوڪري ڪيائين. خيرپور ۽ گمبٽ جي اسڪول ۾ هيڊ ماستر ٿي رهيو. آخر گمبٽ جي هاءِ اسڪول مان رٽائر ڪري واپس شڪارپور آيو.

مسرور فقير جي ولادت شڪارپور ۾ ٿي. ابتدائي تعليم خيرپور ۾ حاصل ڪري انگريزي تعليم خاطر سنڌ مدرسہ ڪراچي ۾ داخلا ورتائين. ان وقت سنڌ مدرسہ ۾ مولوي عثمان نورنگ زاده فقہ

پڙهائيندو هو. جو نه صرف هڪ عالم هو پر سٺو شاعر به هو. مسرور کي شاعريءَ جو شوق ته اسڪول جي زماني کان ئي هو. پر مولوي صاحب جي صحبت ۾ ڪيس وڏيڪ شوق جاڳيو. مسرور جي طبيعت جو لاڙو شروع کان ئي فقيري طرف هو. شاعري ۽ موسيقيءَ سان به تمام گهڻي دلچسپي هيس. 1908ع ۾ جڏهن مترڪ ۾ هو ته ڪيس ڪن صوفين جي سنگت نصيب ٿي. اهي صوفي فقير قادر بخش بيدل جا مريد هئا. مسرور فقير تي صوفين جي صحبت ايڏو اثر ڪيو جو تعليم ترڪ ڪري, اچي بيدل سائين جي درگاهه وسايائين. سندس والدين کي فقير جي هن حال تي سخت صدمو رسيو. ڪيس پڙهائڻ لاءِ گهڻو ئي چيائون پر فقير صاحب تي انهن سهڻين صلاحن جو ڪو به اثر ڪو نه ٿيو. آخر سندس والد ڪيس پنهنجي ياءُ امام بخش خادم وٽ ڇڏي آيو ته جيئن اتي رهي سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪري. خادم مرحوم ان وقت منگهنواري اسڪول تعلقه روهڙيءَ ۾ هيڊ ماستر هو. هو 1909ع ۾ پنهنجي چاچي وٽ وڃي رهيو ۽ ان جي رهنمائيءَ ۾ 1910ع ۾ سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪيائين. ان کانپوءِ ٽپيداري جي تربيت وٺي ٽپيدار مقرر ٿيو. ان سان گڏوگڏ شعرو شاعري به ڪندو رهيو. فقير قادر بخش بيدل جي درگاهه تي حاضريون ڀريندو رهيو. جيئن ته تارڪ فقير به بيدل سائين جي درگاهه تي گهڻو ويندو رهندو هو تنهن ڪري اتي ٻنهي جي ملاقات ٿي ۽ هڪٻئي جا دوست بڻيا.

مسرور فقير ڪجهه وقت براج آفيس لاڙڪاڻي ۾ به نوڪري ڪئي هئي. انهن ڏينهن ۾ لاڙڪاڻي جي مشاعرن ۾ ويندو رهندو هو. پير حسام الدين شاهه راشدي لکي ٿو ته "خادم لاڙڪاڻوي ته منهنجو استاد هو مرحوم غلام علي مسرور پهريون ڀيرو اتي ڏٺم. ٿلهو متارو مڙس, خال خال اچا, انگريزي ڪٽ تي وار, ڏاڙهي مشين تي ورتل ۽ شهپر وڏا. براج آفيس ۾ حضرت خادم سان گڏ ڪلارڪ هو. مجاز جي لغار انهن ڏينهن ۾ ئي لڳل هيس, ليڪن رٽائر ڪري جڏهن وڃي شڪارپور رهيو تڏهن ته مٿس ايڏو غلبو ٿيو, جو سنڌ سنڌ وڃي ۽ وڪوڙجي ويس. عامي لٽا لاهي, ڪٽي گيڙو رتو جامون ڍڪيائين: يڪتارو ۽ راڳ, رات ڏينهن تن ۾ اهائي تنوار هيس, موت سان ملاقي گهڻو پوءِ ٿيو پر ان کان ڪيترو اڳ ئي هن دورنگي دنيا کان ڏار ٿي, ڪنهن خاص مقام ۾ دخل ٿي چڪو هو. شاعري ڪندي لوڻين منجهه لپاٽ, اسان انهيءَ شخص کي لڱندي ڏٺي, گهڻو ڪري ته ٻنهي جهانن جي بازي ڪٽي ويو". ❶

مسرور فقير سماع جون محفلون منعقد ڪرائيندو هو. جتي صوفي فقير اچي ڪٺا ٿيندا هئا. هڪ اهڙي محفل جي يادگيري سنڌ جي مشهور ديب ۽ شاعر لطف الله بدوي سيد اظهر گيلاني کي هفتيوار ذوالفقار جي تارڪ نمبر لاءِ لکي موڪلي هئي, جا دير سان پهچڻ سبب تارڪ نمبر ۾ شايع نه ٿي سگهي. پر اها تحرير اظهر صاحب وٽ محفوظ رهي. ان تحرير مان چند ٽڪرا پيش ڪجن ٿا. بدوي مرحوم لکي ٿو ته "سنه 1920ع جي جنوري مهيني جو ذڪر آهي جو شڪارپور ۾ فقير غلام علي مسرور جي دعوت تي, چڱائي دوست فقير فقراءَ آيل هئا ۽

---

❶ سيد حسام الدين راشدي: هو ڏوتي, هو ڏينهن, صفحا 88_89, سال 1977ع

سماع جون محفلون ٿينديون رهيون. ٻاهران آيل دوستن مان فقير غمدل به هو. سنڌي خان ستار نواز جو ان وقت جيڪب آباد جي طرف رهندڙ هو. هن مجلس ۾ اچي شريڪ ٿيو هو... هن مجلس جو ٻيو ڏينهن هو جو هڪ پوري پني قد جو ماڻهو ڪاري ڏاڙهي، بغل ۾ ڪشتو هٿ ۾ ٻيراڳڻ ۽ يڪتارو اچي يا علي مدد ڪيائين. فقير غلام علي مسرور ڪيس اٿي مليو هوريان هوريان سڀ ڪيس اٿي مليا ۽ فقير غلام علي جي پرسان ويهي رهيو. ڪجھ وقت اوپاريون لهرايون ڳالهيون ٿينديون رهيون. ان وقت مونکي معلوم ٿيو ته هيءُ نجفي شاعر آهي جو دادو[1] جي طرف رهڻ وارو آهي. ٿوري وقت کان پوءِ سنڌي خان مرحوم پنهنجي ستار تي هٿ هنيو ۽ امير خسرو جي غزل کي ڇيڙيائين:

سنگ باب بتکده راسجده گاه سا ختم

سامعين تي ستار جي تارن جو وڏو اثر ٿيو ۽ ان تي سنڌي خان جي دلڪش آواز هڪ عجيب سمان آڻي وڌو. منهنجي نظر ۾ سنڌي خان جي آواز کان زياده متاثر "نجفي هو"

"ان ڏينهن جي شام پر بهار شام هئي. غمدل، مسرور ۽ نجفي جو اتحاد ثلاثه اکين جي سامهون هڪ پرڪيف نظارو ڏيکاري رهيو هو. فقير غلام علي جي ساٿي حافظ احمد[2] مرحوم جو ان وقت جي موسيقي دانن ۾ وڏو امتياز رکندو هو ۽ خود سنڌي خان جهڙو ستار نواز ۽ راڳيندڙ سندس آواز تي مست هوندو هو يڪتاري کي هٿ ۾ ورتو: فقير مسرور هارمونيم سنڀالي. احمد فقير نانڪ يوسف جي ڪافي کي ڳائڻ شروع ڪيو.

ڪڏان تہ برهين مست خيالي، ڪڏان تہ مسڪين چالي
ڪڏان سو قالي قال ڪريندا، ڪڏان تہ جذبي حالي.

ابتدا ۾ ئي معلوم ٿيڻ لڳو تہ ڪو سريلو مجذوب آهي، جو شعر کي موسيقيءَ جي بندش ۾ آڻي، ان جي صحيح تصوير ڏيکاري رهيو آهي. ڪافي سردي هوندي به ٻڌندڙن جي نبض ۾ نئين حرارت ڊوڙي رهي هئي. استاد سنڌي خان تہ جهومي رهيو هو...احمد جي سريلي آواز تي ٻئي کنهن جي ڪاميابي مشڪل ٿي نظر آئي، جو فقير غلام علي مسرور پنهنجي ستار کي هٿ ۾ ورتو. احمد هارمونيم کي سنڀاليو. فقير مسرور جي آواز ۾ بلا جو درد موجود هوندو هو. فقير بيدل جي روحاني فيض کان معمور، اکيون گلابي ۽ ويس بسنتي، محمد محسن بيڪس جو پورو مثال هو... فقير ستار تي پوربي کي ڇيڙيو...اها پوربي جنهن لاءِ سلطان المشائخ خواجہ نظام الدين دهلوي فرمايو هو تہ "مان الست بربکم" جي آواز کي "پوربي" جي آواز ۾ ٻڌو هو. فقير صاحب ڳائڻ شروع ڪيو:

سر جو سانگو لاهي- پير اچي هن پڙ ۾ پائج

---

[1] فقير صاحب دادو جو نہ پر لعلورائنڪ لاڙڪاڻي جو ويٺل هو.
[2] حافظ احمد مرحوم مسرور فقير جو گهرو دوست هو.

عجب درد ۽ فڪر جي ڳالهه هئي، جنهن کي فقير مسرور ٻڌائيندو رهيو.[1]

مطلب ته فقير صاحب جا وقت جي صوفين، درويشن، شاعرن ۽ موسيقارن سان گهرا تعلقات هئا ۽ وٽس سماع جون محفلون ٿينديون رهنديون هيون.

محترم عبدالواحد ابڙو پنهنجي هڪ مقالي ۾ لکي ٿو ته "فقير صاحب جي زندگيءَ جو اهم ترين دور سال 1921ع کان 1930ع تائين شمار ٿئي ٿو. آخر سندس درد دل رنگ لاتو عوام جي عقيدت ان ڏانهن جهڪي. سندس اوتارو گويا صوفين جي ڪيف ۽ مستيءَ جو آشيانو بڻجي ويو. ڪيترائي وقت جا درويش، شاعر ۽ موسيقار سندس صحبت لاءِ کهي ايندا هئا. ڪيترا هندو سندن عقيدت ۾ شامل هئا.[2]

فقير غلام علي مسرور نه صرف هڪ اعليٰ انسان هو پر سچو صوفي، سٺو شاعر ۽ ماهر موسيقار به هو. سنڌي خان ستار نواز موسيقيءَ ۾ سندس استاد هو. سندس ڪلام ۾ ڪيترين ئي خوبيون نظر اينديون. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو سنڌي ادب جي مختصر تاريخ ۾ لکي ٿو ته "شڪارپور جي هن صوفي شاعر جو ڪلام وعظ ۽ نصيحت سان پر آهي، سندس مشهور مسدس "هيرن جو هار"چيپل آهي. مسرور بيدل جو معتقد هو. غزل ۾ به توحيد جي تنوار اٿس.[3]

ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ سندس شاعريءَ متعلق لکي ٿو ته "مسرور قديم نوع تي بيت ۽ ڪافيون به چيون آهن ته علم عروض جي ڪيترين ئي صنفن تي طبع آز ائي ڪئي اٿس. سندس مسدس مسرور عرف هيرن جو هار سنڌي زبان جو شاهڪار مسدس آهي، جنهن ۾ شاعر سولي، سلوڻي ٻولي ۽ دلڪش انداز بيان سان هدايت جا نڪتا واضح ڪيا آهن.[4]

مسرور فقير جو ڪلام "ڪليات مسرور" سندس فرزند بيدل مسرور بدوي وٽ محفوظ آهي. بيدل بدوي اڄ ڪلهه پاڪستان ٽيليويزن ڪراچي ۾ پروگرام پروڊيوسر آهي. هو نه صرف سٺو موسيقار آهي، پر منجهنس ڪافي ادبي شوق پڻ آهي. ڪهاڻيون ۽ شعر لکندو رهي ٿو.

مسرور ٿنڌي آدم طرف ڪن دوستن سان ملڻ ويو هو. اتي سخت بيمار ٿي پيو ۽ اتيئي 19 آگسٽ 1953ع ۾ وفات ڪيائين: آخر ۾ سندس ڪلام جو نمونو پيش ڪيو وڃي ٿو:

برادر هي خبر توکي ڏئي ڳڻ ڪجهه ٻڌڻ گهرجي
سٽي سا گوش دل جي سان، ذرا ان تي هلڻ گهرجي
ڪيل انجام پنهنجي کي وساري ناچڱڻ گهرجي
اڳيان آڏي پڇا جي لئه عمل صالح ڪرڻ گهرجي.
ڪيو تو قول مالڪ سان ته تنهنجي ياد ۾ رهندس
شرارت نا ڪندس ڪڏهين، ملي هم جنس سان هلندس

---

[1] لطف الله بدوي (مرحوم): هدايت علي نجفيءَ سان ابتدائي تعارف.
[2] عبدالواحد ابڙو: فقير غلام علي مسرور (مقالو) گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور سووينر، سال 1973ع صفحو 81
[3] ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو: سنڌي ادب جي مختصر تاريخ: صفحو 214
[4] ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ: تذڪرهء شعراءِ سکر: ص_228_229

انهيءَ انجام سان هنڙي اچڻ تنهنجو ٿيو آهي
خلاصي خاص ويڙهي ۾ رهڻ تنهنجو ٿيو آهي
سراسر سير هي سارو پسڻ تنهنجو ٿيو آهي
سچو عالم سنڌ ۾ هڪ سان سچڻ تنهنجو ٿيو آهي
امانت عشق جي بوجو کڻي نا هاڻ ڪاهل ٿي
زماني جي هوا ۾ تون بردار ڪين غافل ٿي
هتي جو دم گهڙي آهين سدا خوشنود ٿي گهارج
خدا جي خلق کي راضي رکج ڪنهن کي نه آزارج
پيو ان ڪانسوا دل ۾ شغل ڪو علم جو ڏارج
پڙهڻ سان گڏ ڪڙهڻ جي ڪر گهڻو ئي پاڻ کي ڳارج
نتيجو علم جو اهڙو گداگر مان تونگر ٿئي
هجي بي سرو سامان سو به صاحب هفت ڪشور ٿئي

## حاجي محمود خادم (1895_1961ع)

عروضي شاعريءَ جو ماهر بلند پايہ شاعر حاجي محمود ولد محمد بچل ذات تونيہ تعلقي ميرو خان جي ڳوٺ "بٺي" جو رهاڪو هو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي ۾ مولانا حاجي دين محمد قمبراڻي کان حاصل ڪيائين. جتي قرآن شريف ۽ فارسي پڙهيو بعد ۾ "بٺيءَ" جي سنڌي اسڪول مان پنج درجا سنڌي پڙهي. انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ لاڙڪاڻي ويو. لاڙڪاڻي ۾ انگريزي سان گڏ عربي به پڙهندو رهيو. ٿوري عرصي ۾ عربيءَ جي چڱي ڄاڻ حاصل ڪيائين.

1911ع ۾ جڏهن اچا ٻئي درجي جو شاگرد هو تہ امير علي خان لاهوريءَ سان گڏجي حرمين شريفين جي زيارت ڪري آيو. جيئن واپس آيو تہ تنگ نظر ماڻهن ڪيس انگريزي تعليم کان روڪيو. نتيجي ۾ انگريزي تعليم اڌ ۾ ڇڏي. 1912ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪيائين. 1914ع ۾ حيدرآباد مان ٽپيداري جي تربيت وٺي بيراج کاتي ۾ نوڪري ڪيائين: جتي ٽپيدار مان سروير بڻيو 1949ع ۾ ان عهدي تان رٽائر ڪيائين.

خادم مرحوم مشاعرن جو مور هو. جتي بہ مشاعرو هوندو هو تہ اتي هر حالت ۾ پهچي ويندو هو. ڪيترا ڀيرا بيماريءَ جي حالت ۾ بہ مشاعرن ۾ شريڪ ٿيو. مطلب تہ هڙان خرچ ڪري مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو. علم عروض جي سکيا لاءِ رياض البلاغت نالي ڪتاب لکيائين، جنهن ۾ علم عروض جي آسان نموني سمجهاڻي ڏنل آهي. سندس ڪوشش سان لاڙڪاڻي ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ مشاعرن جون محفلون ٿينديون رهيون. جمعيت الشعراءَ سنڌ جو قيام ۽ اديب سنڌ رسالي جو جاري ٿيڻ سندس ئي ڪوشش جو نتيجو هيو. لاڙڪاڻي جون ادبي

ڪانفرنسون، مشاعرا ۽ سوسائٽيون حاجي محمود مرحوم جي ڪوشش جو نتيجو هيون. گلدستہ توڙي اديب سنڌ سندس ئي جدوجهد سان جاري ٿيا. سچي سنڌ ۾ جيڪا عروضي شاعري ترقي ڪئي، ان ۾ هن جي ڪوشش کي وڏو دخل آهي". [1]

اها حقيقت آهي تہ خادم مرحوم پنهنجي ساري زندگي شعر و شاعريءَ جي ترقيءَ لاءِ وقف ڪئي هئي. هڪ مقالہ نگار لکيو آهي تہ "مرحوم خادم شعر ۽ ادب جي باغ جو سچو پچو مالهي ٿي، ان کي اهڙو تہ برسايو جو ان جي خوشبو "اديب سنڌ" وغيره گلدستن جي صورت ۾ سچي سنڌ واسڻ لڳي.

خادم صاحب شاعريءَ ۾ ايترو تہ بلند مقام حاصل ڪيو جو کيس "مخدوم الشعراءَ" جو لقب مليو. [2]

خادم مرحوم نہ صرف سٺو شاعر هو، پر هڪ مخلص دوست ۽ سماجي ڪارڪن بہ هو. پير حسام الدين راشدي صاحب کي جڏهن شعر و شاعريءَ جو شوق هو تڏهن خادم جو شاگرد بڻيو ۽ استاد جي ارشاد تي لاڙڪاڻي جي مشاعرن ۾ ويندو رهندو هو. پير صاحب سندس متعلق لکي ٿو تہ "طبيعت جو نهايت سادو ۽ نيڪ. دوستيءَ لاءِ آتو ۽ محبت ۾ ثابت قدم. نيبهہ ۾ نهايت پڪو ۽ پختو. هڪ دفعو دوستي ٿي تہ وري ان ۾ وڇور نہ پوندي. هو غرض ۽ مطلب جي دوستي رکندو ئي ڪو نہ هو. پوءِ قطع ڇو پوي، وڇور ڇاجي ڪري ٿئي ۽ راهہ و رسم ڇو ڇڄي؟ شعر جي فن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ. مشڪل ڪو سندس ثاني سنڌ ۾ ليندو. عروض جي علم تي سنڌي زبان ۾ پهريون ڪتاب پاڻ لکيائين. ڏاڍو سهنجو ۽ سليس. غزل نهايت سنجيدو پختو ۽ استادانہ هوندو هيس. ڪنهن کي مجال جو سندس ڪلام تي حرف هٽي سگهي. عشق ۽ حسن جا معاملا بہ آٽيندو هو پر زياده تر اخلاقي اقدارن ۽ اصلاحي نڪتن تي نظر هوندي هيس. سندس شعر تي سندس پنهنجي استاد ڊاڪٽر صديقي مرحوم، جو رنگ زياده غالب هو". [3]

خادم مرحوم گهڻو ڪري غزل چيا. ڪي ٿورا نظم، رباعيون ۽ قطعا بہ لکيا اٿس. هو نہ صرف سٺو شاعر هو پر بهترين نثر نويس بہ هو. نظم ۽ نثر جا اٽڪل هڪ درجن کي ڪتاب لکيائين.

آخر ۾ خادم مرحوم جي ڪلام جو نمونو پيش ڪيو وڃي ٿو:

عشق تنهنجي ۾ ٿيو جڏهن کان منهنجي دل جو رخ
مون تڏهن دلبر سڃاتو حق ۽ باطل جو رخ.

---

نزع ۾ اي مصحف رو آه، ورد ياسين جو ضرور
دم ڏيان جنهن دم اڳيان تنهنجو رخ زيبا هجي

---

[1] فهميده ناز مغل: لعل چند مجروح جي شاعري: سنڌ يونيورسٽيءَ پاران لکرايل تحقيقي مقالو صفحو 24، سال 1974ع
[2] نياز محمد شيخ: غلام سرور فقير جي شاعري: تحقيقي مقالو صفحو 52
[3] سيد حسام الدين راشدي: هو ڏوٿي، هو ڏينهن: صفحو 117، سال 1977ع

---

جهان ۾ عشق ري ڪڏهين تہ ڪنهنجي ڪامراني آ
اگر آ دين يا دنيا تہ تنهنجو عشق باني آ
ڪهين کي ذک ڏيڻ ناهي چڱو ورنہ چوان جيڪر
تہ يا رب ڏي رقيبن کي جا منهنجي زندگاني آ
پهاڪو آهہ منڙا گهر تہ توکي پيءِ گهران پر هت
تصو پيو آ زياده جيئن گهران تيئن بدگماني آ.

---

ڪالهہ هيون سي کير کنڊ قومون هئي
هڪ هئي تي ٿي سڏي شمشير اڄ
ڪالهہ هو آواز هڪ ۽ هڪ زبان
ٿي وئي هر هڪ جي ہي تقرير اڄ
ڪلهہ قلم هڪ خط نوشتو هڪ هيو
مختلف هڪ هئي جي ٿي تحرير اڄ.

---

نہ آهي هوش رستي جو نہ سڌ آهيم منزل جي
وجان ٿو ان طرف، مرضي ٿئي ٿي جنهن طرف دل جي.
چڪي دل آهہ دردن جي جا لذت دوستو دل سان
ڪري ٿي مرحبا مرڪي، تڏهن هر غم ۾ مشڪل جي.
بنايو باغ مقتل کي آ منهنجي رت جي هر قطري
چٽيندي ٿي وتي گل چٽڪ اڄ شمشير قاتل جي.
مرڻ جي وقت پي الفت رهي جلاد سان اهڙي
جو منهنجي رت وئي ٿي جوهر شمشير قاتل جي.

## مولوي محمد عظيم شيدا (1897ع)

مولوي محمد عظيم شيدا جي ولادت سنہ 1897ع ۾ ڳوٺ گل ہرڙو تعلقي وارهہ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿي. سندس والد جو نالو لعل بخش سولنگي آهي. ابتدائي تعليم پنهنجي وڏي پاءُ مرحوم آخوند فقير محمد کان حاصل ڪيائين. عربي فارسي جي تعليم ڪنڊيي شهر ۾ مولانا سيد عبدالعزيز مڪراني خاراني کان حاصل ڪيائين. ڪجهہ وقت پير جهنڊي جي مدرسي ۾ بہ پڙهيو جتي حديث جو علم حاصل ڪيائين. باقي تعليم مولانا محسن شاهہ وٽ ميان جي ڳوٺ ۾ حاصل ڪري دستاربندي ڪيائين.

مولوي صاحب مختلف مدرسن ۾ پڙهائيندو رهيو آهي. هن وقت سنڌس عمر سئو سال جي لڳ ڀڳ آهي. شاعريءَ جو شوق ڪيس فقير هدايت علي تارڪ جي صحبت ۾ حاصل ٿيو. تارڪ فقير ۽ مولوي شيدا ڪنڌڪوٽ جي شهر ۾ مولانا عبدالعزيز خاراني وٽ گڏ پڙهندا هئا. اتي ئي ٻئي هڪئي جا گهرا دوست بڻجي ويا. تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ مولوي صاحب جڏهن وڳڻ ۾ مدرس بڻيو تڏهن ويجهڙائيءَ سبب تارڪ فقير سان سنڌس جلد جلد ملاقاتون ٿينديون هيون. شيدا لکي ٿو ته "تڏهن نجفي صاحب جن سان هيڪاري قرب وڌي ويو ۽ روحاني رغبت ٿي وئي. درميان ۾ ٻن اڍائي ميلن جو مفاصلو هو انهيءَ ڪري جلد جلد ملاقاتون ٿينديون رهيون. سندن قريب رهڻ ۽ ڪچهرين منهنجي طبع تي شاعرانه اثر وڌو. شاعريءَ جي ابتدا ته ابتدائي ملاقاتن ڪان دل ۾ پيدا ٿي چڪي هئي، پر هن نئين رنگ جي ملاقاتن طبع کي نئون رنگ لائي ڇڏيو. [1]

مولوي صاحب خلافت تحريڪ جو سرگرم رڪن ٿي رهيو. پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ لکي ٿو ته "قومي مشغولي خلافت جي زماني ڪان وڏي سرجوشي سان رهندي آئي. جمعيت العلماءِ ضلعي لاڙڪاڻي جو صدر به رهيو آهيان ۽ جميعت العماءِ هند جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو به ميمبر رهي چڪو آهيان". [2]

مولوي صاحب حضرت عشق جي به سلامي پري، جنهن سبب سنڌس شعر ۾ سوز ۽ درد پيدا ٿيو. هو لاڙڪاڻي جي بزم مشاعره جي طرحن تي پنهنجو ڪلام لکي موڪليندو هو. هو لکي ٿو ته "عشق جي چمات اچانڪ مونکي به لڳي وئي. خلوت ۾ جهونگاريندي شعر موزون ڪندو رهيس. انهيءَ وقت لاڙڪاڻو شعر و شاعريءَ جو مرڪز هو بزم مشاعره جي طرحن تي پنهنجا شعر لکي روانو ڪندو هيس". [3]

مولوي صاحب جو ڪلام غزلن تي مشتمل آهي، ٿورا نظم به لکيا اٿس. سنڌس شاعري عاشقانه ڪي قدر ناصحانه آهي. مولوي صاحب ڪي اسلامي تاريخ جي به چڱي ڄاڻ آهي. سنڌس ڪتاب "سيرت مصطفيٰ" 1976ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪرايو آهي. آخر ۾ مولوي صاحب جي ڪلام جو نمونو پيش ڪجي ٿو:

**غزل [1]**

مئي لعل مان ڏي مونکي باقي ڀري پيمانو
آباد سدا ساقي تنهن جو رهي ميخانو.

---

[1] مولوي محمد عظيم شيدا: علامه تارڪ سان مصاحبتون ۽ ملاقاتيون؛ مقالو هفته وار ذوالفقار تارڪ نمبر، سنه 1964ع صفحو 14

[2] سه ماهي مهراڻ: شاعر نمبر، سال 1969ع صفحو 276

[3] مقالو: هفتيوار ذوالفقار: تارڪ نمبر، صفحو 16 سال 1964ع

[1] هيءَ غزل شيدا صاحب راقم الحروف کي هڪ خط ۾ لکي موڪليو هو. ان خط ۾ تارڪ فقير بابت به ڪي يادگيرون لکي موڪليون هئائين.

هڪ جام ڏنو ساقي مونکي جو ازل ۾ هو
بيهش رهيس دائم، محشر ۾ بہ مستانو.
اڪ ڪول نظر ڪر ڪائي تنهنجو آ ڪاشانو
ڪاٿي آ وطن تنهنجو ڇو آهين ٿيو بيگانو.
دلبر جو ڇڏي در ٻي در نہ ڪهين ويندس
دربان ڇون ماڻهو پل مونکي ڪي ديوانو.
گلشن ۾ خزان آئي بلبل آ ٿيو نالان
گلشن سان جلي گڏ ويو بلبل جو بہ خسخانو.
جاڙهون جو آهين شيدا، اوڙانهن جي تياري ڪر
ڇو تنهنجو ٿيو مونس آ چغد جان ويرانو.

---

حياتي ڏکن ۾ گذر ٿي وئي
منهنجي لاءِ دنيا سقر ٿي وئي.
سڄڻ موڪلائيندي مرڪي چيو
”شب وصل ڇا مختصر ٿي وئي“
فقط آب ۽ گل جي تصوير ٿي
حياتي هي شيدا بسر ٿي وئي.[1]

---

سنڌ جي ٻاجهاري ٻولي، سنڌ جي منڙي زبان
جنهن زبان جو پٽ ڏٺي آهي وڏايو شان مان
جنهن جي ڪافين ڏوهيڙن، مفتون ڪيو سارو جهان
سنڌ جي منڙي زبان جو آهہ منڙو داستان.
هن زبان جو بوستان ۽ باغبان زنده رهي
هن زبان جو شل سدا طوطي زبان زنده رهي.[2]

[1] 31 جولاءِ 1932ع تي بزم مشاعره لاڙڪاڻي طرفان سرائي علي گوهر خان جي صدارت ۾ هڪ مشاعري جي محفل ٿي هئي: مصرع طرح هئي، ”شب وصل ڇا مختصر ٿي وئي“. ان مشاعري جي ڪارروائي الحقيقت ۾ شايع ٿي هئي. مولوي جا مٿيان اشعار اتان ورتل آهن.

[2] تحفہ لاڙڪاڻہ سال 1951ع، صفحو 161ع

## غزل[1]

مونکي پير مغان گهرجي نڪو ابرابر سان مطلب
نہ ساقي سان نہ ساغر سان نڪو خمار سان مطلب
نہ زاهد سان نہ راهب سان نڪو آ رند سان مطلب
نڪا تسبيح پيي گهرجي، نڪو زنار سان مطلب
شهيد ناز آهيان مان وري قاتل جي ڏمڪي ڇا
مان بسمل اڳ مثل آهيان نڪو تلوار سان مطلب
پراڻو پاپي آهيان ميڪدي جو ڇا ڪندو واعظ
نہ مسجد سان نہ مندر سان نڪو اخبار سان مطلب
مکي خاڪو لڳن کي مست ٿي در تنهنجي تي وينس
شهنشاهي سان منهنجو ڇا نہ شاهوڪار سان مطلب.

## حافظ احسن چنہ (1901ع)

حافظ احسن جي ولادت 12 اپريل 1901ع ۾ ٿي، سندن لقب حافظ ۽ تخلص احسن آهي. شروع ۾ ”مجرم“ تخلص رکيائين پر پوءِ جلد ئي اهو تخلص ترڪ ڪري ”احسن“ سڏائڻ لڳو. سندس والد جو نالو جمع خان آهي ۽ ڳوٺ ملڪاڻي شريف (ضلعي دادو) اٿس. ڇهن ورهين جي ڄمار ۾ پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي ۾ پڙهڻ وينو. جتي مولانا غلام محمد ملڪاڻيءَ وٽان قرآن شريف ۽ ڪجهہ فارسي پڙهيو.

سال 1920ع کان شعر چوڻ شروع ڪيائين. شاعريءَ ۾ سندس استاد جمع خان غريب هو. شعر و شاعريءَ جي وڌيڪ تعليم شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ کان حاصل ڪيائين.

حافظ صاحب هڪ ڪهنہ مشق شاعر آهي. ادبي ڪانفرنسن ۽ مشاعرن ۾ باقاعدگيءَ سان ويندو رهندو آهي. شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. سندس شاعريءَ جا هيٺيان ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن.

ديوان احسن، گلزار شعر، احسن الاخلاق، رباعيات احسن، مظاهر مصطفوي، گلستہ احسن، لطيفي لات ۽ احسن الاشعار. ان کان علاوه سنڌي نثر ۾ هڪ درجن کن ڪتاب لکيا اٿس.

حافظ صاحب جي ڪلام جا اهم موضوع آهن: حمد و نعت، عشق و محبت ۽ اخلاق و نصيحت. سندس ڪلام ۾ سادگي آهي ۽ فني لحاظ کان ان ۾ ڪٿي ڪٿي اوڻايون نظر اينديون. محمد بخش واصف تذڪره الشعرا ۾ لکيو آهي تہ ”احسن صاحب جڏهن پنهنجو ديوان مڪمل ڪيو تڏهن اهو هن فقير ڏي اصلاح لاءِ موڪليائين. ديوان ۾ عشقيہ ڪلام بلڪل گهٽ هو ۽ بيا مختلف غزل بہ هئا. ڪلام ۾ اهڙي نزاڪت ۽ بلاغت ڏسڻ ۾ ڪا نہ آئي،

[1] سہ ماهي مهراڻ: شاعر نمبر، صفحو 278

جهڙي هڪ اعليٰ شاعر ۾ هئڻ گهرجي. ڪلام بلڪل سادو ۽ سليس هو. نازڪ خياليءَ کان بلڪل ٿورو ڪم ورتل هو تنهن هوندي بہ حافظ صاحب چڱن شاعرن مان آهي". [1]

حافظ صاحب جي ڪلام بابت مرحوم غلا محمد گرامي لکيو آهي تہ "ڪلام جي سادگي، رواني، پختگي ۽ برجستگي حافظ صاحب جي فن جو نمايان معيار آهي". [2]

احسن صاحب اڄ ڪلهہ دادو مان هڪ هفتيوار اخبار آواز سنڌ شايع ڪري رهيو آهي، ان سان گڏوگڏ سخن جي مشق بہ جاري رکيو اچي. سندس ڪلام جو نمونو ملاحظہ فرمائيندا:

دل ڪسڻ ڏيئي دلاسو آهہ دلبر جو رواج
منهن لڪائڻ عاشقن کان مَهہ منور جو رواج
نيم بسمل مرغ جان جي حلق تي تن جي وري
بي خطر خنجر وهائڻ ٿيو ستمگر جو رواج
نقد سر دلبر وٽي پوءِ تو ڪري بوسو عطا
شوخرو دلدار وٽ ڪو ناهہ، اوڌر جو رواج
ناز سان انداز سان غمزه سان هڪدم دل ڪسڻ
۽ ڪرڻ ناز و ادا ٿيو ناز پرور جو رواج
حسن جي زر جو غني آهين تون ڏي خيرات ڪجهہ
سائلن کي زر ڏيڻ ٿيو صاحبِ زر جو رواج
صدقئہ ديدار ڏي مسڪين کي لوڏاءِ ڪين
نامِ مولا جي گهرڻ آهي گداگر جو رواج
تو ڪري اي يار نيزاري سنڌءِ احسن غلام
عجز ۽ آزي ڪرڻ ٿيو اصل نوڪر جو رواج

---

تون هيڪر تہ دلبر وفا ڪر وفا ڪر
پلي پوءِ پيو تون جفا ڪر جفا ڪر
پريرو اچي پاءِ پاڪر تہ هاڻي
اهي ناز نخرا ڦٽا ڪر ڦٽا ڪر
ڪيا قول جيڪي تو دلدار مونسان
اهي هاڻي پنهنجا ادا ڪر ادا ڪر
پلي قتل ڪر پر نہ ڪر خون ضايع
هٿن لاءِ پنهنجي حنا ڪر حنا ڪر

[1] محمد بخش واصف: تذڪره الشعرا، صفحو 3، سال 55-1956ع
[2] سہ ماهي مهراڻ- شاعر نمبر صفحو 251، سال 1969ع

اي داتا گهران دان ديدار جو تو
سو نامِ خدا اج عطا ڪر عطا ڪر.
رقيبن جي شورش تي مَتِ منهن نہ مونکان
اچي جڳ سچي ڪان پچا ڪر پچا ڪر
اگڻ يار آيو ڪريان چا مان صدقي
ڪٽي سر تون احسن فدا ڪر فدا ڪر.[1]

## حيدر بخش جتوئي (1901_1970ع)

سنڌ جو سورهيہ سپوت حيدر بخش جتوئي ڳوٺ بڪو ديرو ضلعي لاڙڪاڻي جو وينل هو. سن 1922ع ۾ بمبئي يونيورسٽي مان ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪري پهريون نمبر حاصل ڪيائين. 1931ع ۾ ڏوڪري تعلقي جو مختيارڪار مقرر ٿيو جتان ترقي ڪري 1941ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو.

ڪامريڊ حيدر بخش نهايت ئي حساس طبع انسان هو. ان زماني ۾ هارين جي حالت تمام خراب هئي، اهي زميندارن جي ظلم و ستم جو شڪار هئا. هارين جي اها حالت ڏسي ڊپٽي ڪليڪٽري جي عهدي کي ڇڏي هارين جي ڀلائي جا ڪم ڪرڻ لڳو. هو نہ صرف هارين جو همدرد هو پر هر مظلوم انسان سان کين همدردي هئي. حيدر بخش سنڌي ثقافت جو سچو عاشق هو. هن سنڌين کي پنهنجا حق وٺي ڏيڻ لاءِ هر طرح جون قربانيون ڏنيون. 1955ع ۾ جڏهن سنڌ تي ون يونٽ جو ڳٽو ڪريو تڏهن ون يونٽ خلاف وڏي هلچل هلايائين. سوين سور ۽ سختيون سهندو رهيو پر هي پهاڙ وانگر اڏول رهيو ۽ پنهنجي مقصد کان مور نہ مڙيو. آخر ون يونٽ جو ڪوڙو ڪوٽ ڪري پيو. اهو اعلان هڏي پاڻ تہ خوش ٿيو پر اسان کان هميشہ لاءِ موڪلائي ويو.

حيدر بخش جتوئي حق ۽ حقيقت کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪجھ پمفليٽ لکي شايع ڪرايا، جن تي ڪيس سزائون مليون. انهن مان سنڌ ۾ غير منصفانہ ڍلون، ۽ ون يونٽ جي بانين جو خفيہ دستاويز گهڻو مشهور آهن. "هاري حقدار" نالي اخبار جاري ڪري، هارين ۾ سجاڳي آندائين، حڪومت متس سختيون ڪيون، پر مٿير مڙس شاهہ جي مصرع وانگر.

"جيئن جيئن تپي ڏينهن، تيئن تيئن تاڻي پنڌ ڪي".

جو سچو مثال بڻجي ڏيکاريو. ڪڏهن مچ جي جيل جو مهمان تہ ڪڏهن ڪيمبل پور جو قيدي، ڪڏهن لاهور جي قلعي ۾ قابو تہ ڪڏهن وري سکر ۾ سوگهو ڪڏهن حيدر آباد ۾ هٽيڪو تہ ڪڏهن وري نوابشاهہ جي جيلن ۾ قيدي بڻيو رهيو.

ڪامريڊ حيدر بخش نہ صرف هڪ مخلص ليڊر هو پر اعليٰ پائي جو شاعر بہ هو. هن شاعريءَ جي شروعات اسڪول جي زماني کان ڪئي، 1927ع ۾ ڊي جي سنڌ ڪاليج ۾ هڪ

[1] مٿيون ڪلام سندس ديوان تان ورتل آهي.

شاعر جي حيثيت سان مشهور ٿيو. پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ سوڀي گيانچنداڻي کي ٻڌايو هئائون ته "1927ع ۾ ڪاليج جي ڪيريئر ۾ منهنجو نالو مشهور شاعريءَ ۾ ٿيو. اتي منهنجو هڪ دوست هوندو هو. اتي اسان شاعرن جي جماعت هئي "سرسوتي گروپ". اتي مشاعرا به ٿيندا هئا". ❶

حيدر جي شاعري پنهنجي دور ۽ حالتن جي چٽي تصوير آهي، ان ڪوڙي ۽ خيالي شاعري کان ڪٽي آهي، پر سندس شعرن ۾ جذبن جي سچائي نمايان آهي، جيئن پاڻ چيو اٿس:

جگر جا ٽڪرا سمجهو اشعارِ حيدر.

هو ظلم جي پاڙ پٽڻ کي ئي انسانيت سمجهي ٿو اهڙو انسان جيڪو ظالم سان جنگ جوڙي ٿو سو صحيح معنيٰ ۾ مسجود ملائڪ آهي:

پٽيو ظلم جي پاڙ احسان ڪريو
فرشتن کي سجدي جو فرمان ڪريو.

حيدر کي سنڌ وطن سان بي پناهه محبت هئي، هو ٻڌائي ٿو ته سنڌ سدائين قائم رهندي، سنڌ جو نالو ڪڏهن به مٽجي نٿو سگهجي. ان "جيئي سنڌ، جيئي سنڌ" نظم لکي، سنڌ وارن کي هڪ نئون نعرو ڏنو:

سنڌ جو نام تو مٽجي ڪيئن
سنڌ جو مان تو گهٽجي ڪين
هر دم سنڌ جو زنده نام.
جيئي سنڌ، جيئي سنڌ.

سڻ هي حيدر جو آواز
آواز آهي چا انداز
آواز آهي يا الهام
جيئي سنڌ، جيئي سنڌ.

هو انسان جي عظمت جو قائل هو ۽ انسانيت ئي سندس مذهب هو فرمائي ٿو:

تنهنجي ماڻهن سان محبت آهي مذهب منهنجو
تن جي تفريح ۽ خدمت آهي مطلب منهنجو.

سندس شاعريءَ جي مجموعن ۾ "تحفه سنڌ" ۽ "آزاديءِ قوم" وڏي اهميت رکن ٿا. انهن مجموعن ۾ سندس به نظم "حيوان ۽ انسان" ۽ "پيام امن" شاهڪار حيثيت رکن ٿا. سندس شڪوه وارو نظم به سنڌي شاعري ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. آخر ۾ سندس ڪلام جو نمونو پيش ڪيو وڃي ٿو:

❶ ماهوار سنڌي ڊائجسٽ: صفحو: 21 آگسٽ 1973ع

**"انسان ۽ حيوان"**

آدمـــي منجـــي ۽ آدم خـــور ٿيـــو
دشـــمن انســـان ســـپ ڪـــان زور ٿيـــو
بـــاز بچـــڙو آدمـــي شـــهمور ٿيـــو
ڊاڪـــو ۽ ڏاڙيـــل، خـــوني، چـــور ٿيـــو
آدمـــي ڇـــا هـــو ۽ ڇـــا ارمـــان ٿيـــو
آدمـــي انســـان مـــان حيـــوان ٿيـــو.
پاڪستان زندهہ باد

---

پريـويـل قيـد خـانن ڪـي۔ ڪيـو قـابو جـوانن ڪـي
مـارايو مهربـانن ڪـي۔ نهوڙيـو نڪتـہ دانـن ڪـي
اجهـايو شـمعدانن ڪـي۔ ڇـڏيو ڪـاٽي زبـانن ڪـي
پڙهـو قـومي تـرانن ڪـي۔ تـہ پاڪسـتان زندهـہ بـاد.
جيئي سنڌ

---

يـاءِ آ پنهنجـو هـر انسـان ۔ پنهنجـو آهـي هـي ايمـان
پنهنجـو آهـي هـي اسـلام ۔ جيئـي سـنڌ، جيئـي سـنڌ.
جيئـي هنـد ۽ جيئـي سـنڌ ۔ جيئـي جـيءُ منـو هـر هنـڌ
پيـار بهـار ٿئـي عـام ۽ جـام ۔ جيئـي سـنڌ، جيئـي سـنڌ.
جيئـي سـنڌو جـو درياهـہ ۔ جيئـي سنڌو، پنهنجـو سـاهہ
آب حيـات آ جنهنجـو جـام ۔ جيئـي سـنڌ، جيئـي سـنڌ.
سـنڌ سـمجهہ آ سـتل شـير ۔ ڪين ڪي رهندو تنهنجي زير
سنڌ ۾ سهسين سورهيہ ڇام ۔ جيئـي سـنڌ، جيئـي سـنڌ.
سنڌ جو سڏ آ ڇئو لبيڪ، ۔ پنهنجـو آهـہ سـلام عليـڪ
پنهنجـو آهـہ عليـڪ سـلام ۔ جيئـي سـنڌ، جيئـي سـنڌ.

## لطف الله بدوي (1904_1968ع)

لطف الله بدوي سنڌي زبان جو قابل قدر عالم، محقق، مورخ ۽ شاعر هو. سندس والد جو نالو حاجي امام بخش خادم هو جو پنهنجي وقت جو سٺو شاعر ۽ نثر نگار هو. جنهنجا ٻہ ڪتاب ڪليات خادم ۽ چار درويش گهڻو مشهور آهن. ڪليات خادم ۾ لطف الله بدوي ترتيب ڏني

هئي، جا سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپرايل آهي.

بدوي مرحوم ابتدائي تعليم منگهن واري (خيرپور) ۾ پنهنجي والد سڳوري کان حاصل ڪئي جو ان وقت اتي نوڪريءَ ۾ هو. وڌيڪ تعليم گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور ۾ حاصل ڪيائين.

عربي فارسيءَ جي تعليم وڪٽوريا جوبلي عربي اسڪول ۾ مولوي آخوند عبدالرحمان کان حاصل ڪيائين. پاڻ جڏهن ۹ سالن جو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو.

بدوي مرحوم پهريائين ٽيليگراف کاتي ۾ ڪلارڪ جي حيثيت سان ملازمت اختيار ڪئي، پر ٿوري ئي وقت ۾ اها نوڪري ڇڏي ڏنائين ۽ پنهنجو گهڻو وقت پنهنجي عزيز، صوفي شاعر فقير غلام علي مسرور جي صحبت ۾ گذارڻ لڳو. مسرور جي صحبت ۾ کيس راڳ جو شوق ٿيو. الفي پائي، يڪتارو ڪٽي، جوڳي بڻجي ڪافيون ۽ غزل ڳائڻ لڳو.

1920ع کان تعليم کاتي ۾ ملازمت شروع ڪيائين. شروع ۾ ٿل ۾ ماستر ٿيو. جتي قادر بخش بشير ۽ عبدالڪريم گدائيءَ سان سندس ادبي رهاڻيون ٿينديون رهيون. هو ٿل کان علاوه جيڪب آباد ضلعي جي ڪن ٻين اسڪول ۾ به پاڙهيندو رهيو. 1962ع ۾ زرعي ڪاليج لائل پور مان ڊپلوما پاس ڪري ميرپور ماٿيلي ۾ زرعي ماسٽر مقرر ٿيو. ان کانپوءِ قادر پور ۾ زرعي تعليم ڏيندو رهيو. هو اٽڪل ٻارنهن سال قادر پور ۾ رهيو ۽ "جوڳي" تخلص سان شعر چوندو رهيو. گهوٽڪيءَ ۾ سيد اظهر گيلانيءَ سان سندس ادبي ڪچهريون ٿينديون رهيون.

هو 1949ع ۾ ميونسپل اسڪول جو اسسٽنٽ ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر مقرر ٿيو. جتان گورنمينٽ ڪاليج شڪارپور ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو ۽ اتان ئي رٽائر ڪيائين. اها نوڪري کيس ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم ۽ سيد عارف شاهه گيلانيءَ جي ڪوشش سان ملي. جتي 1950ع کان 1958ع تائين شاگردن کي سنڌي ادب پڙهائيندو رهيو.

21 نومبر 1965ع تي سندس فرزند دلبند پروفيسر احسان بدوي ڪراچي ۾ هڪ حادثي ۾ وفات ڪري ويو. هن درد ناڪ حادثي سندس دل تي گهرو اثر ڪيو. اڪثر بيمار رهڻ لڳو آخر 1968ع تي هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

بدوي مرحوم ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن مان 28 ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. سندس سنڌي مسودن جو تعداد 32 آهي. ان کان علاوه 9 اردو مسودا سندس پوين وٽ محفوظ آهن. سندس ڪلام ان وقت جي اخبارن ۽ رسالن ۾ ڪثرت سان شايع ٿيندو رهيو. پر افسوس جو سندس مڪمل شعري مجموعو شايع نه ٿي سگهيو. سندس شعر جا هيٺيان ڪتاب قلمي صورت ۾ سندس پوين وٽ محفوظ آهن: 1) گوهرِ سخن، 2) ديوان لطف، 3) رسالو لطف الله بدوي، 4) تند تنبير، 5) مثنوي حسن و عشق، 6) غزل، 7) نور کي خطاب (مثنوي)، 8) مڪتب حيات، 9) نور نامو 10) ارمغان، 11) مسافر، 21) ذڪر و فڪر.

بدوي مرحوم کي لکڻ جو شوق پير علي محمد شاهه راشدي ۽ پير حسام الدين شاهه

راشدي صاحبن جي صحبت ۾ حاصل ٿيو. منڍ ۾ راشدي برادران ئي سندس حوصلہ افزائي ڪئي ۽ نيٺ بدوي هڪ اعليٰ اديب ۽ شاعر جي حيثيت ۾ اڀريو. شاعريءَ ۾ سندس شروع ۾ تخلص جوڳي هو بعد ۾ لطف ۽ ان کانپوءِ بدوي سڏائڻ لڳو: علامہ اقبال جي شاعريءَ کان گهڻو متاثر هو، اهو ئي سبب آهي جو اقبال جي ڪلام جو ڪجهہ حصو سنڌي نظم ۾ ترجمو ڪيائين.

بدوي مرحوم بابت پير علي محمد شاهہ راشدي لکيو آهي تہ "جوڳي وڏو محقق ۽ اهل قلم ثابت ٿيو ان کان وڌيڪ جنهن ڳالهہ مونکي متاثر ڪيو سا هيءَ هئي تہ هو وڏو انسان ثابت ٿيو. انسان ۾ جيڪي خصلتون ۽ خوبيون هئڻ گهرجن، سي سڀ منجهس موجود هيون". [1]

مرحوم غلام محمد گرامي سندس شاعريءَ متعلق لکيو آهي تہ "سندس شاعري، مختلف اصناف سخن تي نهايت پختي ۽ استادانہ آهي... هڪ قادر الڪلام جون سڀ فني خوبيون سندس فن ۾ موجود آهن". [2]

آخر ۾ بدوي جي ڪلام جو نمونو پيش ڪجي ٿو:

## ڪافي

وسرن مونکان ڪين ويڙهيچا ـ شاهہ برابر سيڻ
قابو هت مان ڪوٽ ۾ آهيان، هت ويڙهيچن ويڻ. شاهہ برابر سيڻ
آءُ اڪيلي ڪنهن سان اوريان، پاءُ نہ اٺم ڪا پيڻ. ساهہ برابر سيڻ
مشڪ برابر مون لئہ آهي، ڪائر جي ڪيهہ ڪيڻ. ساهہ برابر سيڻ
سانگي ساري لطف تمن تا. روز نماڻا نيڻ. ساهہ برابر سيڻ.

## غزل

بهار آندي هئي صحن چمن ۾ رنگ و رعنائي
قفس ۾ پر نہ بلبل کي، پئي ان جي خبر ڪائي
وڃائي بال و پر ويني، جا اڏرڻ کان بڻي عاري
انهيءَ جي لاءِ يڪسان آ، خزان ويئي بهار آئي
ڪنوڻ چمڪي، پري کان پر، ڏسي پيڃري ۾ هيءَ ڦٿڪي
ڪکن جو آشيان منهنجو چمڪ ۾ آهہ تيزائي
نشيمن جنهن جو شاخ گل جي چوٽي تي هيو هردم
قضا ان کان کسي ورتي، اڪيلي ان جي سرهائي.
سندس آواز جي سوز و گداز اندر بلا خيزي
چوين ٿو ان جي نغمي ۾ نہ آ سوز نوازائي
محبت جو سچو آغاز آهي جوش ۽ مستي

---

[1] پير علي محمد شاهہ راشدي: لطف الله جوڳي مرحوم (مقالو) ماهوار نئين زندگي جنوري 1969ع صفحو 20
[2] ســ ماهي مهراڻ- شاعر نمبر. 1969ع صفحو 309

مگر انجام ان جو ڇا، نہ ڪنهن هي ڳالهہ سمجهائي
اسان جي حال جي ڪهڙي خبر پرده نشين توکي
سنڌ دوري جي شعلي سيني ۾ ڪئن آڳ پڙڪائي
خدا رحمت ڪري توکي ان درد مند عشق تي جنهن کي
ملي آسوگواري، انتظاري، قيد تنهائي
بڻيو هت سنڌ ۾ هاڻي، پتائي آهہ ڪو غالب
شهنشاهہ سخن مان لطف ئي آهيان، نہ هرجائي.

## عبدالفتاح عبد عاقلي (1907_1973ع)

عبدالفتاح عبد جي ولادت 27 اپريل 1907ع ۾ ڳوٺ عاقل تعلقي لاڙڪاڻي ۾ ٿي. پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ سنڌي چار درجا پڙهي، پنهنجي والد مولوي عاقل وٽ عربي فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. بعد ۾ لاڙڪاڻي مدرسي مان ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين.

1922ع ڌاري "سنڌ زميندار" سکر جو اسسٽنٽ ايڊيٽر مقرر ٿيو. ان وقت اخبار جو ايڊيٽر پير علي محمد شاهہ راشدي هو. عبد صاحب گهڻو وقت اتي نہ رهيو. ٿوريئي وقت ۾ اخبار جي نوڪري ڇڏي خان بهادر محمد ايوب کهڙي جي ننڍي ماٽيلي ڀاءُ علي گوهر جو منشي ٿيو. ڪجهہ وقت ڪانپور ۾ طب جو ڪيس شوق جاڳيو نتيجي ۾ اها نوڪري ڇڏي لاڙڪاڻي ۾ مطب کوليائين. 1952ع ۾ حڪمت سان گڏوگڏ کهڙن صاحبن سان اناج جي واپار ۾ ڀائيوار ٿي رهيو. ڪجهہ وقت "اديب سنڌ" رسالي جي ادارت جا فرائض بہ سرانجام ڏنائين. 1965ع کان ٻيا سڀ ڪاروبار ڇڏي حڪمت ڪندو رهيو. عمر جي آخري دم تائين اهوئي شغل رهيس. تاريخ 23 اپريل 1973ع ۾ وفات ڪري ويو.

عبد صاحب جي طبيعت ننڍي هوندي کان ئي شاعري طرف مائل هئي. ويتر کيس گهر ۾ ئي شاعرانہ ماحول مليو. سندس والد عاقلي مرحوم سنڌي ۽ فارسيءَ جو قادر الڪلام شاعر هو. هو پنهنجي والد کي استاد وني ڪانئس ڪلام جي اصلاح ڪرائيندو رهيو. طبع جي موزوني ۽ قابل استاد جي نگرانيءَ سبب عبد نہ صرف هڪ باڪمال شاعر بڻيو پر سنو نقاد بہ بڻيو: هن گيت، غزل، نظم ۽ قطعا چيا آهن. سندس ڪلام مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجندو رهيو آهي پر هن وقت تائين سندس ڪلام جو مجموعو شايع ٿي نہ سگهيو آهي. سندس شاعري متعلق مرحوم غلام محمد گرامي لکيو آهي تہ "عبدالفتاح عبد هڪ ڪهنہ مشق ۽ باڪمال شاعر آهي. لاڙڪاڻي جي سرزمين کي سندس ذات ۽ فن تي فخر آهي. عبد صاحب غزل ۽ نظم جي مروج ۽ قديمي هيئت ۽ اسلوب ۾ جنهن پختگيءَ ۽ استادانہ برجستگيءَ سان تجربا ڪيا آهن، سي تحسين جي لائق آهن.[1]

[1] سہ ماهي مهراڻ_ شاعر نمبر: سال 1969ع صفحا 160_161

هن هيٺ سندس ڪلام جو نمونو پيش ڪيو وڃي ٿو:

سندم افسانهٔ غم آهي ڊگهو
اچا پي هو چوي ٿو مختصر ڪر.

---

چمن جي حاڪم پڙهو گهمايو بهار آيو بهار آيو
خزان جي هوندي بهار ڳايو بهار آيو بهار آيو
ڪنڊي ڪي رشڪ گلاب ڪوٺيو برن ڪي جنت جو باغ ڪوٺيو
ڏسان ٿو مالهيءَ جو اهڙو رايو بهار آيو بهار آيو
ڪري ٿو تنقيد بلبلو پيو هي، قمرين ڇا جي لاتي ڪو ڪو
قفس ۾ سڀ ڪي ڪٽي وڃايو بهار آيو بهار آيو
ڪلي تي مڪڙي، تڙي ٿو گل پيو، نهاري نرگس پيو گهور سان ٿو
انهن ڪي پاڙون ڪٽي پٽايو بهار آيو بهار آيو
چمن شناسن ڪي آهه دل ۾، گهٽو ئي فڪر بهار دل ۾
دڪين دلين ڪي نه چئي دڪايو بهار آيو بهار آيو
وهايا درياءَ سخن جا مون، بهار جنهن لئي اچا ته ڪونهي
شرير ڪنهن آهه شر ڪُڏايو بهار آيو بهار آيو
چبن ۽ ڪانون چمن ڪي جاتو آ پنهنجي وڻن جو ورثو
انهن ئي بي وقت هُل هلايو بهار آيو بهار آيو.

## گيت

اج وصل جي موسم آئي آ
برپٽ تي سبزي ڇائي آ - هر طرف تي ساوڪ آئي آ
ڪئي خوب گلن لالائي آ - اج وصل جي موسم آئي
اج وصل جي موسم آئي آ.

اج ڏولڻ ڪاوڙ مار ڪٽي - مسڪين ڏي منڙا نهار ڪٽي
منهنجا عيب ثواب وسار ڪٽي - پَر شمع جي ۾ ٿو پتنگ مري
ڪجهه چنڊ ڪان ناهه چڪور پري - رڳو توکي پسند جدائي آ
اج وصل جي موسم آئي آ.

منهنجا نيت عجيبن عرض ٻڌا - ڪيا يار اڱڻ تي پير وڏا
ڪري جڳ جا مالڪ پال پلا - جيئن "عبد" جي اج تي سٽائي آ
اج وصل جي موسم آئي آ.

# تارڪ جي شاعريءَ جو ادبي جائزو

## تارڪ جي صوفيانہ شاعري

فقير هدايت علي تارڪ جي پرورش صوفياني ماحول ۾ ٿي. سندس والد تراب علي فقير هڪ صوفي فقير هو. تارڪ کي صحبت ۽ سنگت بہ صوفين جي ئي وڻندي هئي. اهڙي سنگت لاءِ سدائين سڪندو رهندو هو. جئين پاڻ چيو اٿس:

تارڪ مون کي صوفي وڻن شل پنهنجي سنگت ۾ ڪڻن.
سنگت بہ صوفي جي نهي صوفي صفا، صوفي صفا.

تصوف هر دور ۾ مقبول ۽ محبوب رهيو آهي. پر ان لفظ جي ماخذ، ان عقيدي جي بنياد ۽ ان جي ماهيت بابت اهل علم جي وچ ۾ هميشہ اختلاف رهيو آهي. تصوف بابت هيٺيان بيان ملن ٿا: [1]

١- تصوف "صف اول" تان ورتل آهي، جيئن تہ صوفي عبادت الاهي جي شوق ۾ نماز پڙهڻ وقت پهرين صف ۾ ويهن ٿا، ان ڪري انهيءَ نالي سان مشهور آهي.

٢- هيءُ لفظ "صوف" مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي الڳ رهڻ.

٣- هيءُ صفا (پاڪيزگي) مان ورتل آهي، ڪن جو چوڻ آهي تہ "ڪوهہ صفا" شروع ۾ صوفين جي رهڻ جو هنڌ هو جنهن سبب اهو نالو رائج ٿيو.

٤- "صوفيہ" عرب جي قبيلي معز جو هڪ شخص هو ۽ ان جي اولاد ڪعبي شريف جي مجاور هئي.

٥- "اصحابہ صفہ" رسول ڪريم ﷺ جن جا ڪي صحابي هئا، جن وٽ گهرٻار ۽ دنياوي سازو سامان ڪجهہ بہ ڪو نہ هو. هنن پنهنجي زندگي عبادت الاهي ۽ دين جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. ان ئي نسبت سان ان گروهہ کي بہ صوفيہ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

٦- صوفيانہ هڪ معمولي قسم جي جڙي ٻوٽي آهي، جنهن تي هيءُ جماعت گذر ڪندي هئي.

٧- "صفوت الصفا" وارن جي ان چڳ کي چوندا آهن، جا گردن تي پئي رهي. منڍ ۾ صوفي سڳورا ان قسم جون چڳون رکندا هئا. ان ڪري مٿن اهو نالو پيو.

٨- جيئن تہ صوفي "صوف" (ٿلهي اُن) پهرين ٿا، تنهن ڪري ماڻهو کين صوفي سڏڻ لڳا.

[1] اهي بيان: "الفرحان" مصنف سيد محمد نظيرالحسن ۽ جواهر العشاق شرح رسالہ غوث الاعظم جي اپياس جي روشنيءَ ۾ لکيا ويا آهن.

منهنجي ناقص راءِ موجب آخرين راءِ قرين قياس معلوم ٿئي ٿي. صوف پهرڻ سبب صوفي سڏجڻ لڳا.

ڊاڪٽر مير ولي الدين صاحب تصوف جي تعريف ۾ شيخ الاسلام ذڪريا انصاري رضہ جي بيان ڪيل وصف کي مستند سڏيو آهي، جا هن ريت آهي:

"تصوف وہ علم ہے جس سے تزکیہ نفس، تصفیہ اخلاق، تعمیر ظاہر و باطن کے احوال کا علم ہوتا ہے، تاکہ سعادت ابدی حاصل کی جاسکے۔ اس کا موضوع بھی تزکیہ و تصفیہ اخلاق و تعمیر ظاہر و باطن ہے اور اس کی غایت و مقصد سعادت ابدی کا حاصل کرنا ہے۔"[1]

صوفي سچارن تصوف جون ڪي منزلون بيان ڪيون آهن: انهن مان لاهوت، جبروت، ملڪوت ۽ ناسوت جي هڪ مصنف هن ريت سمجهاڻي ڏني آهي:

"عزیز! لاھوت تخم (بیج) جیسا ہے۔ جبروت و ملکوت و ناسوت ڈالی، پتی اور پھول جیسے ہیں۔ ای عزیز ظہور سے پہلے درخت میں تھا۔ درخت کا نام تھا نہ نشان۔ درخت کے ظہور کے بعد تخم درخت میں ہوتا ہے۔ لیکن نہ تو تخم کا نام ہوتا ہے نہ نشان۔ ای عزیز حق تعالیٰ خلق کے ظہور سے پہلے باطن میں تھا، خلق کے ظہور کے بعد خلق کے باطل میں ہے۔"[2]

ابوبڪر ابو اسحاق پنهنجي تصنيف "تعرف" ۾ تصوف جا ڏهہ رڪن ٻڌايا آهن. ان ڪان پوءِ هر هڪ رڪن جي سليس نموني سمجهاڻي ڏني اٿس. اهي رڪن هي آهن. "پہلے رکن تجرید توحید ہے، پھر سماع کا سمجھنا حسن معاشرت، ایثار الایثار، ترک اختیار، سرعت وجد، دلوں کی باتوں کا ظاہر کرنا، کثرت سے سفر کرنا، روزی نہ کھانا اور ذخیرہ نہ کرنا۔"[3]

مطلب تہ تصوف جي تعريف بابت ڪافي ڪان زياده مواد ملي سگهندو. مختصر طور تصوف جي اسين هن ريت تعريف ڪري سگهون ٿا تہ تصوف وجدان، ڪشف يا حسي باطن جي ذريعي حقيقت ڳولهي لهڻ جو بيو نالو آهي. تصوف جا سڀ سلسلا ۽ سڀ شاخون حق تعاليٰ ڪان شروع ٿي، ان تي ئي ختم ٿين ٿيون. صوفين وٽ ڊُوئي جي ڪا گنجائش ڪانہ آهي. ڇاڪاڻ تہ سندن ڪشف جا نتيجا ساري ڪائنات جي هڪ اصل يا هڪ حقيقت الحقائق جو اثبات ڪن ٿا. جنهن جو نالو وحدت آهي، مگر اتي پهچي صوفيانہ فڪر ٻن وڏين شاخن ۾ ورهائجي وڃي ٿو: جي آهن، وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود.

وحدت الوجود وارن جو چوڻ آهي تہ وجود صرف هڪ آهي ۽ هن ڪائنات جي هر شيءِ ان هڪ ذات جو مظهر آهي. مولانا ٿانوي جي ڪتاب "تحقيق وحدت الوجود والشهود" جو ترجمو سنڌس هڪ عزيز ثناءُ الله صاحب سنہ ١٩٦٣ع ۾ ڪيو هو. ان ڪتاب ۾ وحدت الوجود بابت

---

[1] ڊاڪٽر مير ولي الدين صاحب: قرآن اور تصوف، صفحو ١٠، سال ١٩٤٥ع

[2] خواجہ بندہ نواز (مترجم) جواهر العشاق، شرح رسالۂ غوث الاعظم: ص ٢٧

[3] پير محسن، ڊاڪٽر (مترجم) تعرف، ص ـ ١٠

چاڻايل آهي ته "نظریہ وحدت الوجود کی رو سے وجود صرف ایک ہے اور وہ ذات خداوندی ہے۔ کائنات کی تمام اشیاء اس کی صفات کے مختلف مظاہر ہیں۔"[1]

وحدت الشهود جي سمجهاڻي هن ريت ڏني وئي آهي:

"وحدت الشہود کا نظریہ دراصل وحدت الوجود کے نظریہ کے رد عمل کے طور پر پیش کیا گیا تھا۔ اس کے بموجب ذات خداوندی اور اشیائے کائنات ایک دوسرے کی عین نہیں غیر ہیں۔ خدا کی ذات ہماری عقل و فہم کی رسائی سے باہر ہے۔ کائنات خدا کی ذات یا صفات کی مظاہر موجود بالذات ہیں۔ خدا نے عدم محض سے اس کو پیدا کیا ہے۔ اس لئے خدا اور جملہ اشعامیں خالق مخلوق کا تعلق ہے۔"[2]

ان وحدت واري عقيدي جو لازمي نتيجو اهو ٿئي ٿو ته سالڪ پنهنجون سڀ اميدون ۽ آسرا، عقيدتون ۽ ارادا، خواهشون ۽ تمنائون ترڪ ڪري، انهيءَ هڪ ذات سان تعلق پيدا ڪري ٿو.

تصوف جو مقصد آهي روح جون اندريون تقاضائون: اهو ئي سبب آهي جو عام مخلوق روحانيت سان عملاً واسطو رکندڙ هجي يا نه. پر ان جو احترام ضرور ڪري ٿي. سبب اهو آهي ته اهو اجتماعي ناانصافي خلاف انساني ضمير جي اندروني بغاوت جو نالو آهي. تنهن ڪري عوام ۾ ان جو مقبول هجڻ ڪا تعجب جي ڳالهه نه آهي. پر خواص به هن نقط نظر کان ته عوام کي پنهنجي هٿ وس رکيو وڃي، تصوف آڏو سرجهڪائڻ تي مجبور هئا. اها صرف هن ناچيز جي راءِ نه آهي، بلڪ خود صوفين جون پاڪ زندگيون، جن هميشه خواص جي پيٽ ۾ مظلوم عوام جي مدد جو آواز بلند ڪيو، ان دعوي جو دليل آهي.

سنڌي شاعريءَ ۾ تصوف فارسي شاعريءَ جي معرفت آيو. فارسي ۾ سڀ کان پهرين شيخ ابو سعيد ابوالخير پنهنجي رباعين ۾ صوفيانه شاعري ڪئي. ان کان پوءِ حڪيم سنائي صاحب جو دور اچي ٿو جو تصوف جي ٿن وڏن ٿنڀن مان هڪ هو. ٻيا بزرگ هئا فريدالدين عطار ۽ مولانا رومي. سنائي گهڻو ڪري تصوف جي مسئلن کي پنهنجي بحث جو موضوع بڻايو. عطار شعر ۾ عشق و محبت جو روح ڦوڪيو ۽ آخر ۾ رومي تصوف جي اسرار جو هڪ اهڙو محل تعمير ڪيو. جنهن جي بلنديءَ کي هن وقت تائين ڪو به صوفي شاعر پهچي نه سگهيو آهي. سندس دور ۾ ۽ کانئس پوءِ ڪيترائي صوفي شاعر ملن ٿا، پر رومي، عطار ۽ سنائي سان صوفيانه شاعريءَ ۾ ڪو به همسري ڪري نه ٿو سگهي.

تارڪ جنهن دور ۾ اک کولي، سو عروضي شاعريءَ جو دور هو. خاص طور غزل کي گهڻو پسند ڪيو ٿي ويو. مير سانگي، مرتضائي ٺٽوي، مجتبائي، حاجي فضل محمد ماتم، محمد هاشم مخلص، شمس الدين بلبل، زمان شاهه، علي نواز علوي، مولانا عبدالغفور مفتون همايوني ۽ مرزا قليچ بيگ جي شاعريءَ جو هر هنڌ هڳاءُ هو.

تارڪ جڏهن جوان ٿيو ته ان دور ۾ لاڙڪاڻو عروضي شاعريءَ جو مرڪز هو. قادري صاحبان

[1] ثناء الله (مترجم) تحقيق وحدت الوجود و الشهود: ص ـ ٣٧
[2] ايضاً

جي اوطاق تي مشاعرن جون محفلون ٿينديون رهنديون هيون. جتي شاعرن مان گهڻا غزل پڙهندا هئا. لاڙڪاڻي کان سواءِ سنڌ جي ٻين گهڻن ئي شهرن ۾ مشاعرن جو رواج پئجي چڪو هو. انهن مشاعرن جون ڪارروايون هفتہ وار "الحقيقت" لاڙڪاڻہ. ماهور "گلدستہ سنڌ" لاڙڪاڻو ۾ ڇپجنديون رهنديون هيون. ان کان سواءِ ان دور جي شاعرن جو ڪلام ان وقت جي ٻين اخبارن ۾ بہ ڇپجندو رهندو هو. ان دور ۾ ڪي شاعر اهڙا بہ هئا جن کي ڪافي پسند هئي. ڪي شاعر نظم بہ لکندا هئا. فقير هدايت علي تارڪ ڪلاسيڪي شاعريءَ سان گڏوگڏ عروضي شاعريءَ تي بہ ڪاميابيءَ سان طبع آزمائي ڪئي. پر سندس شاعريءَ ۾ سڀ کان گهڻو تعداد غزلن جو آهي ۽ ٻئي نمبر تي ڪافيون اچن ٿيون. مطلب تہ هن غزل ۽ ڪافي تي پنهنجي طبع جا خوب جوهر ڏيکاريا آهن. هن هيٺ سندس شاعريءَ جو ادبي جائزو پيش ڪيو وڃي ٿو.

سنڌي شاعريءَ جو تصوف سان پراڻو ناتو آهي. قاضي قادن، شاهہ ڪريم، شاهہ لطيف، سچل سرمست، بيدل، بيڪس، روحل، شاهہ نصير، خير محمد فقير، دريا خان، مصري شاهہ، ٻيڙو فقير، سيد رکيل شاهہ ۽ صوفي فيض درياهہ جي شاعري تصوف جي مضمونن سان پريل نظر ايندي

تصوف سنڌي شاعريءَ کي ڇا عطا ڪيو؟ اهو سوال پنهنجي جاءِ تي دلچسپ بہ آهي تہ سوچڻ جهڙو بہ. اها هڪ حقيقت آهي تہ فارسي شاعري هجي يا سنڌي شاعري، جيستائين ان ۾ حقيقي عشق جو شراب شامل نہ ٿيو هو. تہ اها سرمستي کان خالي هئي. عشق جي جام پيئڻ کان پوءِ ئي مدامي مستي حاصل ٿئي ٿي. جيئن سچل سائين فرمايو آهي:

جنهن دل پيتا عشق دا جام،
سا دل مستو مست مدام.

صوفي بزرگن ۽ سنڌي ڳائڻن. سنڌ ۾ صوفياڻي شاعريءَ کي تمام گهڻو مشهور ۽ مقبول بڻايو. صوفياڻا ڪلام جهنگ جهر عام ٿي ويا. فقير يڪتارا ۽ چپڙيون کڻي اوتارن ۽ اوطاقن تي بيخود ٿي ڳائڻ لڳا. ڪڏهن موج ۾ اچي نچندا بہ هئا تہ ڳائيندا بہ هئا.

"نچ وي ناچو ٿي ويل نچڻ جي."

هڪ دوست وٽان معلوم ٿيو تہ شڪارپور شهر ۾ هڪ راڳ جي محفل ٿي هئي. ان ۾ هڪ ڳائڻو، صوفي خير محمد جي هيءَ ڪافي ڳائي رهيو هو:

پسي صورت جو سلطان، همہ حيران لڳي.

اها ڪافي ڳائيندي فقير اهڙو وجد ۾ اچي ويو. جو ٻيا بند وساري صرف "همہ حيران لڳي"، "همہ حيران لڳي" اچارڻ لڳو ۽ ڪو وقت انهيءَ جذبي ۾ رهيو.

صوفياڻي شاعريءَ مان هڪ ٻيو فائدو اهو بہ ٿيو تہ شراب جنهن کي "ام الخبائث" چيو وڃي ٿو. سو حقيقي عشق جي علامت بڻجي ويو ۽ پير، جو ميخانہ جو هڪ ذليل پيشور ليکيو ويندو هو. سو مرشد ڪامل جي مترادف بڻيو.

مختصر تہ تصوف پنهنجي انيڪ خوبين سبب نہ صرف وڏي مقبوليت حاصل ڪئي، پر

سنڌي شاعريءَ جي دائري ۾ وڏي وسعت پيدا ڪئي. ڪيس نوان فڪر، نوان موضوع ۽ نوان اسلوب عطا ڪيا جنهن سبب زبان مالامال ٿي وئي. صوفي شاعرن پنهنجي منڙي زبان کي سينگاري، سنواري ان ۾ وڏي وسعت پيدا ڪئي.

تارڪ بنيادي طور هڪ صوفي انسان هو. عشق هر وقت مٿس ڇانيل رهيو ٿي، عشق ئي سندس شاعريءَ جو محرڪ بڻيو. هو ٻڌائي ٿو ته:

رڳ رڳ ۾ منهنجي هونگ ٿي هُو هُو سندي هلي،
احــوال هُــو جــو ظــاهر تــو هوبهــو ڪريــان.

هو عشق کان سواءِ انسان کي مردار سمجهي ٿو:

عشق ري انسان کي مردار جي سمجهو مثال،
ٿي حلال ابرو سندي تلوار جي تڪبير مڃ.

حضرت عشق سندس شخصيت کي سوڌي سنواري، هر طرح افضل ۽ اعليٰ بڻايو. تارڪ عشق کي وڏو انعام ۽ وڏي دولت سمجهي ٿو. هو ٻڌائي ٿو ته جيڪي پنهنجي محبوب جي محبت ۾ مرن ٿا، سي شهيد آهن ۽ انهن جو مان مٿاهون آهي. اهڙو مان ۽ مرتبو ملن کي ڪڏهن به نصيب ٿي نه ٿو سگهي.

شهيد عشق جا مرقد، مدامي رب ڪيا روشن،
نه مُلن جي مزارن تي ڏٺم تارڪ ڪڏهن ميلا.

تارڪ ٻڌائي ٿو ته عشق ”دوزخ دڙڪو“ بهشت دلاسو“ سمجهي، ٻنهي کان بي نياز رهي ٿو:

عشق لاخوف عليهم تو ڪري،
پؤ تو لاهي دوزخي دهشت سندو.

عشق ڇا آهي؟ ان جو پورو جواب ته ڪو ڪامل ئي ڏئي سگهي ٿو. پر ايترو ته سڀ ڄاڻن ٿا ته اهو هڪ لطيف جذبو آهي، جو لطافت سان گڏوگڏ طاقتور به آهي. جنهن جي همه گيري سڄي دنيا ۾ مڃيل آهي جو خوديءَ ان جي سيني لوازمن کي ساڙي خاڪ ڪري ڇڏي ٿو. تان جو عاشق جو نالو نشان به نه ٿو رهي. چو ته اها آڳ محبوب کان سواءِ سڀ ساڙي خاڪ ڪري ڇڏي ٿي.[1]

تارڪ فرمائي ٿو:

عشق سڀ نيڪيءَ بديءَ کـان آهـ دور،
امــر نهــي ديــن مهلــت کــان نفــور،
عشــق آڏومــات آهــي ســڀ مقــام،
دوزخ واعــــراف ۽ حــــور و قصــــور.

صوفي عشق ۾ پنهنجي خواهش، پنهنجي پسند، پنهنجو نفعو ايتريقدر جو پنهنجي هستيءَ کان به بيخبر ۽ بي نياز بنجي وڃن ٿا. سندن هر شيءِ محبوب جي ٿي وڃي ٿي. مولانا روم هڪ

[1] العشق نار يحرق ماسوي المحبوب.

مزيدار آکاڻي لکي ٿو تہ : ”هڪ ماڻهوءَ پنهنجي محبوب جو در کڙڪايو ۽ اندران آواز آيو ڪير؟ ”مان“ جنهن تي محبوب چيو تہ ”وڃ“. اجا تون اندر اچڻ جي لائق نہ آهين. جڏهن تنهنجي خامي جا دوئي جو ڦل آهي، جدائيءَ جي باهہ ۾ سڙي ويندي، تڏهن توکي اجازت ملندي.“ اهو غريب سال کن جدائيءَ ۾ تڙپندو ۽ ٿاٻا کائيندو رهيو ۽ عشق جي آڳ ۾ جلندو رهيو. جڏهن سال کن کان پوءِ واپس موٽي آيو، تہ وري وڃي محبوب جو در کڙڪايائين، جڏهن کانئس پڇيو ويو تہ ”ڪير آهين؟“ تڏهن جواب ڏنائين تہ ”تون ئي آهين.“

بانگ زد يارش کہ بر در کيست هان،
گفت بر در همہ توئي اي دلستان.

جنهن تي محبوب کيس ايئن چئي اندر گهرايو تہ ”هڪ گهر ۾ ٻن جي گنجائش ڪانہ هئي. جڏهن ”تون“ ”مان“ ئي آهيون، تہ خوشيءَ سان اچي سگهين ٿو.“

شاهہ لطيف کهڙو نہ سهڻو چيو آهي:

ٻن ترارين جاءِ، ڪانهي هڪ نيام ۾.
--
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي.

اهو تہ مجازي عشق جو حال هو جيڪڏهن حقيقي عشق آهي تہ ان جي قوت جو ڪير اندازو ڪري سگهي ٿو؟ علامہ شبلي لکي ٿو تہ ”ان ڪشش يعني عشق جو سجدو حسن آهي، يعني جتي حسن هوندو اتي هيءَ ڪشش بہ هوندي ۽ جيتريقدر حسن ڪامل تر هوندو اوتريقدر ڪشش بہ زياده سخت ۽ مضبوط هوندي. جيئن تہ حسن ڪامل صرف شاهد حقيقي ۾ ئي هوندو آهي، تنهن ڪري عشق بہ اهو ئي ڪامل هوندو جو شاهد حقيقيءَ سان تعلق رکندڙ هوندو. اهو ئي سبب آهي جو صوفي حضرات جي شاعريءَ ۾ جيڪو جذبو ۽ اثر آهي، سو ٻين جي ڪلام ۾ مشڪل نظر ايندو. صوفي سونهارن جو مطلوب شاهد حقيقي ئي آهي، تنهن ڪري سندن عشق هوا و هوس کان پاڪ ۽ نهايت مضبوط ۽ ديرپا هوندو آهي. مجازي حسن نامڪمل ۽ جلد ختم ٿيڻ وارو هوندو آهي، تنهن ڪري مجازي عشق ۾ اهو زور، جذبو ۽ استقلال ڪو نہ هوندو آهي، جو عشق حقيقي ۾ هوندو آهي.“❶

شاهہ ڪريم بلڙي واري اها حقيقت هن ريت واضح ڪئي آهي، فرمائي ٿو تہ:

مجازي موهي، ڪڏهن ويندم نہ ڪري،
اکڙيون توهي، مڇڻ وهين وسهي.

مطلب تہ صوفي نہ صرف عشق کي هڪ اهم ۽ مؤثر قوت سمجهن ٿا، بلڪ سندن چوڻ آهي تہ ”عشق ڪائنات جي تخليق جو باعث آهي ۽ عشق جو درجو ايمان کان بہ مٿاهون آهي.“ شاهہ باهو رحہ فرمايو آهي:

---

❶ شبلي نعماني: شعر العجم، حصو پنجون صفحو ٥٧

ايمان سلامت هر ڪوئي منگي، عشق سلامت ڪوئي هُو
جهڙي منزل عشق پڄاوي، ايمان خبر نہ ڪائي هُو.

صوفين جو چوڻ آهي تہ الله پاڪ کي پنهنجي جمال باڪمال سان محبت آهي ۽ انهيءَ ڪري ئي هن چاهيو تہ ڪنهن آئيني ۾ پنهنجو مشاهدو ڪري، نيت هيءُ آئينو جنهن جو نالو ڪائنات آهي، سو تخليق ڪيو ويو. اهو ئي مضمون شاعرن نئين نئين نموني سان ٻڌو آهي. رومي فرمايو آهي:

شد جهان آئينہ رخسار دوست،
هر دو عالم در حقيقت عکس اوست.

تارڪ فرمائي ٿو:

تمنا ڪئي جڏهن ان جانِ جان جلوه پسائڻ جي،
ڪيائين ڪوشش اول آئينہ صورت بنائڻ جي،
مٽي پاڻي بنائي ان مان آئينو بنايائين.
وجهي عڪس ان ۾ رکيئين رمز پنهنجي رخ ڇپائڻ جي.

---

جو پسو تا، پرينءَ جي صورت،
سالڪن صاف چيو ڪٽي سوگند.

تارڪ هڪ سچو صوفي هو. ڪيس سنگت بہ صوفين جي ئي پسند هئي. هو نہ صرف تصوف جو وڏو ڄاڻو هو، پر سندس شخصيت عملي طور تصوف جو پيڪر هئي. اهو ئي سبب آهي جو تصوف سندس شاعريءَ جو مک موضوع آهي.

هو وحدت الوجود جي سمجهاڻي هن ريت ڏئي ٿو:

ڪٿي هندو، ڪٿي مومن ڪٿي مسلم ڪٿي ڪافر،
بنائي بيک سو پنهنجا ٿيو سو برملا آهي.
ڪٿي بلبل، ڪٿي تارڪ ڪٿي ٿيو قادري ظاهر
چوي خود شعر خود اشعار خود طبع رسا آهي.

تارڪ فقير تصوف جي ٻين ڪيترن ئي نڪتن جي سهڻي نموني سمجهاڻي ڏني آهي. سندس ڪلام پڙهڻ سان معلوم ٿيندو تہ هو نہ صرف تصوف جو ڄاڻو هو پر عملي طور بہ هڪ صوفي باصفا هو.

## اخلاق و نصيحت:

تصوف جو اخلاق سان تمام گهرو ۽ ويجهو ناتو آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ هڪ صوفي يا سالڪ صوفيانہ تعليمات جي اثر سان جڏهن پنهنجي اعتباري هستي کي فنا ڪري ڇڏيندو آهي

تہ ان هستيءَ جا سڀ لوازم، غرور، حسد، حرص ۽ ظلم وغيره خودبخود گم ٿي ويندا آهن.

مولانا سيد شاهہ محمد نظير الحسن لکيو آهي تہ

"تصوف کی درمیانی حالت انفعالی ہے۔ جسے عملیات سے خاص تعلق اور درستی اخلاق سے خاص لگاؤ ہے۔ اللہ کی محبت میں وہی بڑھ کر ہے جو سب سے زیادہ اخلاق الاہی سے متخلق ہے۔"[1]

جڏهن سالڪ سمجهي ٿو تہ نہ مان آهيان ۽ نہ ڪا منهنجي ذاتي ملڪيت آهي. مان ان جو ئي آهيان ۽ سندس ئي طرف موٽي وڃڻ وارو آهيان، تہ فردن ۽ قومن جي وچ ۾ "مان" ۽ "تون" جا ختم ٿيڻ وارا ويڇا، پنهنجو پاڻ ختم ٿي ويندا آهن. صوفي سچارن ڪي نہ مال جي طلب هوندي آهي ۽ نہ شان و شوڪت ۽ شاهي دٻدٻي جي. هو هميشہ دنيا جي بکيڙن کان دور رهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. خود تارڪ فقير جي زندگي ان ڳالهہ جي شاهد آهي.

اخلاقيات جي سلسلي ۾ دنيا جي بي ثباتي، صوفيانہ شاعريءَ جو اهم موضوع رهي آهي. شايد ان جو وڏو سبب اهو آهي تہ هو پنهنجي اکين سان ڏسندا رهن ٿا تہ روز حڪومتون ٺهنديون رهن ٿيون ۽ ڊهنديون رهن ٿيون. اجل اٽر آهي، موت جو پيالو ضرور پيڻو آهي. زماني جا انقلاب ۽ موت فوت تہ هر ڪو ڏسندو رهي ٿو، پر هڪ صوفي جو شاعر بہ آهي، سو ڪيترو حساس ٿئي ٿو. ان جو اندازو هڪڙو صوفي شاعر جي ئي ڪلام مان چٽيءَ ريت لڳائي سگهجي ٿو.

ويهين صديءَ جي پهرين اڌ تي نظر ڦيرائڻ سان معلوم ٿيندو تہ اهو انتشار ۽ افراتفري، بغض ۽ ڪيني، نفاق ۽ ناسازي، دوکي ۽ دغا، مڪر ۽ فريب، خود مطلبي ۽ خود غرضي، خوشامد ۽ چاپلوسيءَ جو زمانو هو. هندن ۽ مسلمانن جي مذهبي جنون سبب هندو مسلم ڇڪتاڻ شروع ٿي، جنهن جو نتيجو اهو ٿيو جو هندن کي پنهنجو وطن ڇڏڻو پيو ۽ سنڌ کي پاڪستان نصيب ٿيو. ان زماني ۾ هڪ ٻئي تي ڪيس، سازشون، پيچ ڊاهہ، ساڙپار، گارگند عام ڳالهيون هيون. خود مسلمانن جا بہ ڪي فرقا مذهبي مناظرن ۽ جهيڙن جهٽن ذريعي نفاق جي باهہ دکائي رهيا هئا. ڪڏهن بريلوي ۽ ديوبندي فرقن جا جهيڙا، ڪڏهن شيعہ سُني جا جهڳڙا، جيڪي پنجاب جي ملن مولوين، ذاڪرن ۽ واعظن پيدا ڪيا. اهڙو ماحول ڏسي، تارڪ فقير چٽيءَ ريت چئي ڏنو تہ:

نہ جهيڙي بنا آهہ تارڪ پيو ڪجهہ،
لڌم جو تشيعت ۽ سنت جو منجُهہ.

پر مشرب رندان انهن ڳالهين کان پاڪ آهي. اتي صلح ئي صلح آهي. نفاق جو نالو ئي ڪونهي، جيئن تارڪ فرمائي ٿو:

مشرب رندان ۾ آغاز تا انجام صلح.

اهو حال ڏسي تارڪ، فقيري پوش پائي، دنيا جا لڳ لڳاپا لاهي، صوفين جي سنگت ۽ صحبت اختيار ڪئي. اها ئي سنگت کيس پسند هئي، جيئن پاڻ چيو اٿس:

تارڪ مون کي صوفي وڻن، شل پنهنجي سنگت ۾ ڪڻن.

[1] محمد نظير الحسن سيد: العرفان، ص ٩٠_٩١ سال ١٩١٦ع

سنگت بہ صوفي جي ٿهي، صوفي صفا صوفي صفا.

تارڪ ڪلفت ۽ ڪدورت، ڪروڌ ۽ ڪيني کي ڪوري ڪيڻ، پيار و محبت اتحاد و اخوت جو پيغام ڏيندو رهيو ۽ پاڻ ۾ هردم هڪ ٿي رهڻ جي هدايت ڪندو رهيو:

ڪدورت ڪيي ڪفر اسلام جي،
همہ سان ٿي هڪ دل رليون پيو رَليج.

ڪنهن سان ظلم ۽ زيادتي ڪرڻ يا سرڪشي اختيار ڪرڻ انتهائي خراب ڳالهہ آهي. جيڪي نوڙت ۽ نيازوارا هوندا آهن، سي ڪڏهن بہ سرڪش ڪين ٿيندا آهن:

ڪجي ڪين ڪنهن سان ڪڏهن سرڪشي،
سراپا اهو آهے نوڙت جو منجهہ.

تارڪ ٻڌائي ٿو تہ حرص و هوس بڇڙيون بلائون آهن. انهن کان هميشہ پاسو ڪجي. جن نياڻن انهن کي پنهنجي دل ۾ جڳهہ ڏني، سي سدائين نقصان ۾ رهندا. حريص هر طرح خلق خدا کي آزاريندو رهي ٿو. هو ڪڏا ڪم ڪندو رهي ٿو. تنهن ڪري انسان کي کپي تہ ڪڏهن بہ حرص جي ڄار ۾ گرفتار نہ ٿئي. تارڪ فرمائي ٿو تہ:

سو ڪيئن نہ مک جان منهن کي پٽي، توڙي اُڏي مٽي،
جنهن کي جهان ۾ ٿيا حرص و هوا نصيب.

تارڪ نہ صرف دنيا جي طالبن کي خراب سڏيو آهي، پر آخرت جي طالبن کي بہ ننديو اٿس. هو هميشہ طالب المولیٰ ٿي رهڻ جي تلقين ڪندو رهي ٿو. هو ٻڌائي ٿو تہ صحيح معنيٰ ۾ مرد اهي ئي آهن، جيڪي موليٰ جا طالب آهن:

طالب الدنيا مونث، طالب المولیٰ ٿي مرد
ٿا چون تنهن کي مخنث، جنهن کي عقبيٰ جي طلب.

جڏهن دنيا جي ڏنڌن کان پاڻ کي آزاد ڪبو، تڏهن ئي مقصد جو موتي ملندو. پر جيڪڏهن طالب دنيا جي ڏنڌن ۾ غرق هوندو، تہ اهو منزل مقصود نہ ماڻي سگهندو.

ڪر ڦٽا دنيا جا ڏنڌا، جي ٿي مولا جي طلب
ڪين مولا جي طلب ٿئي، جي ٿي دنيا جي طلب

جڏهن ڪو دنيا جي حرص و هوس ۾ ڦاسي پوي ٿو تہ ان جو اتان نڪرڻ محال ٿيو پوي، تارڪ ان کي "چورگپ" سڏي ٿو. جا هڪ نئين ۽ مناسب تشبيهہ آهي. جنهن جي استعمال ڪرڻ سان نہ صرف سنڌي ماحول جي عڪاسي ڪئي اٿس، پر پنهنجي شعر کي بہ پراثر بنايو اٿس، شعر ملاحظ فرمايو:

نہ دنيا مان تارڪ چٽي ڪير سگهيو،
نہ نڪتو ڪو ڦٽڙي منجهان "چورگپ."

دل خدا جو گهر آهي: تنهن ڪري اها پاڪ ۽ صاف هئڻ گهرجي. پر جيڪڏهن دل تي

ڪدورت جي ڪٽ چڙهي وڃي ته "الاالله" واري صيقل سان ان کي صفا ڪرڻ گهرجي. جڏهن دل جو آئينو صاف هوندو، تڏهن ان آئيني ۾ محبوب جو مشاهدو ماڻي سگهبو.

صفا ڪر دل جو آئينو ته دلبر جي پسين صورت،
انهيءَ زنگار کي تون "لا" جي صيقل ساڻ هڪدم ڪٽ.

صوفي شاعرن جي ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته هنن ظاهري علم کان وڌيڪ روحاني علم کي اهميت ڏني آهي. هو پرت جو پنو پڙهڻ ۽ عشق وارو اکر اچارڻ جي تلقين ڪندا رهن ٿا.

قاضي قادن جو هڪ بيت آهي:

ڪنز، قدوري، ڪافيه جي پڙهي پروڙين سيپ
ته ڪر منڊي ماڪوڙي کوهه ۾ پيئي ڪڇي اپ.

پٽ جي گهوٽ شاهه لطيف فرمايو آهي:

اکر پڙهه عشق جو ٻيا ورق سڀ وسار.

تارڪ ڪنز، قدوري، ڪافيه ۽ صرف و نحو، فقه حديث ۽ تفسير جو علم مدرسن ۾ حاصل ڪيو هو. پر هو ٻڌائي ٿو ته ان عِلم کان معرفت واري هڪ ئي ڪتاب جو مطالعو وڌيڪ بهتر ۽ برتر آهي:

علم صرف و نحو تفسير و حديث و فقه ڇڏ،
درس دل جي ۾ رهي ڪو پڙهه ڪتابِ معرفت.

---

ڪر مطالع درس دل ۾ عشق وحدت جو سبق،
ڇو ٿو اٿلائين قدوري، ڪنز، ڪافيه جو ورق.

نفس انسان جو وڏو دشمن آهي. تنهن ڪري انسان جو فرض آهي ته ان کي پنهنجو دوست نه بڻائي، بلڪ ان کي دشمن سمجهي ڪيس زير ڪري، مٿس ضابطو رکي. ڇو ته جيڪڏهن ان کي ڇڙواڳ ڇڏي ڏبو ته هو انسان کي گمراهه ڪري ڇڏيندو: محمد بخش واصف حيدرآبادي جو هڪ شعر آهي:

کِلي هي ويندو راهه جهنم ڏي باليقين،
نادان نفس جي نه هٿ پنهنجي مهار ڏي.

تارڪ به نفس کي تابع ڪرڻ جي تلقين ڪئي آهي پر سندس انداز نرالو آهي. فرمائي ٿو:

ڪمائي جي ڪُرهه ۾ ٻڌل آ پلو،
نه گهر نفس جي گهوڙي تورڻ جو وجهه.

هو وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته ٻاهريون بلائون مارڻ ڪا پهلواني ڪين آهي. پر صحيح معنيٰ ۾ پهلواني اها آهي ته پنهنجي اندر واري بلا يعني نفس کي مارڻ گهرجي.

مارين ٿو ٻهريون ٻلائون لحظي ۾ لک ڇا ٽيو،
مار جيڪا آهي تنهنجي نفس جي اندر بلا.

هڪ سچي عاشق جو فرض آهي ته هوڏ ۽ هٺ ميساري، پاڻ وساري، نفس کي ماري مات ڪري:

عاشق آهين ته سگهو پاڻ وسارج ڪنهن ريت،
هوڏ ۽ هٺ ڇڏي نفس کي مارج ڪنهن ريت.

هيءُ دنيا فاني آهي. ساهه تي ڪو ويساهه ڪونهي، لڳو واءُ، ويو ساهه. حياتي ڪنهنبي جو چٽڪو آهي. واريءَ جي ڪوٽ مثل آهي جو جلدي ڪري پوي ٿو. تارڪ ٻڌائي ٿو ته هن دنيا جي باغ جو رنگ و بو نيٺ ختم ٿي ويندو. ڇو ته هيءُ سارو باغ بي بقا آهي. تنهن ڪري هر انسان کي گهرجي ته پيار ۽ محبت جو ڪر وهائي، ته جيئن سندس نالو نشان باقي رهي:

هـــن بـــاغ جـــي بقـــا جـــو آرنـــگ وبـــو عبـــث،
غنچـــہ کلـــڻ کـــان اڳ ۾ ڏرتـــيءَ ۾ ڪـــي ڏريـــا.

---

چشم عبرت ساڻ ڏس، گور غريبان جا ڏڙا،
ڪيترا ها قصرتن جا ٿي ويا مسمسار سڀ.

---

اٿئي جي نقد جان هٿ ۾، وهائج هي وکر تارڪ،
هليا ويا جي هي واپاري، ته ساري عمر چپ پيو چٽ.

## عشقيہ شاعري:

غزل جي شاعريءَ ۾ عشق جو مضمون لازمي هوندو آهي. ڇو ته غزل جي لغوي معنيٰ ئي آهي عورتن سان ڳالهيون ڪرڻ. اهو ئي سبب آهي جو فارسي، سنڌي ۽ اردو غزليہ شاعري عشق و محبت جي مضمونن سان پُر آهي. تارڪ جي شاعريءَ جو بہ گهڻو حصو انهيءَ ئي مُک مضمون تي مشتمل آهي. هو هڪ حسن پرست انسان هو. عشق سندس رڳ رڳ ۾ سمايل هو. هو عام غزل جي شاعرن وانگر خيالي عاشق ڪين هو پر هن صحيح معنيٰ ۾ عشق ڪيو هو ۽ سهڻن جي ثناخواني سندس ورد ۽ وظيفو هو. هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

تا ثنا خوابي ڪريون سهڻن جي اهڙي ريت سان،
جيئن پڙائن تا خليفا، پير کي ۾ پانَ پٽ.

تارڪ جيڪو شعر چيو آهي، سو تفريح طبع لاءِ نہ پر اندر جي اڌمن ڪيس شعر چوڻ تي مجبور ڪيو. سندس ڪيترائي شعر ائين معلوم ٿئي ٿو ته جڙ نچندي، مستيءَ جي حالت ۾ چيا اٿس. هو صحيح معنيٰ ۾ صوفي شاعر هو. سندس شاعريءَ جي اوسر بہ ان ئي ماحول ۾ ٿي. اهو ئي

سبب آهي جو سنڌس ڪلام عشق ۽ محبت، تصوف ۽ معرفت حسن ۽ حسن پرستيءَ جو خزانو آهي. تارڪ جي حسن پرستي ان حد تي پهتل هئي، جو جتي به هن سونهن وارا ڏٺا ٿي، اتي لڏو لاهي ويهي رهيو ٿي، جيئن پاڻ ئي چيو اٿس ته:

مــون جهــانِ حســـن ۾ ســهڻا ڏســـي،
ديـــده بـــازي لاءِ لاٿـــي آهـــ لـــڏ.

۽ حسن جي هيڪار جو واس وٺڻ لاءِ ڀنور بڻجي وڃي ٿو:

مثل ڀونرن جي ڦرون ٿا گلرخن جي چوطرف،
ات وٺون ٿا واس آهي حسن جو هيڪار جت.

هو مہ رخن کان گهٽوئي منهن موڙڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، تڏهن به سهڻن کان سواءِ سنڌس هڪ دم نہ ٿو سري:

تــي مــہ رخــن کــان تــارڪ موڙيــو ســي مــنهن گهڻــو،
لـــيڪن انهـــن بنـــا نـــہ حيـــاتيءَ جـــا دم ســـريا.

تارڪ پاڻ اجارڻ جو نسخو نظر باز کي اهوئي ٻڌائي ٿو ته:

جي نظر باز ۽ عاشق تو ٿيڻ چاهين تون،
سڪ ۾ سهڻن جي سڙي پاڻ اجاريج ڪنهن ريت.

ڪيس عشق وارا وٽن تا ۽ انهن کي دل سان دعائون ڏيندو رهي ٿو، پر جي برهہ کان بيزار آهن، تن کي پٽيندو رهي ٿو:

الاهي عشق وارن کي سلامت تا قيامت رک،
نہ هڪڙي جهٽ به ڏي هڪ برهہ جي بيزار کي صحت.

هو ٻڌائي ٿو ته محبوبن جي محبت واري مام ملان سمجهي نہ سگهندا، ڇو تہ هو صرف چار تت ڄاڻن ٿا. پر انهن اڻڄاڻن کي خبر نہ آهي، تہ "پريت" پنجون تت آهي:

ماهروين جي محبت جو نہ ملن سمجهيو مت،
چار تت عالم چون ٿا، پرت پنجون آه تت.

جڏهن حضرت عشق دل ۾ ديرو دمائي ٿو تہ پوءِ سارو ڪاروبار چٽ ٿي وڃي ٿو:

عشق جي اوقات ۾ ڪثرت جو ڪاروبار چٽ،
شهر چٽ، دڪان چٽ، بازار چٽ، واپار چٽ.

ذرا هيءُ بہ شعر ملاحظہ فرمايو ۽ عشق جي اثر جو اندازو لڳايو: تارڪ فرمائي ٿو:

عشق جي آثار کان ٿي ويا سيئي يڪبار چپ،
عقل چپ، ادراڪ چپ، اذڪار چپ، افڪار چپ.

تارڪ ٻڌائي ٿو تہ عشق آسان نہ آهي، محبت محنت گهري ٿي، اتي ڪالم نپ هلي نہ سگهندي:

محبت ۾ محنت اچي ٿي مٿي،
هلي ڪين هرگز اتي لم ٽپ.

مٿئين شعر ۾ ”لم ٽپ“ وارا عام لفظ ڪهڙي نه خوبصورتيءَ سان نڀايا اٿس.

هو ٻڌائي ٿو ته سڪ جو سودو سهانگو نه آهي، پر هتي سر قربان ڪرڻو پوي ٿو: محبت ڪا مڃي پاڃي نه آهي جو ڪنهن هٽ تي ملي سگهي:

هي سودو سر جو آهي ۽ مهانگو ٿو ملي ڏاڍو،
مڃي پاڃي نه آهي جو وڪامي ٿي ڪنهين جي هٽ.

تارڪ محبت جي مشڪل مرحلن ۾ ثابت قدم رهيو، تنهن ڪري کيس يقين آهي ته:

اسان جي ڪندا عشق تي آفرين،
وڃي پئي اها جي امينن ڪي سڌ.

تارڪ ٻڌائي ٿو ته الله پاڪ عاشقن جو رتبو بلند ڪيو آهي. ملان ڪٺي ڪيڏا به مٿا مارين ته به انهيءَ اعليٰ مقام کي پهچي نه ٿا سگهن. هو ان دعويٰ جو دليل اجهو هن ريت ڏئي ٿو:

شهيدِ عشق جا مرقد مدامي رب ڪيا روشن،
نه ملن جي مزارن تي ڪڏهن تارڪ ڏٺم ميلا.

هو بار بار عشق ڪرڻ جي صلاح ڏئي ٿو ۽ عقل جي ياري کان دور رهڻ جي نصيحت ڪري ٿو:

عشق ري ٻي ڪي اختيار نه ڪر،
عقل هرگز تون پنهنجو يار نه ڪر.

تارڪ ٻڌائي ٿو ته جنهن دل ۾ عشق نه آهي، سا مردار آهي ۽ ان کي حلال ٿيڻ لاءِ ابرو جي تڪبير جي ضرورت رهي ٿي، شعر ملاحظه فرمايو:

عشق ري انسان کي مردار جي سمجهو مثال،
ٿي حلال ابرو سندي تلوار جي تڪبير مڃ.

هو ساقي کان عشق جا پر پيالا گهرندو رهي ٿو، ڇو ته تن جي پيئڻ سان ويران دل مخزن اسرار بڻجي وڃي ٿي:

ساقيءِ صاحب ڪرم ڏي ساغر سرشار عشق،
تا ٿئي ويرانئه دل مزخن اسرار عشق.

هو عاشق کي نصيحت ڪري ٿو ۽ شعر وري ڪيڏو نه پيارو چيو اٿس. سهڻو خيال، سهڻا الفاظ، تنهن ڪري شعر ۾ وڏو تاثير پيدا ٿي پيو آهي:

اشڪ جو طفل راز کولي ٿو،
اهڙو سنگتي ڪڏهن به يار نه ڪر.

## زلف:

غزل جي شاعري جيئن تہ سراسر عشقيہ شاعري هوندي آهي ۽ عشقيہ شاعريءَ جو سونهن، سونهن وارن جي صفت ۽ ساراهہ ۾ سمايل آهي ۽ جڏهن محبوب جي سراپا بيان ٿيندي، تڏهن زلف زوراور جو ذڪر ضرور ٿيندو. غزل جي شاعرن هن موضوع تي ڪيترائي شعر چيا آهن. تارڪ بہ هن موضوع تي ڪيترائي خوبصورت شعر چيا آهن. ڪجهہ نوان خيال بہ پيش ڪيا اٿس تہ ڪن پراڻن خيالن کي بہ پنهنجي جدت طبع سبب نئين نموني پيش ڪيو اٿس. هيءَ موضوع کيس ايڏو تہ مرغوب هو، جو ڪيترن شعرن چوڻ کان علاوه ٽي "مسلسل غزل" پڻ هن موضوع تي چيا اٿس. ٻن غزلن جو رديف آهي "بلا" ۽ هڪ غزل جو رديف ٿي "زلف" آهي. ان غزل مان نموني طور ٽي شعر پيش ڪجن ٿا:

اهڙو پائي پيچ ٿي دل عاشقن کي تار زلف،
نانگ چوڙو چاڙهي جيئن، تيئن پيچ پائي مار زلف.
ايئن ٿي مهجوري ۾ دل موڙهي رهي مشتاق جي،
جيئن رهي موڙهو متي ان خوبرو خمدار زلف،
زلف مشڪين جو آهي تارڪ سدا سودا زده،
تنهن ڪري اڪثر انهيءَ جي وات آ گفتار زلف.

زلفن جا سنهڙا سپ نہ سمجهڻ گهرجن، ڇو تہ اهي جڏهن ڏنگ هڻن ٿا تہ ماڻهو درد جي شدت کان ٽپا ڏئي ٿو:

نہ تون ڀانءِ زلفن جا سنهڙا هي سپ،
هڻن ڏنگ جيڪر تہ ڏين نينگ ٽپ.

عاشق ويچارو محبوب جي مُک جو صحيح لطف ڪيئن حاصل ڪري سگهي:

ڪيئن ونان مان لطف روءِ دلربا،
زلف جي هر وقت آ چاري بلا.

هيءَ بلا اهڙي آهي، جتي گرو گوگي جي بہ دال نہ ٿي ڳري، تارڪ مشهور محاورو استعمال ڪري، پنهنجي شعر ۾ وڏي خوبصورتي ۽ تاثير پيدا ڪيو آهي.

ات گروگوگي جي ڳرندي ڪين دال،
سخت آ زلف۔ صنم واري بلا.

تارڪ زلف واري بلا بابت گهڻائي شعر چيا آهن. ذرا هيءَ شعر ملاحظہ فرمايو، جنهن ۾ پنهنجي ناداني‌ءَ جو ذڪر ڪهڙي نہ سادگيءَ سان ڪري ٿو:

ڇو ڪرين ٿو هجر جانان ۾ تصور زلف جو،
بيوقوفي ڏس جو چاهين ٿو ڪري واهر بلا.

هڪ ٻئي شعر ۾ وري لفظن جي تڪرار سان محوب جي زلفن جو ظلم ڪهڙي نہ اثرائتي

اندازِ پيش ڪيو اٿس.

مـــارمـــارِ آ تنهنجـــي ڪـــوچي ۾ ســـدا
زلـــف ٻڻجـــي ويٺـــو مـــارِ آ، مـــار يـــار.

مارگيسو جو ڏنگ اهڙو آهي، جو ڏنگ لڳڻ سان ويچاري عاشق جا ڏهاڙا پورا ٿين ٿا. پر شاعر ان موت تي خوش ٿئي ٿو ڇاڪاڻ ته هو ان موت کي شهادت تصور ڪري ٿو. تارڪ "ڪشتگان ڪربلا" لفظن آڻڻ سان شعر ۾ وڌو سوز ۽ تاثير پيدا ڪيو آهي.

مارگيسو جي ڏنگڻ سان ٿي ويو تارڪ شهيد.
حشر ان جو ڇو نه ٿئي "در ڪشتگان ڪربلا."

زلف جي تصور ۾ جا رات گذري ٿي، سا ايئن آهي جڻ يوسف عليه السلام جي زندان ۾ رات گذري ٿي.

تصـــور زلـــف ۾ شـــب بســـر ٿـــي
پئـــي يوســـف ڪـــي جـــڻ زنـــدان ۾ رات.

ذرا هيءُ شعر به ملاحظه فرمايو:

هن زلف پر شڪن جي تصور ۾ ٿي ٿئي،
عمر دراز خضر به هڪ لحظي ۾ تمام.

زلف جو هڪ تصور هيءُ به آهي:

زلفن جي تصور ۾ ٿو مئي شام جي پيان،
آهيان حريفو آءٌ ته سلطان شام جو.

محبوب جي زلفن جي خوشبو جو احوال ڪو تارڪ کان پڇي.

تنهنجي زلف عنبرين جي رشڪ کان ٿيو اي پرين،
عطر چٽ، عود ۽ اگر چٽ، نافئه تاتار چٽ.
جيئن جو تنهنجي زلف جي خوشبو کڻي آئي صبا،
تيئن ويو عالم مان گهٽجي مشڪ و عنبر جو رواج.

زلف جو ذڪر به زلف يار وانگر ڪجهه طويل ٿي ويو. هينئر عجيبن جي البيلي اکڙين جو ڪجهه احوال اورجي. محبوب جون اکڙيون جڻ ميخانا آهن، يا ڪي پيمانا آهن، جو عاشق بنا پيئڻ جي مست و مست ٿي وڃي ٿو.

سر مست، جگر مست، ٿـي دل مست ۽ دم مست.
مـــون ڪـــي ڪيـــو آه فقـــط چشـــم صـــنم مســـت.

محبوب جو منهن مصحف جي مثال آهي، جيڪي عاشق اتان اکين جي آيت پڙهن ٿا، تن کي ٻئي ڪنهن ڪتاب پڙهڻ جي ضرورت ئي پيش نه ٿي اچي:

ڪهڙو انهن جو ڪم آ، قران سان دعا سان،

صورت سان جن پڙهي آ، تنهنجي اکين جي آيت.

محبوب جي لب جي لالائي تان ياقوت، مرجان ۽ ڪئي ڳاڙها گل گهور ٿين ٿا ۽ لالہ جي گل تي تہ رشڪ کان داغ ٿي پيو آهي:

تنهنجي لالا لب کان لالہ ٿي گذاري داغدار،
تو ٿئي ياقوت مرجان ۽ گل احمر نثار.

مٿئين شعر ۾ محبوب جي لبن جي نئين نموني تعريف ڪرڻ سان گڏ شعر کي صنعت حسن تعليل سان پڻ سينگاريو اٿس.

محبوب جا لال لب نہ صرف خوبصورت آهن، پر ڏاڍا منڍا بہ آهن، جن اها چاشني چکي، تن کي قند و نبات مان ڪو مزو نہ ايندو:

ڪڏهن لطف شيرين لبن جو نہ ڏيندي،
مڪدر ٿي قند مڪرر ملذذ.

--

جو چکي چاشني، سو چوي ٿو هئين،
آهي شيرين لعل لب لاريب.

اهڙي منڙي محبوب جي واتان وري ڪڙا ٻول نڪرن، ڪيڏي نہ حيرت ۽ تعجب جي ڳالهہ آهي.

دل کي ڪندي سوال ٿي حيرت وٺيو وڃي،
شيرين لبن مان تنهنجي جو آيو جواب تلخ.

اهو مضمون حافظ شيرازي هن ريت بيان ڪيو آهي:

بدم گفتي و خورسندم عفاک الله نکو گفتي
جواب تلخ مي زيبد لب لعل شکر خارا

خواجہ غلام فريد فرمايو آهي:

سڀ مصري کنڊ نبات پليم،
اعجاز مسيح دي بات پليم،
مئي، ڪوثر، آب حيات پليم،
سڻ شوخ سخن راول ڙي دي.

محبوب جون اکيون اڳيئي قاتل، ويتر هو سرمو پائي ۽ ڪجل جي ڏار ٺاهي، درد وارن ڏي نهاري ٿو، تہ عاشقن جا سر ڌڙ کان ڌار ٿي وڃن ٿا ۽ چار چشميءَ سان واٽهڙو مسافرن جون دليون ۽ دين ايمان ڦري ڇڏي ٿو. تارڪ اهي ۽ ان قسم جا خيال تمام خوبصورتيءَ سان شعرن ۾ پيش ڪيا آهن. شعرن ۾ شروع وارو لفظ ٻئي مصرع ۾ قافيي طور استعمال ڪري شعر کي شاعرانہ صنعت سان سينگارڻ سان گڏ زبان تي عبور هئڻ جو دليل پيش ڪري ٿو: شعر ملاحظہ فرمايو ۽ شاعر جي

ڏاتءِ ڏانوَ جو داد ڏيو:

ڏار سرمي ۾ ڪجل جي سان ڪرين،
درد وارن جون سريون تو ڏار ڏار.
چار چشمي سان اڪيلي سر قرين،
تو مسافر ٻ ٻ، تي تي، چار چار.

مطلب تہ محبوبن ڪي عاشقن جو قتل مباح آهي:

دلبرن وٽ عاشقن جو سر ڪٽڻ آهي مباح،
يا هٽي پيڪان پنبڻين جا قتڻ آهي مباح.

جڏهن محبوب منهن مٿي وجي ٿو تہ عاشق ڪيس پرچائڻ لاءِ هر طرح جا حيلا هلائي ٿو. هو ڪيس پرچائڻ لاءِ چڱا مڙس ۽ پير فقير ميڙ وٺي وڃي ٿو تہ من پيارو پرين پرچي پوي. پر سنگدل سهڻو اها ميڙ موٽائي ڇڏي ٿو ۽ اتو عاشق سان تڪرار ڪري ٿو:

ڪين موٽائي ڇڏج هيئن ميڙ ڪي،
در تي آين سان نہ ڪر تڪرار پرچ.
ميڙ تي پير و فقير آيا مڙي مون ساڻ گڏ.
ڪين پرتو پر پرين چوندي ٿيا لاچار سپ.

اهو دستور آهي تہ رٺل کي پرچائڻ لاءِ پير فقير ميڙ وٺي آڏيا آهن ۽ در آئي سپ ڳالهيون وساري اڳلو پرچاءِ تي راضي ٿي ويندو آهي ۽ تڏي آين سان تنگ نہ پوندو آهي. جيئن چوڻي آهي تہ "تڏي آئي تنگ نہ پئجي، توڙي هجن وير هزار." تارڪ مٿين شعرن ۾ مقامي ماحول جي تصور پيش ڪئي آهي.

عاشق ويچارو وصال جون واٽون نهاريندو رهي ٿو هو جدائيءَ جون ڪاريون مصيبت واريون راتيون رئندي ۽ سڏڪا پريندي گذاري ٿو ۽ درد مان دانهون ڪندو رهي ٿو:

اشڪباريءَ سان نالہ وافغان،
آهہ برسات ساڻ شامل گوڙ.

هو نااميد نہ آهي، ڪيس اها اميد ۽ آسرو آهي تہ رٺل راڻو هڪ نہ هڪ ڏينهن ضرور ريجهندو ۽ جلد ئي وصال جو واءُ ورندو. تنهن ڪري هو نازنين وٽ آزي نيازي ڪندو رهي ٿو ۽ شاهہ جي هن مصرع تي پوري ريت عمل ڪندو رهي ٿو تہ:

جي ليلائي نہ لهين، تہ پڻ ليلائيج.

تارڪ فرمائي ٿو:

ناز وارن سان تو جڳائي نياز،
شوخ ڪي تارڪا ٻئي هٿ جوڙ.

هو هر وقت ڪيس دل سان دعا ڪندو رهي ٿو:

ڪين ايندين تہ بہ، ڪبي توکي دعا،
جان من هردم تون پنهنجي جاءِ جُڙ.

جڏهن سوز فرقت سبب ڪيس گرمي ستائي ٿي ۽ من تي مونجهہ رهي ٿي تہ هو ورهہ وارن وٽ "وائڪ جهٽڻ" ۽ ساڻن روح رهاڻيون ڪرڻ وڃي ٿو:

سوز فرقت ڪان اي تارڪ جيڪڏهن گرمي رسي،
ورهہ وارن وٽ وڃي وائڪ جهٽڻ آهي مباح.

تارڪ ٻڌائي ٿو تہ عشق جو ٻوٽو ڪڏهن بہ ڪومائجي نہ ٿو سگهي. ڇو تہ نيڻن مان ڳوڙهن جي اَڏَ جاري آهي:

ڪٿ نهالِ عشق ٿو ڪومائجي،
اشڪ جي نيڻن مان جاري آهہ اڏ.

ڪيس پنهنجو محبوب هر وقت ياد آهي. ان ڪان سواءِ ڪيس ٻيو ڪي ڪين ياد آهي. ايتريقدر جو ورد وظيفا ۽ نفل نمازون بہ وساري وهي ٿو:

مون ڪي نالو يار جو ياد آهہ، ٻيو ڄاڻان نہ ڪو.
نفل ڪٿ، اوراد ڪٿ، دعوات ڪٿ، اذڪار ڪٿ.

آخر سندس التجائون، آهون ۽ داهون اثر ڪن ٿيون. محبوب مهربان ٿي وٽس اچي ٿو پر لڄارو محبوب، لڄ ۽ شرم سبب ساڻس گهرو نہ ٿو ٿئي. ان وقت واري حجاب تي ڪيس افسوس بہ ٿئي ٿو تہ ڪاوڙ بہ اچي ٿي: ڪاوڙ بہ ڇو نہ اچي جو ورهين ڪان پوءِ وصال جو ورق وري ۽ اهو بہ ائين حجاب ۽ شرم ۾ گذري وڃي تہ ضرور منيان لڳندي. تارڪ فرمائي ٿو:

نہ ٿو مان سمجهي سگهان آئي آ الائي ڪٿان،
ملڻ جي وقت پئي وچ ۾ آهہ ڪاهي لڄ.
وجهي بگاڙ ٿي هر دو فريق جي دل ۾،
اگر هو ماٺهو هجي ڏيان وجي ها ڦاهي لڄ.

مختصر تہ تارڪ پنهنجي شاعريءَ ۾ حسن و عشق سان تعلق رکندڙ مضامين وڏي خوبي ۽ خوبصورتيءَ سان ٻڌا آهن. انهن شعرن ۾ زبان ۽ بيان جون ڪيتريون ئي خوبيون نظر اينديون. سندس شاعريءَ تي فارسيءَ جو ڪجهہ اثر ضرور آهي، پر هن سنڌي ماحول کي بہ وساري ڪونہ ڇڏيو آهي.

## سرفروشي ۽ جان نثاري:

صوفي هڪ وڏو مجاهد ٿئي ٿو هو انسان ذات جي بهتري ۽ ڀلائيءَ لاءِ وڏي کان وڏي قرباني ڏئي ٿو. هو ڪڏهن بہ مصلحتن جو شڪار نہ ٿو بڻجي، پر حق جو هوڪو ڏيندي، سوريءَ جو سينگار بڻجي ٿو. تصوف جي تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ صوفي سچارن پنهنجي اصولن ۽ عقيدن جي برتري خاطر حق جي راهہ ۾ سر ڏئي سرخرو ٿيا. منصور حلاج اناالحق جو

نعرو بلند ڪري، سوريءَ جو سينگار بڻيو ۽ اڄ ڏينهن تائين اناالحق جون تنوارون انهيءَ حقيقت جون آئينہ دار آهن. تہ قرباني ۽ سرفروشي ڪان سواءِ عشق جي عظمت حاصل ڪرڻ مشڪل آهي. تارڪ، جيئن تہ منصوري مام جو متوالو ۽ انهيءَ راهہ جو پانڌيئڙو هو. تنهن ڪري هن بہ پنهنجي شاعريءَ ۾ اهڙوئي پيغام ڏنو آهي. مثلاً:

مرد ٿي منصور تهدل، تن متي تعذير مڃ.
جو اچيئي، سر اتي، سو تيغ، تبر، تير مڃ.

انسان پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪاميابين ۽ ڪامرانين جو خواهشمند هوندو آهي. ڏينهن رات سندس اها ئي آرزو هوندي آهي تہ دنيا ۾ وڌ ۾ وڌ ڪاميابيون حاصل ڪري، پنهنجو نالو روشن ڪري، پر تارڪ جي نظر ۾ زندگيءَ جي سونهن ۽ سوڀ انهيءَ ۾ ڪانهي. هو زندگيءَ جي اصل ڪاميابي محبت جي راهہ ۾ فنا ٿي وڃڻ ۾ سمجهي ٿو ڇو تہ ان ڪان پوءِ ئي انسان ڪي امر ٿي وڃڻ جي سوڀ ۽ دلين تي نقش ٿي وڃڻ جي سونهن نصيب ٿيندي آهي.

منجهہ محبت جي مرڻ هيءَ عاشقن جي سونهن سوڀ،
ڏک ڏسڻ ڪان نا ڏرڻ، هيءَ عاشقن جي سونهن سوڀ.

تارڪ پاڻ کي فنا ڪرڻ جو درس ڏئي ٿو. اهو درس دراصل حقيقي سرفروشيءَ جو درس آهي ۽ اها ڄاڻ انسان کي ان وقت حاصل ٿئي ٿي، جڏهن هو فنا ۽ بقا جي اصل راز ۽ رمز ڪان واقف ٿئي ٿو. تارڪ فرمائي ٿو:

صوفيءَ بيسر کي تارڪ آهہ سوري سيج جيئن،
محو ذاتِ حق کي کهڙو پاو سر جو احتياج.

سرفروشي ۽ جان نثاري جو اصل روح عبادت آهي. انسان ۾ اهو ادراڪ ۽ اهو جذبو ان وقت بيدار ٿيندو آهي، جڏهن هو خدا جي حقيقت ڪان روشناس ٿيندو آهي. جڏهن انسان تي اهي سڀ اسرار کلندا آهن ۽ جڏهن هو انهن سڀني حقيقتن جو عرفان حاصل ڪندو آهي، تہ سندس آڏو زندگيءَ جي ڪا اهميت نہ رهندي آهي. سندس نظرن ۾ اهميت صرف ان مقصديت جي هوندي آهي، جنهن کي حاصل ڪرڻ ڪان سواءِ زندگي پنهنجي اوج ۽ عروج تي پهچي نہ سگهندي آهي. تارڪ مقصد جي حاصل ڪرڻ واري وسيلي کي شرابِ معرفت سڏي ٿو ۽ اهوئي اهو نشو آهي، جنهن ۾ انسان پنهنجي سر کي سوريءَ جو سينگار بڻائي، سرفروشيءَ جو سبق ڏئي ٿو:

من عرف جي مام سمجهي پي شرابِ معرفت.
سر ستي سوريءَ مٿي، ٿي تون ڪباب معرفت.

جدوجهد ۾ ئي انسان جي عظمت آهي، اهوئي سبب آهي جو تارڪ فرمايو آهي:

جنگ نفسِ بيحيا ۾ جن وڃائي پنهنجي جان،
ڇو نہ عالم ڪان اتاهون تن ٿئي سالارن جو اوج

جهڙ ڪر تارڪ تہ تون منصور جيئن بي سر بڻي،
چاڙهي بالا رتبۂ رندي جي سردارن جو اوج

**تغزل:**

غزل ۾ تغزل جو پاڻ ۾ اهڙو ئي ناتو آهي، جهڙو گل ۾ خوشبوءِ جو. جهڙيءَ طرح خوشبوءِ کان سواءِ گل بيڪار هوندو آهي، اهڙيءَ طرح تغزل کان سواءِ غزل بي رنگ، بي لطف ۽ بي مزو پيو نظر ايندو. ايئن پيو معلوم ٿيندو تہ شاعر بيجان لفظن کي زوري شعر جي قالب ۾ قيد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. تنهن ڪان سواءِ تغزل جو تعلق مضمون جي لطافت سان بہ آهي. تغزل جي عام تعريف تہ اها آهي تہ جيڪا بہ ڳالهہ حسن ۽ عشق جي پيرايي ۾ ڪئي وڃي سا تغزل آهي.

تارڪ جي غزل جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ سندس شعر تغزل جو بهترين مثال آهي.

سهاري تار زلف مشڪبو جي راهرو آهيان
ڇڏيم هٿ ڪان جي هي رشتو تہ پو گمراهہ ٿي پوندس.

مٿيون شعر تارڪ جي شاعرانہ ڪمال سان گڏ تغزل جو بهترين شعر آهي. گمراهي کان بچڻ لاءِ زلف مشڪبو جي تار جو سهارو ڪيڏو نہ خوبصورت سهارو آهي.

جفا تہ محبوب جو شيوو آهي. پر تارڪ نہ ٿو چاهي تہ سندس محبوب خلق ۾ دل آزار شخص جيئن سڃاتو وڃي. تنهن ڪري هو ڪيس التجا ٿو ڪري تہ هو پنهنجي عاشق جي دل نہ ڏکوئي، نہ تہ هر ڪو ڪيس دل آزار ڪري سڏيندو. تارڪ فرمائي ٿو:

جـــي دل عاشـــق ڪنـــدين آزرده ايـــئن،
تـــوکي چونـــدو هـــر ڪـــو دل آزار شـــخص.

تارڪ جو هڪ ٻيو شعر آهي:

هوندي حياتي توکي جڳائي ملڻ پرين
جو ڪين آهہ هميشہ هي پائدار عمر.

فراق ۽ ڦوڙائو تہ عشق جي قسمت آهي، پر انسان جي اها آزرو هوندي آهي تہ هو پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي پنهنجي محبوب سان ملي ۽ ان جي حسن جو مشاهدو ماڻي. ڇو تہ هن زندگيءَ تي ڪو اعتبار ڪونہ آهي. جيتوڻيڪ اهو هڪ عام مضمون آهي، پر تارڪ جي تغزل واري انداز هن شعر کي پر لطف بنائي ڇڏيو آهي:

نـــہ تنهنجـــو حســـن محتـــاج بيـــان آ،
زبـــان منهنجـــي انـــدر تقريـــر عـــاجز.

محبوب جي حسن جي تاب کان زبان تعريف ڪرڻ کان قاصر ٿيو وڃي. عاشق وبچاري ۾ اها جرئت ڪٿي جو هو پنهنجي محبوب جي سونهن جي ساراهہ ڪري سگهي. پر تارڪ پنهنجي

زبان جي هن بيوسيءَ تي ان لاءِ شرمسار نہ آهي. ڇو جو سندس محبوب جي سونهن ڪنهن صفت يا ساراهہ جي محتاج نہ آهي.

محبوب جي قد و قامت کي سروءِ شمشاد سان تشبيهہ ڏيڻ تہ غزل جي شاعري جي عام روايت آهي. پر تارڪ عام انداز کان هٽي سڄڻ جي قد جي بلنديءَ کان پنهنجي عزم ءِ حوصلي جي بلنديءَ جو درس ورتو آهي. هو ٻڌائي ٿو تہ سندس همت بہ انهيءَ ڪري بلند آهي جو سندس محبوب بلند قامت آهي. هن بلنديءَ ۾ ئي سندس ذات جي بلنديءَ جو راز آهي. جيڪڏهن هو اهڙي دلربا جو دامن ڇڏيندو تہ هو ڪوتاهہ ٿي پوندو. شعر ملاحظہ فرمايو:

سڄڻ جي قد بالا کان سندم همت بلند آهي
ڇڏيان ڪيئن دوست دامن مان جو پوءِ ڪوتاهہ ٿي پوندس.

هن شعر مان اها حقيقت بہ واضح ٿئي ٿي تہ محبوب جي بلندي، سندس مقصد جي بلندي آهي. محبوب جيڏو عظيم هوندو، سندس شاعري بہ اوڏي عظيم ٿي ويندي

تارڪ رازءِ نياز، سوزءِ سازعشوہءِ انداز جا مضمون اهڙي نموني بيان ڪيا آهن، جو انهن ۾ جابجا بيساختگي نظر ايندي. ان کان علاوہ انهن شعرن جي ٻي اها خوبي آهي تہ انهن ۾ جيڪا زبان استعمال ڪئي وئي آهي، سا نهايت نرم ءِ وڻندڙ آهي: مثلاً،

مون کان نہ سو منهنجو شل دلبر، ٿئي ناراض،
جي لوڪ ٿئي ناراض تہ بهتر ٿئي ناراض.

دلبر جي ناراضگي ڏاڍو ڏکوئي ٿي. تنهن ڪري هڪ عاشق اهوئي چاهي ٿو تہ ڀلي سارو جهان کانئس ناراض ٿي وڃي، پر هڪ منڙو محبوب ساڻس راضي هجي. پر جنهن محبوب جي عادت ئي هر هر ناراض ٿيڻ جي هجي تہ ان کي سدائين راضي رکڻ مشڪل نہ بلڪ محال آهي. تارڪ پنهنجي محبوب جي رسڻ جي ريت جو ذڪر ڪهڙي نہ خوبصورت لفظن ۾ ڪري ٿو:

هڪ وقت ٿئي ناراض تہ پرچائجي ان کي،
راضي ٿي سگهي ڪيئن، جو هر هر ٿئي ناراض.

وڇوڙي وارا مضمون غزل جي شاعريءَ جو هڪ لازمي جز هوندا آهن. تارڪ بہ جدائي فراق ءِ ڦوڙائي جا مضمون وڏي اثرائتي انداز ۾ بيان ڪيا آهن. هو وڇوري واري درد ڀرئي دور ۾ بہ پنهنجي دل کي پاڻ سهارو ڏيندي چئي ٿو:

اي دلِ مهجور درد هجر ۾ آهن گهڻا،
تو نہ هڪڙي هن مصيبت ۾ گذاريو آ فقط

هتي اها ڳالهہ بہ تعريف جي قابل آهي تہ تارڪ صرف پنهنجي غم هجر تي واويلا نٿو ڪري، پر دل کي سمجهائي ٿو تہ عشق جي قسمت ئي جدا آهي. تون اڪيلي هن مصيبت ۾ مبتلا ڪو نہ آهين، پر هر محبت ڪندڙ دل کي درد ءِ فراق جون اهي گهڙيون گذارڻيون پون ٿيون.

موسم بهار ۾ جيئن ابر بهار آ،

تيئن تارڪ هجر ۾ آهي بي اختيار طبع.

هجر ۾ طبعيت جي بي اختياري کي ابرِ بهار سان مناسبت ڏئي، اهو ثابت ڪيو ويو آهي ته جدائيءَ جو غم ان لاءِ ڪٺي ڏکوئيندڙ هجي، پر بيزار ڪندڙ ڪونهي. جهڙيءَ طرح ابر بهار جي وسڻ سان چوطرف گلزاريون ٿيو وڃن. اهڙيءَ طرح هجر ۾ سندس طبيعت ابر بهار وانگر سخن جا سهڻا گل پکيڙيو ڇڏي.

تارڪ هجر جي موضوع تي ڪيترائي شعر چيا آهن. جن ۾ تغزل جو حسن نمايان نظر ايندو. هتي مثال لاءِ ان قسم جا ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا:

سڄڻ توکان سوا ٿيڙو جيئڻ لاچار حق حافظ
رهان مهجور ٿو ماندو. بحالِ زار حق حافظ.
ادا قاصد سڄڻ کي چؤ سنيهو هي خدا ڪارڻ.
مِلو نه ته ٿو مري. هيءُ برهه جو بيمار حق حافظ

---

رهه اشڪبار فرقت جانان ۾ ساري رات.
تارڪ گذار عشق ۾ سک تون شعور شمع.
باد خزان کان زرد ٿئي جيئن چمن جو رنگ.
تئن ٿيو فراق يار جي کان منهنجي تن جو رنگ

## جماليات

انسان قدرتي طور تي حسن پرست ۽ حسن جو ڳولائو رهيو آهي، حسن ۽ عشق ٻئي سندس فطري جز آهن. ناصر چيو آهي ته:

"حسن کی طلب و جستجو فطرت انسانی کا خاصہ ہے۔ اس لئے حسین چیزیں نہ صرف جمالیاتی حسن کی تشفی کرتی ہے، بلکہ حیات انسانی کی طمانیت و مسرت کا سامان بھی ہیں۔ اس لئے ان حسین چیزوں کو جنہیں قرآن حکیم خدا کی زینتیں کہتا ہے، استعمال میں نہ لانا یا ان سے منہ موڑنا اپنی فطری تقاضوں کو غیر فطری طریقے سے دبانے کے مترادف ہے اس لئے یہ کفران نعمت بھی ہوا۔"[1]

دنيا جو ڪو به ملڪ، ڪو به علائقو ۽ ڪو به اهڙو انسان ڪونهي، جنهن کي حسن لاءِ پيار نه هجي ۽ هن حسن جي تلاش نه ڪئي هجي. انسان هر هنڌ حسن جي تلاش ۾ سرگردان رهي ٿو.

جماليات هڪ فلسفو آهي، جنهن جو تعلق حسن ۽ فنڪاريءَ سان آهي. شاعر جيئن ته فطري طور حسن پرست ٿئي ٿو تنهن ڪري وٽس حسن لاءِ وڏيڪ پيار ۽ وڏيڪ سڪ هوندي آهي. هو نه صرف انسان ۾ حسن جو ڳولائو هوندو آهي، پر ڪائنات جي هر شيءِ ۽ فطرت جي هر

[1] نصير احمد ناصر: "جماليات قرآن کي روشني مين صفحه ٢٠٢ سال ١٩٥٨ع

تغير ۾ حسن کي تلاش ڪري ٿو. حسن جي انهيءَ تلاش جو نالو شاعر آهي. جهڙيءَ طرح رنگ برنگي گلن ہوٽن ۽ وڻن ٽڻن کان سواءِ باغ ويران نظر ايندو. اهڙيءَ ريت حسن جي آرزو ۽ حسن جي تلاش ۽ تذڪري کان سواءِ شاعر جو ڪلام ٻسو ۽ ڦڪو نظر ايندو. ان جي رنگت ۽ رونق حسن جي دم سان آهي.

حسن پرستي تارڪ جي رڳ رڳ ۾ سمايل هئي، تنهن ڪري سندس شاعريءَ ۾ به حسن جي تلاش نظر ايندي. سندس جمالياتي حِس ايڏي تہ تيز آهي جو هو هر بدلجندڙ موسم جو نظارو چٽيندي، حسن فطرت جو اهڙو نقشو چٽي ٿو، جو زبان مان خودبخود واهہ واهہ نڪريو وڃي. مثال طور سندس هڪ بهاريہ غزل مان چار شعر پيش ڪيا وڃن ٿا:

برن باغن ۾ گلزاري، اچي هر جاءِ هبڪاري،
چوي هرڪو هوا ڪايو، بهار آيو بهار آيو.
مُعطر ٿيو دماغ ۾ جان، سنگهي گلدستئہ ريحان،
پٽي پٽڪي ۽ گل پايو، بهار آيو بهار آيو.
صبا سيگهؤن ڪري سعيو، وري وڻ ٽڻ کي پهرايو،
پراٽو پوش لهرايو، بهار آيو بهار آيو.
ڪٿي مينا غزل خوان باغ ۾ تارڪ چوي رقصان،
"بهار آيو بهار آيو، بهار آيو بهار آيو."

ذرا هيءَ بہ ٽي شعر ملاحظ فرمايو ۽ تارڪ جي جمالياتي شاعريءَ جو اندازو لڳايو:

اي نازنين جي نازمان هڪڙي نظر ڪرين،
ان نازجي نگاهہ تان ساري نثار عمر.
تعريف سنڌ ۽ رخ جي زلفن جي اکين جي،
گل سنبل ۽ نرگس بيدار کي چوندس.

---

ساروئي بيان تنهنجي سراپا جي صفت جو،
منجهہ موسم گل جي وجي گلزار کي چوندس.

---

جا ڪون جمال يار جي سان چشم چار ٿي،
تا ڪون ڏسي پيو نہ ٿي، نقش ونگار دل.

جماليات جو هڪ ٻيو رخ بہ آهي، سو آهي انسان جي ذات جو حسن، جيڪو خود ان جي اندر ۾ هوندو آهي ۽ انهيءَ حسن سبب زندگيءَ جا اونداها پاسا روشن ٿي ويندا آهن. اندر جي اها روشني انسان کي ڏاڍي رياضت ۽ محنت سان حاصل ٿيندي آهي. ۽ اها ئي انسانيت جي سونهن آهي. تارڪ پنهنجي اندرجي ان صفائيءَ جو ذڪر هن ريت ٿو ڪري:

منهنجو اندر صاف آهي صبح صادق جي طرح،
مون کي آهي، پنهنجي هن چاڪ گريبان جو قسم.

پنهنجي اندر جي صفائيءَ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ چاڪ گريبان جو قسم کڻڻ به هن حقيقت ڏانهن اشارو آهي ته عشق، رياضت ۽ سچائيءَ جي راهه ۾ انسان تي ڪيترين ئي مصيبتن اچڻ ڪري به گريبان چاڪ رهي ٿو، پنهنجي اندر کي اجارڻ ٿو پوي. پر اها چاڪ گريباني ۽ پريشاني ان لاءِ عزت ۽ عظمت جو ذريعو بڻجي ٿي.

اها هڪ حقيقت آهي ته غزل جي شاعريءَ ۾ داخليت کي وڏو دخل آهي. پر اهو خارجيت کان به خارج نه آهي. ڇو ته غزل جو شاعر زندگيءَ جي هر حقيقت ۽ انسان جي هر ڪيفيت جي ترجماني ڪري ٿو.

تارڪ جي غزل ۾ به ٻئي ڳالهيون نظر اينديون. هُو هڪ طرف غزل جي روايتي انداز ۾ حسن جي جلوُن ۽ عشق جي ديوانگيءَ جو ذڪر ڪري ٿو. ته ٻئي طرف، هو انهن حقيقتن کي به نه ٿو وساري، جيڪي عام زندگيءَ ۾ اسان کي نظر اچن ٿيون. هو داخليت سان گڏ خارجي اثرن کي به قبول ڪري ٿو. سندس دل جي ڪوري ۾ تخليق جي هڪ چٽنگ پيل آهي، جا هر وقت دکندي رهي ٿي. پر شاعر چاهي ٿو ته ان کي ڦوڪي هڪ آڙاهه بڻائي:

دل جي ڪوري ۾ پنهنجي چٽنگ پيل جا آهي،
ڦوڪي آڙاهه ڪري، تنهن کي اٿارين ڪنهن ريت.

## خمريات

حرف سڀ جي هيئان تارڪ چونڊيو مون ميخانه آ،
تا سندم ديوان کان سرمست سخن گهرجي ٿيڻ.

ساقي ۽ شراب جام ۽ صراحي، رندي ۽ مستيءَ جا مضمون غزل جي روايتي شاعريءَ جو اهم جز آهن ۽ ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته غزل گو شاعرن اهڙا شعر چيا آهن. جن جي مستي اڄ به من کي موهي وجهي. مثال طور هتي بلند پايه شاعر مير عبدالحسين خان سانگي جا ٻه شعر پيش ڪجن ٿا:

ساقي ڀري ڏي جام مئي خوشگوار ترت،
ٿيان اهڙو مست جو نه ٿيان هوشيار ترت.

---

اي سهڻا سيمتن ساقي ڀري ڏي ڀرت جا پيالا،
مئي احمردوسالو پي، ٿيون مخمور متوالا!

تارڪ فقير به ساقي ۽ شراب جي عنوان هيٺ نهايت ئي دلڪش شعر چيا آهن، جن ۾ رندي ۽ مستيءَ سان گڏ السّتي رنگ به رچايو اٿس. جيڪڏهن سالڪ ٿي شراب جي گهر ڪري ٿو ته ان

مان مراد معرفت جو شراب آهي. جنهن لاءِ خواجه محمد زمان لواريءَ واري فرمايو آهي.

سُتي ان شراب، جن سري سي سون ٿيا،
سمهڻ تن ثواب، ڪتڻ تي ڪي ڪيميا.

تارڪ به ساقي ڪان اهڙو شراب طلبي ٿو جنهن جي پيئڻ سان حقيقي سرور حاصل ٿئي؛ فرمائي ٿو:

ساقي ڏي پري ساغر سرشار حقيقت،
جنهن ڪان ٿئي دل وجان ڪي خمار حقيقت.

سندس هڪ ٻيو شعر آهي:

فصل گل آيو چمن ۾ مئي سندو هٿ جام وٺ،
فڪر ڪان فارغ ٿي، فرحت ڪري آرام وٺ.

تارڪ جام و شراب ڪي دنيا جي ڏکن ڪان وقتي ڇوٽڪاري جو ذريعو به سمجهي ٿو. تنهن ڪري هو فصل گل ۾ جام کڻي فڪر ڪان فارغ ٿي، آرام ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو ۽ ڪڏهن ڪڏهن گلفامن، پري جمالن جي ذڪر سان جام وشراب ڪي وڌيڪ نشه آور بڻايو ڇڏي.

ساقي و مطرب سڏي رکڻ ساڻ ڪرسير چمن،
بادهء نوشان بيخوديءَ ۾ بوسهءِ گلفام وٺ.

اها هڪ حقيقت آهي ته فرقت جي باهه آبِ وصال سان ئي وسامي سگهي ٿي. تنهن ڪري محبوب ڪي التجا ٿو ڪري ته ڪو اهڙو جام پياري عاشق تي احسان ڪر.

آبِ وصال سان اڇي فرقت جي باهه نار،
جاني پيار جام، هي تورو اسان تي تڦ.

پر انهيءَ شراب ۾ جڏهن هو تصوف جو رنگ پري ٿو ته اهو شراب غزل جي روايتي پيمانن مان نڪري، ازلي سرور جي ساغرن ۾ پرجيو وڃي:

جي گهرين سينو صفا ٿئي، پي تون اول جام صلح
تفرقي تڪرار ڪي تالان ڪري، آرام صلح،
شيعه سني، هندو ۽ مومن اندر آهي وڳوڙ
صوفيءِ بي سرجي گهر ۾ ناهه ڪي ري نام صلح،
جنهن حضور حق ۾ پنهنجي جان دل حاضر رکي،
سو قدم پيو قرب جا پائي، پري پيو گام صلح،
لڙ تفرقي ڪان نظر ايندو نه جانب جو جمال،
ثم وجه الله جو ڏيکاري، تجلي تام صلح.

ساقي ۽ شراب جي باب ۾ اسان ڏٺو ته تارڪ جا به رنگ آهن، پهريون رنگ مجاز جو آهي،

جيڪو غزل جي شاعريءَ جي روايتي انداز ۾ آهي. ان ۾ به جيتوڻيڪ تارڪ جو پنهنجو هڪ الڳ اسلوب ۽ انداز آهي. ان رنگ ۾ چيل شعر به زبان ۽ بيان جي خوبين سان سينگاريل آهي. پر بيو رنگ غزل جي روايتي انداز کان هٽيل آهي. ان ۾ غزل جي داخليت جي بدران ڀرپور خارجيت آهي ۽ ان سان گڏ شاعر جو انداز به نصيحت وارو آهي. پر هن ناصحانه انداز ۾ به هن ڪوشش ڪئي آهي ته غزل جو مزاج برقرار رهي.

جڏ مليو پير مغان کان صلح جو تارڪ سبق،
هن غزل جو نانءُ مون آهي رکيو پيغام صلح.

انسانيت جو پهريون سبق آهي صلح ڪل: اهوئي سبب آهي جو صوفي بزرگن پنهنجي قول، فعل ۽ عمل سان سدائين صلح ڪل جو سبق ڏنو... "صلح ڪل وارو مذهب صوفين جو آهي، جو هڪڙو طبعي ۽ اخلاقي ۽ سچو پچو عام انساني مذهب آهي." [1]

خلق خدا سان اهڙو سهڻو سلوڪ هئڻ گهرجي جو هر مذهب وارا ماڻهو سندس عزت ڪن ۽ کيس پنهنجو سمجهن. فارسي جي مشهور شاعر عرفي کهڙو نه سهڻو چيو آهي:

چنان با نيگ و بد عرفي برکن کز پس مردن،
مسلمانت بزمزم شويد، و هلند و بسوزاند.

اها هڪ حقيقت آهي ته ظلم ۽ زيادتي دل آزاري ۽ دل سوزي ڪي هر مذهب ۽ هر قوم ننديو آهي. خاص طور صوفي سياڻن جو ته اهو مسلڪ رهيو آهي ته مذهبن جي وڳوڙ مان آزاد ٿي، خلق خدا جي خدمت ڪرڻ گهرجي. تارڪ ٻڌائي ٿو ته مذهب ۽ ملت جنگ و جدل سان ڀرپور آهن، تنهن ڪري هو رندن وٽ رهڻ جي هدايت ڪري ٿو. چاڪاڻ ته مشرب رندان ۾ آغاز کان انجام تائين صلح ئي صلح آهي: اتي جنگ ۽ جهيڙي جو نالو نشان به نظر نه ايندو:

مذهب و ملت مڙئي جنگ و جدل سان هن ڀريل،
مشرب رندان ۾ آ آغاز تا انجام صلح.

## قافيه ۽ رديف

عروضي شاعريءَ ۾ نه صرف وزن کي اهميت حاصل آهي، پر ان ۾ قافيه ۽ رديف پڻ ضروري سمجهيا وڃن ٿا. بلڪ ڪڏهن ڪڏهن ته شعر جي سونهن سوائي ڪرڻ جو سبب بڻجن ٿا. سيد مسعود حسن رضوي لکيو آهي ته "....*اس مين شک نهيں که جن چيزوں سے شاعری ساحری بن جاتی ہے ان میں قافیه اور ردیف کو بڑا دخل ہے۔*" [2]

تارڪ جي شاعريءَ جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته هو هر خيال کي لفظن جي سهڻي سٽاءُ ۽ جذبي جي ڀرپور قوت سان بيان ڪري ٿو. هو صرف قافيه پيمائي نٿو ڪري، پر قافين کي خيال جي

---

[1] قليچ بيگ مرزا: تقريرون ۽ تحريرون صفحو ٢٢ سنڌي ادبي بورڊ سال ١٩٧٠ع
[2] سيد مسعود حسن رضوي "هماري شاعري" صفحه ٢٧، سال ١٩٤٤ع

ادائگيءَ لاءِ استعمال ڪري، انهن ۾ روح وجهيو ڇڏي اهوئي سبب آهي جو اهي نهايت سيبائتا سهڻا ۽ سهائيندڙ آهن. هتي مثال خاطر ڪجهه شعر پيش ڪيا وڃن ٿا:

ڪربلا ۾ جن مسلمانن ڪئي آلِ رسول،
شل نہ ڪنهن ڪافر کي ٿئي اهڙي مسلماني نصيب.
اي رقيبِ خرخصالت توکي ٿا عاشق پٽن،
رهندين فڪر رزق ۾ ٿيندءِ نہ شل ماني نصيب.

---

حسن جي هٿ تي سچي جوناهہ ڪم
نقد دل جي ساڻ منجهہ بازار قب.

---

حسن صنم جي هر گهر هردم هلي حڪايت،
ملڪين مقال تنهنجي وائي آ هر ولايت.
ٿي عشق جي شرح ۾ ان جي زبان وڏجي،
عاشق ڪري جو ڪاٿي ان شوخ جي شڪايت.
کهڙو انهن جو ڪم آ، قرآن سان دعا سان،
صورت مان تنهنجي جن پڙهي آهي اکين جي آيت.

قافيہ کي ان ڪري بہ وڏي اهميت حاصل آهي، جو اهو خيال ۽ جذبي جي اظهار جو بهترين ذريعو بڻجي ٿو. مثال خاطر تارڪ جي هڪ غزل جا ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا. جن ۾ قافيہ جي صحيح سٽاءَ برجستگي وڏو لطف پيدا ڪيو آهي; سڄو غزل مرصع پيو معلوم ٿئي:

هي حال دل زار سندو يار کي چوندس،
جو درد ڪيو مون سان، سو دلدار کي چوندس.
ساروئي بيان تنهنجي سراپا جي صفت جو،
منجهہ موسم گل جي وڃي گلزار کي چوندس.
بيداد بتن جي ڪان ملي امن نہ هرگز،
هي حال وڃي وقت جي سرڪار کي چوندس.

مٿين شعرن ۾ نہ صرف قافين جي سهڻي سٽاءَ خوبصورت چونڊ نظر ايندي، پر رديف "کي چوندس" بہ شعرن کي پرلطف بنائي ڇڏيو آهي.

فارسي جي مروج لفظن جي قافين ڪان سواءِ تارڪ ٺيٺ سنڌي قافيہ بہ اهڙي خوبي ۽ خوبصورتيءَ سان استعمال ڪيا آهن، جو هر قافيو معنيٰ ۽ مقصد جي ادائگي لاءِ بهترين ذريعو بڻجي چڪو آهي، شعر ملاحظہ فرمايو ۽ تارڪ جي قافيہ بندي جو داد ڏيو:

وري آهہ گلشن ۾ آيو بسنت

اڄ سان عجب رنگ لايو بسنت

---

سڄڻ سائين سڪاين کي به ڪجهه ساريو خدا ڪارڻ،
پري پيرا پريتئون منهنڙو ڏيکاريو خدا ڪارڻ.

--

صبا پيغام پهچايو، بهار آيو، بهار آيو،
تيو خوش من بڌي وايو، بهار آيو، بهار آيو.

--

دربدر دلبر مون کي رانجهن رلائي تو ڪيو،
برهه ۾ بيتاب بي طاقت بنائي تو ڪيو.

غزل جو شاعر جيئن سهڻن، موزون ۽ مناسب، قافين جي چونڊ ڪري ٿو تيئن رديف طرف به خاص توجهه ڏئي ٿو. چاڪاڻ ته غزل جي شاعريءَ ۾ قافيه سان گڏوگڏ رديف کي به وڏي اهميت حاصل آهي. اهوئي سبب آهي جو تارڪ پنهنجي غزلن لاءِ نهايت خوبصورت رديفن جي چونڊ ڪئي آهي. ايئن معلوم ٿو ٿئي ڄڻ موتي پوتا اٿس. هونئن به رديف قافيه جي معنويت کي وڌائي ان ۾ بي ساختگي پيدا ڪري ٿو. قافيه ۽ رديف جي هم آهنگيءَ سان شعر ۾ هڪ عجب صوتي تاثر پيدا ٿئي ٿو جنهن سان شعر جو اثر ٻيڻو ٿيو پوي، مثلاً هي شعر:

ري دل جي روشني منهن پرنور ٿيو ته ڇا ٿيو،
ري قرب ذات صاحب مقدور ٿيو ته ڇا ٿيو.

---

روز ٿيو حسن يار جو تازه بتازه نوبنو،
جنهن جو آهه ثاني نڪو تازه بتازهه نوبنو.

مٿين شعرن ۾ ڪم آيل رديف ڪيڏو نه حسن پيدا ڪيو آهي، سچ ته انهن رديفن سبب شعرن جي سونهن سوائي ٿي پئي آهي: هڪ ٻئي غزل جا ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا، جن ۾ تارڪ رديف "خدا ڪارڻ" ڪم آڻي، شعرن کي نهايت ئي حسين، رنگين ۽ دلنشين بڻايو آهي: شعر ملاحظه فرمايو:

سڄڻ سائين سڪاين کي به ڪجهه ساريو خدا ڪارڻ،
پري پيرا پريتئون منهنڙو ڏيکاريو خدا ڪارڻ.
نه بي پرواهه ٿي اهڙو، رهين ٿو سنگدل جهڙو،
ڪري ماٺا نه مشتاقن کي هيئن ماريو خدا ڪارڻ،
اچو منهنجي اڱڻ جاني ڪريان سر ساهه مان قرباني،
بهاني يار دعوت جي گهڙي گهاريو خدا ڪارڻ.

ذرا "چار ڏينهن" جي هن رديف جي بہ اثر انگريزي ملاحظہ فرمايو:

عيش عشرت رنج راحت، وصل هجرت چار ڏينهن،
عشق الفت يا عداوت آهہ مدت چار ڏينهن،
يار جاني جي جواني، جاوداني ڪين آهہ،
محب مورت، خوبصورت، سرو قامت، چار ڏينهن.

آخر ۾ هڪ غزل جا ڪجهہ شعر پيش ڪجن ٿا، جنهن ۾ "بسم الله" رديف کي وڏي خوبصورتيءَ سان نڀايو ويو آهي. ان رديف آڌر سان نہ صرف شعر وڻندڙ ٿي پيا آهن، پر تارڪ ان رديف کي ذومعنيٰ استعمال ڪري پنهنجي خدا داد قابليت جو چٽو ثبوت پيش ڪيو آهي. "بسم الله" جي عام لغوي معني کان علاوه تارڪ پنهنجي محبوب کي پڻ "بسم الله" سڏيو آهي: شعر ملاحظہ فرمايو:

اڱڻ منهنجي اچي جي دلربا دلدار بسم الله،
ڏسي صورت ڪري سجدا پڙهان صد بار بسم الله.
سندم آهي هي سر حاضر، وٺي جاڏي ڪيو تاڏي،
هٽي ابرو سندي تلوار ڪيو بردار بسم الله.
نہ آهي ڪفر و دين سان ڪم فقط گهرجي رضا تنهنجي،
وجهو گردن ۾ منهنجي زلف جو زنار بسم الله.
نہ مان هڪڙو ڏسي ديدار دلبر تو ٿيان صدقي،
پڙهن ٿا پرت مان ڪيئي پسي سينگار بسم الله.
سڄڻ خلوت اندر مون کي جو بسم الله چئي تارڪ،
زبان منهنجي تي تيلاهون رهي تڪرار بسم الله.

## شاعراڻيون شوخيون

تارڪ جي انداز بيان ۾ جتي بيحد متانت ۽ گنڀيرتا آهي، اتي شاعراڻيون شوخيون بہ آهن. هو طنز جا نشتر بہ هڻي ٿو تہ مزاح سان انهيءَ طنز جي زخم تي مرهم بہ رکي ٿو. سنڌس زبان نهايت سلوڻي ۽ پر اثر آهي. هو هڪ شعر ۾ زاهد جي بانگ واري غرور کي هڪ مزيدار تشبيهہ ذريعي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏي ٿو:

بانگ ممبر تي چوڻ جو ڪر نہ اي زاهد غرور،
ڪڪڙيون پي تان تان ڪندي لاهن ٿيون آنا ڪيترا.

زاهد پارسا جي پارسائيءَ تي کهڙي نہ طنز ڪري ٿو. پر اها طنز حقيقت پسند نوع ۾ بيان ڪري ٿو. جيئن زاهد کي ڪجهہ شرم اچي. فرمائي ٿو:

يثرب ۽ بطحا گهمڻ سان پيي رکڻ دل ۾ ريا،
پارسا، هيءَ پارسائي توکان ٿي مون نہ ٿي.

بزرگيءَ جو چوغو پهري، من ۾ غرور ۽ ريا رکڻ بابت تارڪ چوي ٿو تہ اهڙي رياڪار واعظ جي بزرگيءَ کان سندس ڪفر هزار ڀيرا بهتر آهي. شعر ملاحظہ فرمايو ۽ تارڪ جي طنز جو داد ڏيو.

خرقہ بزرگي زيب تن، ڪبروريا ۾ محومن،
صد بار منهنجو ڪفر آ، اهڙي مسلماني کان وڌ.

تارڪ ٻڌائي ٿو تہ زاهد ڪڏهن بہ عاشق بڻجي نہ ٿو سگهي. ڇو تہ عشق آسان نہ آهي. ختمي جو پيت ڪاٽڻ وارو ملو، دلِ جو خون ڪيئن پيي سگهندو؟ تنهن ڪري جي زاهد عاشق ٿيندو تہ پاڻ لڄائيندو ۽ خلق کلائيندو.

زاهد پنهنجي ايمان جي پختگيءَ جي وڏي ٻاڙهٽي ٿو. پر تارڪ ٻڌائي ٿو تہ جيڪڏهن هو ڪنهن نازنين جي اک جو اشارو ڏسي تہ دين ايمان تان هٿ ڌوئي ويهي:

ڪٿ بچي ايمان سگهندو زاهدِ بي پير جو.
نازنينن جو لڳي ٿو غمزهء خونخوار جت.

زاهد ويچاري جو ڪهڙو حال پڇو ٿا، جيڪو ٻين کي نفل نمازن ۽ ذڪر اذڪار جون نصيحتون ڪندو هو، سو حسن جي غمزه جو شڪار ٿي ويو آهي. هينئر هر عبادت کانئس وسري وئي آهي.

حسن جي غمزه کان ٿي ويو زاهد بي پير جو.
نفل ڇٽ، اوراد ڇٽ، تسبيح ڇٽ، اذڪار ڇٽ.

زاهد جبو ۽ دستار پائي، وڏو نيڪي ۽ پارسائيءَ جو ڍونگ ڪيو وتي، پر جيڪڏهن هو تارڪ جو محبوب ڏسي تہ کانئس جبو ۽ دستار وسري وڃن:

هن بت طناز کي جيڪر ڏسين اي زاهدا،
ڪين هرگز توکي ايندا جبہ و دستار ياد.

قاضي ۽ مفتي عاشقن تي فتوائون جاري ڪن ٿا، ڪين گمراهہ ۽ ڪافر ڪوٺين ٿا، پر بتن جي غفزه کان پوءِ قاضي صاحب جو جيڪو حال هو، سو تارڪ جي زباني ملاحظہ فرمايو:

ڏٺم قاضي کي ڪلهہ غمزه بتان کان،
پيل ڪنڌ ۾ هئا، دستار جا پيچ.

هو قاضي کي صلاح ڏئي ٿو تہ ڪوڙا مسئلا ۽ ڪوڙيون ڳالهيون ڇڏي پنهنجا فقہ وارا ڪتاب ٽپي اچي محبوب جي مصحف رخ جي ڪا تلاوت ڪر. اهڙي ريت ڪوڙ کان پاسو ڪري، سچ جي طرف اچ:

ڪر ڪا تلاوت مصحف رخ سندي،
ڪوڙا نہ ڪر مسئلا، قاضي ڪتاب ٽپ.

۽ زاهد کي وري هيءَ سهڻي صلاح ڏئي ٿو تہ:

چلہ نشين زاهد، سهڻن جو سير ڪر،
حورو قصور واسطي ناحق نہ مار چپ.

ناصح بہ روز روز اٿندي ويهندي، نصيحتون ڪندي، عاشق کي تپائي ڏنو هو. پر چڱو ٿيو جو ناصح بہ پنهنجي دل ڦرائي ويٺو، هاڻي ويٺو پنهنجي ڪئي جو ڪيتو لوڙي. تارڪ کهڙي نہ طنزيہ انداز ۾ ساڻس مخاطب آهي:

ناصحا نيست دل ڦرائي تو،
هاڻ پنهنجي ڪئي جو ڪيتو لوڙ.

زاهد ۽ ناصح کان علاوہ، شاعرن رقيبن سان بہ خوب چڪريون ڪاڏيون آهن ۽ اهي ئي چڪريون غزل جي روايتي شاعريءَ جي سونهن آهن. رقيب جو وجود عاشق جان باز لاءِ هميشہ تڪليف ۽ آزار جو سبب رهيو آهي. هو عاشق کي تڙائي، محبوب جي محبت پاڻ حاصل ڪرڻ گهري ٿو. تنهن ڪري هڪ شاعر جو عاشق بہ هوندو آهي، سو ڪائنس نفرت ڪري ٿو. هڪ اردو مصنف پنهنجي تصنيف ۾ رقيب کان بيزاريءَ جو سبب هن ريت ڄاڻايو آهي تہ "عاشق جڏهن پنهنجي معشوق جو ٻين جي طرف لاڙو ڏسي ٿو، تہ معشوق سان بي پناہ محبت سبب هو ڪيس تہ ڇڏي نہ ٿو سگهي، پر ٻين تي ناراض ٿئي ٿو. سندس خيال موجب جيڪڏهن اهي رقيب رليا ڪيس پاڻ ڏي مائل نہ ڪن ها، تہ هو جيڪر عاشق کان بيزار نہ ٿئي ها." [1]

توکي چورن اسان جي تا ابتڙ،
هي لچن جي سچڻ لچائي سمجھ.

تارڪ رقيب روسيہ کي ڏسي لاحول پڙهي ٿو چو تہ هو مردود بہ شيطان کان گهٽ نہ آهي:

مان رقيب روسيہ ڏسندي پڙهان لاحول ٿو،
شل نہ رب ڏيکاري اهڙي شڪل شيطاني وري.

هڪ شعر ۾ رقيب کي خرخصلت سڏيندي، خار مان ڪيس فڪر روزگار جي بددعا ڪري ٿو. ان بي پير کي پٽيندي چوي ٿو تہ:

اي رقيب خرخصالت تا پٽن توکي عشاق،
رهندين، فڪر رزق ۾ ٿينديءَ نہ شل ماني نصيب.

مٿين شعر ۾ شاعر پنهنجي دل جا خوب بخار ڪڍيا آهن، هو رقيب کي نہ صرف خرخصلت سڏي ٿو، پر ڪيس اهڙي پٽ ۽ پار تو ڏئي ٿو تہ "شل هي رليو رقيب، دربدر ٿئي ۽ ڪيس ڪٿي بہ ماني ڳيو نصيب نہ ٿئي. اهڙي ريت بکون ڪاٽي بڇڙو ٿي مري وڃي.

مطلب تہ غزل جي شاعريءَ ۾ رقيب تي لعنت ملامت ڪرڻ، هڪ عام ڳالھ آهي، پر تارڪ جي انداز ۾ شوخي بہ آهي تہ ملامت بہ:

---

[1] سيد مسعود حسن رضوي: هماري شاعري ص 255 (ائون ڇاپو) ڪتاب نگر دين- ديال روڊ لکنؤ سال ١٩٦٢ع

جهٽڪ پنهنجي بند ڪر روڳي رقيب،
آيو منهنجو دلربا گفتار منجهہ

روڳي رقيب جي ترڪيب ڪيڏي نہ مزيدار آهي، هو پنهنجي محبوب کي بہ عرض ڪري ٿو تہ هو اهڙي روڳي رقيب سان نہ رهي ۽ نہ ئي ان سان ڪو ميل ميلاپ رکي.

سدا محو حيرت ۽ عبرت گذار،
پسي واقعاتن تي واڇون ٽيڙ.

واڇون ٽيڙڻ هڪ عام محاورو آهي ۽ اها هڪ حقيقت آهي تہ واڇون ماڻهو ان وقت ٽيڙيندو آهي، جڏهن هو ڪنهن ڳالهہ جو گهرو احساس نہ وٺندو آهي. تارڪ اهڙي گهٽ احساس رکندڙ ماڻهوءَ تي ظريفانہ طنز ٿو ڪري، تہ هيءَ دنيا حيرت ۽ عبرت جي جاءِ آهي، هتي رونما ٿيندڙ هر حادثي ۽ واقعي ۾ هڪ عبرت ۽ حيرت جو درس هوندو آهي. تنهن ڪري توکي بہ گهرجي تہ انهن واقعن ۽ حادثن مان سبق پراءِ ڇو تہ ”واڇون ٽيڙڻ“ وارو اهوجهہ زندگيءَ جي حادثن جو مقابلو نہ ٿو ڪري سگهي.

بيداد بُتن جي ڪان ملي امن نہ هرگز،
هي حال وڃي وقت جي سرڪار کي چوندس.

وقت جي سرڪار وٽ فرياد ۽ سا بہ بتن جي بيداد جي فرياد! حسن جي سرڪار تي وقت جي سرڪار جو ڪهڙو وس! پر تارڪ سهڻن کي سرڪار جو خوف ڏياري، ڪين بيداد کان باز رکڻ چاهي ٿو. هيءَ شعر شوخ بيانيءَ سان گڏ غزل جو بہ بهترين شعر آهي:

دل بہ منهنجي ويو ڦري دلبر نہ ماريو آ فقط
مون تہ ان جي روءِ ڏي هيڪر نهاريو آ فقط

هن شعر ۾ شوخي بہ آهي تہ سادگي بہ آهي. عاشق ڪيڏو نہ سادو آهي، جنهن کي ايترو بہ خبر ڪانهي تہ دلبر ڏي نهارڻ ڪيڏو خطرناڪ ٿئي ٿو پر تارڪ جي انداز بيان ۾ تجاهل عارفانہ آهي، جنهن شعر کي وڌيڪ دلڪش بنائي ڇڏيو آهي. ڪيس پنهنجي موت جو غم ڪونهي، پر دل جي ڦرجي وڃڻ جو افسوس ضرور اٿس ۽ هو پنهنجي خطا کان بيخبر آهي. سندس خيال ۾ تہ صرف هڪ پيرو محبوب کي ڏسڻ جي ايڏي وڏي سزا تہ نہ هئڻ گهرجي:

سرتي ڪنيون سا بيٺي آهي بار روشني،
مجلس ۾ تنهنجي آهہ جيئن ڪو مزور شمع.

هيءَ شعر انداز بيان جي شوخي سان گڏ وسعت خيال جو بہ هڪ نمونو آهي. شمع کي مزور جي استعاري ۾ آڻي، شاعر پنهنجي قادر الڪلامي جو ثبوت ڏنو آهي:

محبوب جيڪو خود خوشين ۽ شرارتن جو مجسمو آهي، تنهن جي هن شرارت جو بہ ذڪر ڪيڏو نہ شوخائتو آهي: ويتر ”ميچ“، نيٺ سنڌي رديف شعر ۾ وڌيڪ سونهن پيدا ڪئي آهي: شعر ملاحظہ فرمايو:

منهن کي ڦيرائي تو ڪري پاسي،
جيڪڏهن تو ڏيان ملڻ جي ميچ،
ڪو ڳجهارت پيچي ڏئي مان کي،
ڏني دلبر آ اڪ پيچڻ جي ميچ.

تارڪ جي شوخ بيانيءَ جو هڪ ٻيو انداز به ملاحظه فرمايو:

پڙهي تارڪ سندو ڪاغذ لکيو دلبر جواب ان جو.
اسان جي دل ڳنڍيل توساڻ آ رک پنهنجي گهر ڪاغذ.

---

پڇي دل ۾ تو سودا خام تي خام،
پڪاري دل تي نهنجو نام تي نام،
ڇڏي تو زلف کي هو يار ڇوڙي،
وجهي تو عاشقن کي دام تي دام.

---

درد تنهنجو تو ڪرائي دربدر تنهنجو قسم
سوز سا ڙي ساهه کي تو سربسر تنهنجو قسم.

اهي ۽ ٻيا ڪيترائي اهڙا شعر تارڪ جي ڪلام ۾ نظر ايندا، جي بي ساخته انداز بيان جي پيداوار آهن، جن ۾ شوخي به آهي ته حسن ۽ خوبي به. ايئن تو معلوم ٿئي ته آمد جو هڪ دريا آهي جو وهندو وڃي ۽ لفظ گلن جي پنکڙين وانگر ترندا ٿا اچن:

## مقامي ماحول

غزل اسان وٽ فارسي ۽ اردو جي معرفت آيو. تنهن ڪري سنڌي غزل جي شاعري گهڻي ڀاڱي فارسي زده. بلڪ اردو جو نقل نظر ايندي، پير حسام الدين راشدي صاحب پنهنجي شاهڪار تصنيف هو ڏوٿي هو ڏينهن ۾ لکيو آهي ته: "مير عبدالحسين سانگي ۽ گدا شاهه اردو ديوانن کي پڙهي، سنڌ ۾ غزل گوئي جي جيڪا بدعت وڌي، ان ۾ مير صاحب ته وري به گهڻي حد تائين نباهي وڃي مٿي چڙهيو ليڪن گدا شاهه وچ ۾ ڦاسي پيو."[5]

تارڪ واري دور ۾ به غزل جو گهڻي ڀاڱي اهوئي حال هو جيڪو سانگي ۽ گدا جي دور ۾ هو. لاڙڪاڻي ۽ ٻين شهرن ۾ ٿيندڙ مشاعرن ۾ شاعر جيڪي شعر پڙهندا هئا، انهن ۾ فارسي الفاظ ۽ ترڪيبون عام جام استعمال ڪندا هئا.

هڪ غزل گو شاعر هجڻ جي حيثيت ۾ تارڪ به انهن ترڪيبن جي استعمال کان پاڻ

[5] سيد حسام الدين راشدي: هو ڏوٿي، هو ڏينهن

بچائي نہ سگھيو آهي، پر ان جي باوجود هن ڪوشش ڪري فارسي ترڪيبن کان ڪنارو ڪيو آهي: هن صرف انهن هنڌن تي انهن جو استعمال ڪيو آهي، جتي شعر جي حسن ۽ خوبي لاءِ انهن جو استعمال ضروري هو. مثال لاءِ هڪ شعر پيش ڪجي ٿو:

ڪاڪل پيچان جا گردن ۾ وجهي پيچن ۾ پيچ،
زلف جي ڳاري ڳرڻ، هي عاشقن جي سونهن سوپ.

مٿين شعر ۾ ڪاڪل پيچان جي ترڪيب ڏاري آهي، تنهن ڪري غيرمانوس پئي لڳي. تارڪ جي ڪلام ۾ ٻيون بہ ڪيتريون ئي اهڙيون ڏاريون ترڪيبون ضرور نظر اينديون، جيڪي ظاهريءَ طرح غيرمانوس لڳنديون، پر خيال ۽ مضمون جي ادائگي لاءِ ڪي قدر ضروري بہ آهن؛ مثلاً هيٺيان شعر ملاحظہ فرمايو:

حسن تنهنجي سان ڇا نسبت ٿئي قمر جي نور کي،
ماهرو جي منهن اڳيان ڏسجي ٿو ماهِ تام مات.

---

ساقي و مطرب سڏي ڪڻ ساڻ ڪر سير چمن،
باده نوشان بيخوديءَ ۾ بوسئہِ گلفام وٺ.

---

آءُ نہ توکي ٿو چوان ڪر باده نوشي دائما،
موسم گل ۾ فقط هي حظ صبح و شام وٺ.

مٿين شعرن ۾ فارسي الفاظ ۽ ترڪيبون استعمال ڪيون ويون آهن، پر تارڪ جي شاعريءَ جي گهري مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ هن پنهنجي ڪلام ۾ سنڌي ماحول جي تمام گهڻي عڪاسي ڪئي آهي.

تارڪ کي پنهنجي منڍي وطن سان بي پناهہ محبت هئي. ان سان گڏ کيس جيجل جي ٻولي جي بہ وڏي ڄاڻ هئي. ان جا ڪيترائي مثال سندس ڪلام مان ملي سگهندا، تارڪ کي غزل اهڙا بہ ڇيا آهن جن ۾ ٺيٺ سنڌي رديف آندو اٿس، مثال لاءِ سندس ٻن غزلن مان ڪجھہ شعر پيش ڪجن ٿا:

سچي سڪ آهہ وئي سڀ مان ڇڏائي،
گهڻو مهر ۽ مروت آهہ اڻ لڀ،
ڪري جا رهبري راهہ خدا ۾
انهيءَ سالڪ جي صحبت آهہ اڻلڀ.
جهان سارو ٿيو ماتم ڪده آ،
تنهين ۾ امن راحت آهہ اڻ لڀ.

جنهين ۾ ٿئي ميسر وصل دلبر.
عشاقن جي سا قسمت آهه اڻ لب.

---

ماهروين جي محبت جونه ملن سمجهيو مت،
چار تت عالم تا سمجهن، پرت پنجون آهه تت.
خون دل ڪائڻ آهي ڪم عاشقن جو روز و شب،
ناهه توجيئن زاهدا ڪائڻ وجي ختمي جو پيت.
جي گهرين جانب سان گڏ جالڻ، سمهڻ جو ساءُ چڏ،
ڏس تہ سسئي ڪي سمهڻ سان، ڪيئن ڪري ويو جاڙ جت.
من اندر آتڻ وجهي چرخو چلائج چت سندو،
ڪڻ پها پوٽيون پرت جون سڪ سندو سُٽ صاف ڪت.

تارڪ پنهنجي غزلن ۾ ڪيترا اهڙا شعر بہ چيا آهن جن ۾ مقامي تلمحون آنديون اٿس. ان سان گڏ سنڌ جي هنرن ۽ ڌنڌن جو ذڪر ڪري، هڪ طرف سنڌي ثقافت جي تصوير پيش ڪئي اٿس تہ ٻئي طرف پنهنجي ذات ۽ ڏانوَ سان معنيٰ جا موتي مهيا ڪيا اٿس.

تارڪ نہ صرف سنڌ جي هنرن ۽ ڌنڌن کان واقف هو پر پنهنجي تهذيب ۽ ثقافت جي بہ وڏي ڄاڻ هيس، وٽس لفظن جو ڏو خزانو موجود هو. نہ صرف ايترو پر هو نيٺ سنڌي اصطلاحن ۽ پهاڪن کان بہ پوري ريت واقف هو. هتي مثال لاءِ سندس هڪ غزل مان ڪجهہ شعر پيش ڪيا وڃن ٿا. جن جي هر مصرع ۾ ڪو نہ ڪو محاورو ضرور استعمال ڪيو اٿس. وڏي ڳالهہ تہ اهي محاورا قافيہ طور استعمال ڪيا اٿس: شعر ملاحظہ فرمايو:

ٿو ڳوليان تو سان حال اورڻ جو وجهہ،
مگر ناهہ ڪنهن ذڪر چورڻ جو وجهہ.
جڳائي ٿو سهڻن تان صدقي هي سر،
ملي جي ڪڏهن ڪلهون ڪورڻ جو وجهہ.
خلاف عاشقن جي اوهان وٽ سدا،
رقيبن کي آ چيٽي پورڻ جو وجهہ،
ڪمائي جي ڪڙهہ ۾ بڌل آ پلو
نہ گهر نفس جي گهوڙي ٿورڻ جو وجهہ.
پچر ڪر تہ توکي پچارن پرين،
اٿيئي سڳي سڪ جي سورڻ جو وجهہ.
ڳلي ڳولي دلبر سندي ڪر صحيح،
جو آهي اجا ڏيهہ ڏورڻ جو وجهہ.

هيٺين غزل ۾ "ميڇ" نيٺ سنڌي رديف استعمال ڪيو اٿس. هي رديف تارڪ کان اڳ ڪنهن به غزل جي شاعر استعال نہ ڪيو آهي.

موں ڏني يار کي اچڻ جي ميڇ،
ڏسي مون کي ڏنئن وڃڻ جي ميڇ.
مون کي شايد ڏنئن ترڻ جي ميڇ،
پانئين سا مون اتي هجڻ جي ميڇ.
چوتا مون کي اوهين ٻڌايو چئي،
مون سهي ڪئي آهي سچڻ جي ميڇ.
نٿو ڏياپان سو ڪيئن ڏيان ان کي،
ان جي ديدار مون رڃڻ جي ميڇ.
عاشق کي سري جو سانگو ناهه،
چوتو تن کي ڏئين کهڻ جي ميڇ.
منهن کي ڦيرائي تو ڪري پاسو،
جيڪڏهن تو ڏيان ملڻ جي ميڇ.
ڪو ڳجهارت ٻجي ڏئي مون کي،
ڏني دلبر آ اڪ ٻجڻ جي ميڇ.
رمز "لاتقنطو" منجهان تارڪ،
ملي اُميد ۾ رهڻ جي ميڇ.

تارڪ پنهنجي محبوب جي بيوفائي جو بيان ڪهڙي نہ ڏک ڀرئي لهجي ۾ ڪري ٿو!

ٻڌي تو عاشقن کي ڏک جون ڏوريون،
وجهي اغيار کي تو پيار جا پيچ!

"ڏک جون ڏوريون ٻڌڻ ۽ پيار جا پيچ وجهڻ" نيٺ سنڌي محاورا سنڌي ماحول جي عڪاسي ڪن ٿا.

سنڌ جي ڳوٺن ۾ رواج آهي تہ جڏهن "ڪوڏي ڪوڏي" ۽ "ٻلهاڙو" يا ٻي ڪا اهڙي قسم جي راند ڪيڏي ويندي آهي تہ بہ مُني (ڪيپٽن) ٿيندا آهن ۽ هر هڪ موجود رانديگرن مان واري واري سان چونڊ ڪندو آهي يا رانديگر پاڻ پنهنجي مرضيءَ سان مک رانديگر سان وڃي ملندا آهن: جن کي "نند وڏ" چيو ويندو آهي. تارڪ ان رسم جو ذڪر ڪندي پنهنجي محبوب سان پنهنجي بي پناهہ محبت ۽ وفاداريءَ جو ثبوت پيش ڪيو آهي: تارڪ فرمائي ٿو:

آءٌ پنهنجي يار جي پاسي ٿيس،
نازنينن راند ۾ ڪئي نند وڏ.

اهو دستور آهي تہ جڏهن دريا جو پاڻي وڌندو آهي تہ ڍنڍون ڍورا پاڻيءَ سان ڀرجي ويندا آهن

۽ دريا جا ڦاٽ گهٽي پاڻيءَ سبب وهڻ شروع ٿيندا آهن. تارڪ ٺيٺ سنڌي تشبيهه ڏيئي پنهنجي سڪ جو سهڻي نموني ذڪر ڪيو آهي؛ شعر ملاحظہ فرمايو:

جيئن سڪ وڌي ٿي دل ۾ تيئن ٿيون رئڻ اکيون،
دريا چڙهي تہ وهن ٿا بي اختيار ڦاٽ.

تارڪ ٻين بہ ڪيترن ئي شعرن ۾ ٺيٺ سنڌي تشبيهون آڻي، خوبصورت نموني مقامي ماحول جا مثال پيش ڪيا آهن؛ هتي مثال لاءِ بہ شعر پيش ڪجن ٿا:

آتش فرقت ۾ ايئن ٿو جيءُ جلي،
جيئن ٿي سوناري جي ڪوٺاريءَ ۾ مٽ.

---

تيئن سنڌءِ زلف دوتا ۾ آهہ قابو دل سندم،
جيئن ڊڪڻ ڪائين ڪي هڪ ٻئي ۾ ملائي ڪن ٿا نپ.

---

ٿا ثناخواني ڪريون سهڻن جي اهڙي ريت سان،
جيئن پڙائن ٿا خليفا پير ڪي ۽ پان پٽ.

## عوامي شاعري

### ١_ جهولڻا:

جهولڻا سنڌي بيت جو هڪ قسم آهي، جو سچل سائين ايجاد ڪيو هو. ڪانئس پوءِ ٻورن شاعرن ان تي طبع آزمائي ڪئي. تارڪ فقير جيئن تہ سچل سرمست جي شاعريءَ کان گهڻو متاثر هو، تنهن ڪري هن جهولڻا لکيا. تارڪ جي هن شاعريءَ جو موضوع تصوف ۽ عشق آهي؛ مثال لاءِ هڪ جهولڻو پيش ڪجي ٿو:

نور شهود وجود اندر ئي- پاءِ جسي ۾ جهاتي- ڏينهان راتي- ڪر اثباتي
لاهوتي لاثاني ٿي تون لائي لا جي ڪاتي- ڦاڙي ڇاتي- ڪر اثباتي
سڪ جي سرڪي- پي ڏس مرڪي، ذوق ظهور وذاتي- سمجهہ صفاتي- ڪر اثباتي
پير مغان جي پيرين پؤتان ٿيئي معاف مماتي- پاءِ حياتي- ڪر اثباتي
تارڪ پنهنجي تار سندي تون ٻارج دل ۾ چواتي- ڏس تجلا تي- ڪر اثباتي

تارڪ جي جهولڻن جي خاص خوبي اها آهي تہ انهن ۾ موضوع جي بلنديءَ سان گڏوگڏ بيحد سلاست ۽ رواني آهي، اهي سپڪ سنڌيءَ جو سهڻو مثال آهن.

انتظار ۽ اوسيئڙي جي مضمون کي عشقيہ شاعريءَ ۾ اهميت حاصل آهي؛ دوست جي ديدار لاءِ محب جي ملڻ لاءِ مشتاق ڇا ڇا نہ ڪري ٿو. هو ڦالون پائي ٿو. ڪانگ اڏاري ٿو، پوٿيون پڙهائي

ٿو. واٽون واجهائي ٿو. پيرن تي پڙ چاڙهي باسون باسي ٿو. پنهنجي پرينءَ ڏي نياپا، سنيها موڪلي ٿو. مطلب ته منڙي محبوب سان ملڻ لاءِ هڪ مسڪين ۽ مجبور عاشق ڇا ڇا ڪري ٿو. اهو انتظار ۽ اوسيئڙي جو احوال تارڪ جي هڪ جهولڻي ذريعي ملاحظه فرمايو:

يار پيارا تنهنجي ڪارڻ نت نت فالان پايان۔ ڪانگ اڏايان
روز نجومي ورتيا جاچيون پوٿيون تن کؤن پڙهايان۔ ڪانگ اڏايان
پيراڻيون پڙ پيرن جا ٿي باسيان ۽ باسايان۔ ڪانگ اڏايان
سو پيغام هزارين نياپا۔ پانڌين ساڻ چوايان۔ ڪانگ اڏايان
نانءِ الله اچ تارڪ وٺ ٿي ڏکيا ڏينهن لنگهايان۔ ڪانگ اڏايان

تارڪ مٿين جهولڻي ۾ مقامي ماحول کي پيش ڪري، پنهنجي شعر ۾ وڏي ڪشش ۽ خوبي پيدا ڪئي آهي. مختصر ته تارڪ جي هيءَ شاعري، سولي سنڌيءَ ۾ سنڌ واسين لاءِ هڪ سهڻي سوکڙي آهي.

## ٢_ هفتي جا ڏينهن ۽ ٻارهن ماهه:

هن قسم جي شاعري، اسان جي لوڪ ادب جو قيمتي سرمايو آهي. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "هفتا، ڏينهن راتيون ۽ مهينا" جي عنوان سان هڪ ڪتاب ترتيب ڏنو جو ادبي بورڊ طرفان ١٩٦١ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي. ان ڪتاب ۾ ڪل ٦٢ شاعرن کي شامل ڪيو ويو آهي. هن قسم جي شاعريءَ بابت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪتاب جي مقدمي ۾ لکيو آهي ته، "محبت ۽ مجاز واري شاعريءَ ۾ هفتا، ڏينهن، راتيون ۽ مهينا مقبول عنوان آهن. ڇاڪاڻ ته اهي الفت جا اهڃاڻ آهن، يادگيرين جا نشان آهن ۽ سڪ وارن جي تمنائن جا داستان آهن."[1]

اها حقيقت آهي ته هفتي جي ڏينهن ۽ مهينن واري شاعري خالص عشقيه شاعري آهي. خاص طور فراق ۽ ڦوڙائي، انتظار ۽ اوسيئڙي جو احوال هن قسم جي شاعريءَ جو اهم جز آهي. جڏهن وڇوڙي جو واءُ گهلي، جاني جدا ٿي وڃي ته پوءِ عاشق پنهنجي محبوب جي ياد ۾ سندس ملڻ جي آس ۾ هڪ هڪ ڏينهن ۽ هڪ هڪ مهينو ڪيئن گذاري ٿو. آرام حرام ٿي وڃي ٿو ۽ ماتم مچي وڃي ٿو. پرين جا پور سورن مٿان سُور اپارين ٿا.

تارڪ هن قسم جي شاعريءَ ۾ وڇوڙي ۾ ورلاپ ڪندي، درد مان دانهون ڪندي، وصال لاءِ واجهائيندو رهي ٿو. هوان قسم جا مضمون آٽي مجاز مان حقيقت جي طرف وٺي وڃي ٿو! هتي مثال لاءِ ٻن ڏينهن يعني آچر ۽ سومر جي عنوان هيٺ ڇيل بيت پيش ڪجن ٿا:

### آچر

آچر ڏينهن اڪين کي اچي نا آرام۔ ائي پهر اندر ۾ محبت جو ماتام
هڪدم حبيبن ڏنو جوش سندو هٽ جام۔ نشو ڏاڍو نينهن جو خيال ويو سڀ خام
پلپل پور پرين جو پيو دل کي دام۔ من ڏيکاري منهن ڪڏهن گلرو سو گلفام

[1] ڊاڪٽر بلوچ: هفتا، ڏينهن، راتيون ۽ مهينا صفحو ٢ سال ١٩٦١ع

ورد وظيفو وات ڪي نرتئون تنهن جو نام، عشق سنڌي آثار ڪي ڄاڻي خاص نہ عام
سنڌو قرب ڪلام دم دم آهي دل ڪي

**سومر**

سومر ڏينهن سينين پرين تي هجر جي هيهات۔ بي سب وائي وسري تي برهہ سنڌي هڪ بات
محبت تنهن محبوب جي سڪ لاتي سڪرات۔ پسڻ خاطر پرينءَ جي تهدل ڏاڍي تات.
راتون ڏينهان روح ڪي تي وائي ان جي وات۔ واڌائي وصل جي ڏاتر ڏئي ڪا ڏات
وحدت واري ويڙ ۾ هڪ ئي ذات صفات۔ ساريندي سهڻي ڪي تي پرهہ ڦٽي پربات
عشق سنڌي آيات۔ وظيفوءِ ورد ڪيم

**٣۔ ٻارنهن ماهہ:**

تارڪ سنڌي شعر ۾ جيڪي ٻارهن ماهہ چيا آهن، سو سمورو صوفيانہ ڪلام آهي. هن پنهنجي شعرن ۾ تصوف جي ڪيترن ئي نڪتن کي نروار ڪيو آهي، تارڪ جا چيل سرائيڪي ٻارهن ماهہ ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي ڪتاب ۾ شامل ڪيا آهن. هن قسم جي شعر ۾ تارڪ فقير ڪتاب ۾ شامل سيني شاعرن کان مٿيرو نظر ايندو. هڪ تہ لفظن جو سهڻو انتخاب ٻيو وري مضمون لاجواب، تنهن ڪري تارڪ فقير هن فن ۾ هن طرح ڪامياب نظر اچي ٿو. هن هر مهيني لاءِ چار مصراعون چيون آهن جي گيت واري وزن يعني "فعلن فعلن" تي چيل آهن، تنهن ڪري منجهن گهڻو مزوءِ ميناج آهي، صرف شروع واري هڪ ئي بيت ۾ ٻارهن مهينا خوبصورتيءَ سان نيائي ويجي ٿو:

تون چيٽ اندر تون چيٽ اندر۔ ويساک اندر اظهار ٿئين
تون منجهہ اکاڙ ۽ ساوڻ ۾ تون سندا بڌي آثار ٿئين
تون اسو اندر تون ڪتي اندر تو ناهري ۾ نروار ٿئين
تون پوهہ اندر تون مانگهہ اندر منجهہ ڦڳڻ تون تارڪ وار ٿئين.

مطلب تہ هو هر شعر ۾ تصوف جون ڳالهيون ڪري ٿو سندس سموري شاعريءَ تي تصوف جورنگ غالب آهي: مثال لاءِ ماهہ ڪتي جي عنوان هيٺ شعر ملاحظہ فرمايو:

اڄ ماهہ ڪتيءَ جو آيو هر جا وحدت جي گلزاري ٿي،
سڀ دين ۽ ڪفر جي ديس اندر اچي هو حق جي هيڪاري ٿي
جا ذات ڳجهي ادراڪ کان هئي، سا جلوه نما چوڌاري ٿي،
اي تارڪ نعرو اناالحق هڻ تون سرس سنڌء سرداري ٿي.

**٤۔ ڏوهيڙا:**

تارڪ فقير جي سنڌي ڪلام ۾ ڪجهہ ڏوهيڙا بہ ملن ٿا، اهي ٻن مصرعن وارا بہ آهن تہ ٽن ۽ چئن ۽ پنجن مصرعن وارا بہ: انهن ۾ گهڻو ڪري صوفيانہ نڪتن کي نروار ڪيو اٿس: هتي مثال

خاطر هڪ ڏوهيڙو پيش ڪجي ٿو:

سالڪ جي صوفي ٿئين سمجهج پنهنجو سر،
ظاهر باطن هڪڙو ناهه تفاوت تر،
تارڪ پس تون پر، منجهه ظهوري ذات جي.

ڀِٽ ڀهراڙين ۾ عورتون کوهه تان دلا ڀرڻ وينديون آهن. تارڪ جڏهن اهو نظارو ڏسي ٿو سندس من ۾ تاس و ڏي وجي ٿي ۽ الفت جي اُج پوري ڪرڻ لاءِ اهو آسري وند آهي تہ من سندس محبوب ڪيس پريت مان پاڻي پياري:

پرين هليا پاڻيءَ تي سينهون سينڌ ڏري،
ڪٽي هليا کوهه تان، گهر ڏي گهڙا ڀري،
ٿو عاشق اُج مري، من پاڻي پيارن ان کي.

پنهنجي ڳوٺ لعلورانئڪ کي بہ گهڻو ڳايو اٿس. لعلو کي پرجهالو سڏيندي، ڪيترائي ڏوهيڙا چيا اٿس. نموني خاطر صرف هڪ اهڙو ڏوهيڙو پيش ڪجي ٿو:

لعلو پرجهالو- سکن جو ساٽيهه،
جنهن ڏٺو هي ڏيهه، تنهن ڪان مور نہ وسري.

مٿي جيڪي مثال طور ڏوهيڙا پيش ڪيا ويا آهن، سي عام ڏوهيڙا آهن، جي سيني ڪلاسيڪي صوفي شاعرن يا جديد دور جي شاعرن چيا آهن؛ پر تارڪ ڪجهہ خاص قسم جا ڏوهيڙا بہ چيا آهن. مضمون جي لحاظ کان انهن ۾ ڪا نواڻ ڪانہ آهي، يعني اهو ساڳيو مضمون عشق ۽ تصوف وارو نظر ايندو، پر انهن ۾ اندروني قافيو آڻي نغگي پيدا ڪئي اٿس؛ مطلب تہ سندس ان قسم جي شاعري عجيب ۽ دلڪش آهي. هڪ ڏوهيڙو ملاحظہ فرمايو:

سجڻ سردار منو منتار سو موهن يار ڪري سينگار ٿيو يڪبار سر بازار نظر نرواري ٿيو هيڪار، منجهان گلزار چمن چوڏار عجب اسرار ڪليو ديدار ڪئي برهہ بهار عجب ديداري مني گفتار، سٺي رفتار ڪجل جي ڪار بڻ تلوار وسيهر وار سي مارن مار ڏئي ڏيڪاري پرينءَ جا پار عجب اطوار ڪڏهن اقرار ڪڏهن انڪار ڪڏهن ڪن پيار ڪڏهن تڪراري برهہ جي بار ڪيا بيمار هٽي هشيار وڏا مهندار حڪومتدار ٿيا لاچار ڪٽي سرخواري اکين جا آر سدا خونخوار ٿي ميگهہ ملهار ڪرن وسڪار سي تارڪ نار وهن هر وار جيئن جرجاري

## ڪافيون

فقير هدايت علي تارڪ نہ صرف موسيقي جي فن جو ڄاڻو هو، پر پاڻ سٺو ڳائڻو بہ هو. يڪتاري ۽ چپڙين سان پنهنجون ۽ ٻين صوفي شاعرن جون ڪافيون سهڻي نموني ڳائيندو هو. سندس ڳوٺ لعلو رانئڪ ۾ صوفي فقير ۽ ڳائڻ وڄائڻ وارا ايندا رهندا هئا، جتي سنڌ جي صوفي شاعرن جون ڪافيون ڳائبيون رهبيون هيون. ان کان علاوه تارڪ فقير سير و سفر جو بہ شوقين

هو. صوفي سونهارن، پيرن ۽ فقيرن جي ميڙن جي موقعن تي حاضري ڀرڻ پنهنجو فرض سمجهندو هو. ڪيس راڳ ويراڳ سان ايترو تہ چاهہ هو جو جتي بہ اهڙيون محفلون ٿينديون هيون، اتي باقاعدگيءَ سان ويندو رهندو هو. ڪيس سنڌي ڪافيءَ سان ايترو انس هو جو ڪيترن ئي ڪافي گو شاعرن جهڙوڪ نواب ولي محمد خان لغاري، سيد مصري شاهہ، صوفي دريا خان، شاهہ نصير، نشان علي فقير، بيدل فقير، حمل فقير، صوفي فيض درياهہ ۽ ٻين شاعرن جو ڪلام ڪٺو ڪري، پنهنجي هٿ اکر لکي محفوظ ڪيائين. ان کان علاوه ڪيترن ئي صوفي شاعرن شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست جا رسالا ۽ ٻين ڪيترن ئي صوفي شاعرن جو ڪلام مطالع ڪيو هئائين. هڪ تہ پاڻ سنو ڳائڻو هو ۽ ٻيو وري ڪافي ڪيس تمام گهڻو پسند هئي، ان جو سبب اهو آهي جو تارڪ هڪ صوفي شاعر هو ۽ ڪافي سنڌ جي صوفي شاعرن جي پسنديده صنف رهي آهي. اهي ئي ڳالهيون تارڪ جي ڪافي چوڻ جو محرڪ بڻيون. ويتر طبع جي موزونيءَ ۽ موسيقيءَ جي فني مهارت سبب هن تمام سهڻيون ڪافيون چيون.

تارڪ جي ڪافين جو هڪ مجموعو موجود آهي، جنهن جو نالو آهي "غناءِ تارڪ" ان کان سواءِ سندس سنڌي ڪليات ۾ بہ ڪجهہ ڪافيون ڏنل آهن، جيڪي مختلف سُرن راڳڻين ۽ ڪهاڻين تي مشتمل آهن.

تصوف شروع کان ئي سنڌي ڪلاسيڪي شاعري جو اهم موضوع رهيو آهي. تارڪ جي ڪافين ۾ بہ تصوف جو رنگ جهلڪندو نظر ايندو. هن پنهنجي ڪافين ذريعي تصوف جي اهم نڪتن کي چٽيءَ طرح نروار ڪيو آهي.

صوفين جو نظريو آهي تہ جتي ڪٿي اها هڪ ئي ذات موجود آهي. صوفياڻي اصطلاح موجب ان کي وحدت الوجود سڏيو ويندو آهي. تارڪ هن نظريي کي ڪيترين ئي ڪافين ۾ بيان ڪيو آهي. هتي ڪجهہ مثال پيش ڪجن ٿا: هو ٻڌائي ٿو تہ درياهہ هڪ آهي، پر ان جون لکين لهرون آهن ۽ پاڻيءَ ۾ پاڻ آهي تنهنجي ڪري اهو اثر ڏيکاري ٿو:

موج ڪئي مهراڻ- لڳن لک لهريون
ڪيئن نہ آب آ ڪندو آبادي- پاڻيءَ ۾ آهي پاڻ.

هڪ ڪافيءَ ۾ قرآن مجيد جو آيتون آڻي حقيقي محبوب جي هر هنڌ هجڻ جو ثبوت ڏئي ٿو. ذات صفات ۾ ڪيس ان دلبر جو ديدار نصيب ٿئي ٿو:

دلبر جو ديدار دما دم- ذات صفت مؤن ظاهر ٿيو آ
ڪل يوم هُوَ في شان- نت نئون نروار دمادم
وهوَ معڪم، اينما ڪنتم- دور نہ آ دلدار دمادم
فاذڪروني اذڪرڪم جي- طلب تن رک تار دمادم
هوالظاهر- هُوالباطن- تارڪ ڏس اسرار دمادم

صوفي پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ تي تمام گهڻو زور ڏين ٿا. سندن چوڻ آهي تہ جن پاڻ کي سڃاتو

تن جڻ پنهنجي مولا کي سڃاتو. "من عرف نفسه فقد عرف ربه." تارڪ ان بابت گهڻن ئي هنڌن تي تاڪيد ڪيو آهي. هو ٻڌائي ٿو ته پاڻ سڃاڻڻ کان سواءِ ٻيا سڀ خيال خام آهن.

پنهنجو پاڻ پروڙڻ ٻاجهون، ٻيو سڀ خامي خام خيال

۽ جڏهن طالب پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي ٿو ته ڪيس، "هي هو" سڀ هڪ نظر اچي ٿو.

جي پنهنجو پاڻ پروڙين، هي هُو مڙيو ئي آهين تون.

---

پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ آيس، ڪم نہ هيڙم ڪار ميان،
عرش کان هتڙي فرش تي آندو، ديدن جي ديدار ميان.

جڏهن هو پنهنجو پاڻ سڃاڻي ٿو ته پوءِ ٻئي کي مڃڻ کان انڪاري ٿئي ٿو. حقيقي ڪفر ۾ اچي ملا جي دين کان دور ٿي وڃي ٿو۽ آخر حلاجي حال ۾ اچي، "اناالحق" جا گيت ڳائي ٿو.

پنهنجو پاڻ مڃايم- ٻيو نہ مڃان نہ مڃان ٿو
ڪفر حقيقي دين گنوايو- تيلهن تلڪ لڳايان ٿو
حال حلا جيءَ جي حيرت ۾- ڳيت اناالحق ڳايان ٿو.

صوفي شاعرن "موتوا قبل" واري مام سمجهائڻ جي بہ بار بار تلقين ڪئي آهي. مرڻ کان اڳ پاڻ مارڻ وارو مضمون سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ عام جام نظر ايندو. شاهه لطيف فرمايو آهي:

مري جيءَ تہ ماڻئين جانب جو جمال

--

ڪڏهن ڪا نہ سئي تہ ڪا سگهي گڏي سپرين

تارڪ بہ ڪيترين ئي ڪافين ۾ اهو مضمون ٻڌو آهي. هتي مثال لاءِ هڪ ڪافي پيش ڪجي ٿي، جنهن ۾ "مُوتو" واري مام سان گڏوگڏ "نفي" "اثبات" جي بہ ڳالهه ڪئي اٿس تہ "هم اوست" جو نظريو بہ پيش ڪيو اٿس. فرمائي ٿو:

وٺ مُوتوا قبل مماتي- هٽ ڪر تون "لا" جي ڪاتي
نانگا تي نابود نفيءَ ۾- تان ٿئي عيان اثباتي
ڏس ظهورو ذات جو ظاهر- سمجهي سير صفاتي

حسن ۽ عشق جا موضوع هر زبان جي شاعريءَ جي سونهن ۽ سينگار آهن. سنڌي شاعري، خاص طور سنڌي ڪافيءَ ۾ ان جي سچي ۽ سهڻي، صاف ۽ چٽي تصوير نظر ايندي ڪافي ۽ مجاز سان گڏ حقيقت جو احوال بہ هوندو آهي. تنهن ڪري اها پُر تاثير هوندي آهي. ويتر ان جي موسيقيت من موهي ڇڏي ٿي.

تارڪ جي شاعري جڻ حديث حسن آهي. سندس ڪلام ۾ هر هنڌ حسن ئي حسن نظر ايندو. هتي سندس ڪافين مان ڪجهه مثال پيش ڪجن ٿا: حسن جي تعريف ڀلا ڪير ڪري

سگهي ٿو. خواجہ محمد زمان لواريءَ واري فرمايو آهي تہ:

مثل ڪين ڪرن، پسئو جلوو پريان جو.

تارڪ حسن جو شرف ۽ شان ٻڌائڻ کان پڻ پاڻ کي قاصر سمجهي ٿو. چو تہ ان جي ڪا حد حساب ئي نہ آهي. پوءِ ڪنهن کي مجال آهي جو ان جي مڪمل تعريف ڪري سگهي. عاشقن جيڪي ڪجهہ چيو آهي، سو پنهنجي سوچ ۽ سمجهہ، وت ۽ وس آهر چيو آهي. ساڳيو حال تارڪ جو آهي، هڪ ڪافيءَ ۾ حسن جي تعريف هن ريت ڪئي اٿس:

حسن جي شان شرف جي نڪا حد نہ حساب آهي
جلوو نور جمال نشانبر۔ وہ رخسار صورت ايماني
ابرو جڻ محراب آهي...
عشاق آهن اهل امانت فرض ادا ڪن صحي سلامت
سجدو تن کي ثواب آهي...

هڪ ٻي ڪافي ملاحظہ فرمايو. جنهن ۾ محبوب جي نيڻن، زلفن ۽ رخ انور جي تعريف ڏاڍي پياري نموني ڪئي اٿس:

تنهنجا ڪيفي نيڻ ڪلور۔ سدا مخمور چوان...
منهن منور ماهہ مشابهہ۔ نورئون اعليٰ نور، تجلو طور چوان...
نيڻ سجڻ جا ڪيس ڪرن ٿا۔ توڙي هجن تيمور، گهائن هڪ گهور چوان...
ڪاڪل ڪارا، خم خم وارا، دام وجهن ٿا دور، عجب دستور چوان.

هو هميشہ حسن جي تعريف ڪندو رهي ٿو. اهوئي سندس ورد وظيفو ذڪر ۽ صلوات آهي ۽ سجڻ جا سُور ۽ ستم سوغات سمجهي ٿو. محبوب جي ڳلي عرفات آهي. جيڪڏهن زلفن جي ظلمات آهي تہ وري رخ روشن جي تجلات بہ آهي:

تعريف تنهنجي پيارا صلوات جي نموني
سڀ سُور پُور تنهنجا سوغات جي نموني
آهي ڳلي اوهان جي عرفات جي نموني
جنهن ۾ اچڻ اسان جو طاعات جي نموني
زلفن سندي سياهي، ظلمات جي نموني
رخ تنهنجو آهي روشن تجلات جي نموني

اهڙي محبوب جي جدائي ڇا هوندي سو بہ ملاحظہ فرمايو:

جانب جدائي تنهنجي، سڪرات جي نموني،
جنهن ۾ اکيون وسن ٿيون، برسات جي نموني.

حضرت عشق جتي ديرو دمائي، تہ دين ايمان، ننگ ۽ ناموس وڃائي، رڻ رلائي ڇڏي ٿو چو تہ:

عشق اجهل ۾ ارڏو آهي، مهميرن ڪي ماري ٿو.
جڏهن برہ جا بار سر تي اچن ٿا، تڏهن
برهه جو بار باري، آيو سر تي سر تيون:

ننگ ناموس ڀوڙي، سانگا سيئي ٽوڙي، خيما عشق کوڙي، حملہ سان هڪواري
دين ڪفر ڪؤن دوري، مستي مئي مخموري، منصوريءَ جي سوري، سُوريءَ تي هسواري
تارڪ نينهن لاتم، پيچ پاتم، بار ملامت چاتم، بيوس، بي اختياري

تارڪ عشق کي افضل ۽ اعليٰ سمجهي ٿو هو پڌائي ٿو تہ عشق ئي اناالحق جو سبق پڙهائي ٿو.

هي تہ عشق ٿو موجان ماٽي، ڀيو ڪو چاٽي توڙي نہ چاٽي
برهہ جي بات سدائي بالا۔ ڀيو ويسهہ آٽي نہ آٽي
علم اناالحق عشق پڙهايو۔ تهہ دل توڙ رساٽي
عشق اسان جو تابع نہ ڪنهنجو۔ سو تہ نِوين نا ڪنهن جي ناٽي
تارڪ هڻ تون نينهن جو نعرو۔ تون ڀيا ڇڏ خيال اڪاٽي

هڪ ڪافي ۾ عشق جي تعريف صوفيانہ انداز ۾ تمام سهڻي ۽ اثرائتي نموني ۾ ڪئي اٿس. ڪافي ملاحظہ فرمايو:

عشق ٿيو اثبات۔ انا الحق جو ماري نعرو
عشق اڙي نا اسم جي اولي۔ جوش جڳائي جسم جي اولي
ڪيڏي اچي ٿو ڪات۔ کهي ڏئي ٿو قرب قرارو
برهہ جو بار ٿيو بيحد باري۔ برسر آيو بي اختياري
التعجب اوقات۔ حال حلاجي وحدت وارو
نينهن جو تارڪ پنڌ نيارو۔ دين ڪفر جو چلي نہ چارو
مذهب مڙيئي مات۔ علم عقل ات وهلو ويچارو.

تارڪ جي ڪافين ۾ خيال ۽ مضمون جي بلنديءَ کان علاوه ڪيترين ئي ٻوليءَ جون خوبيون بہ نظر اينديون. هو پنهنجي ڪافين ۾ جيڪا ٻولي استعمال ڪري ٿو سا ڪافيءَ جي فن ۽ مزاج مطابق آهي. چونڊ مناسب ۽ موزون لفظ استعمال ڪري ڪافيءَ ۾ وڏي خوبي ۽ خوبصورتي پيدا ڪئي اٿس. ڪن ڪافين ۾ اندروني قافيہ آڻي انهن کي وڌيڪ وڻندڙ ۽ مترنم بڻايو اٿس. جن جي پڙهڻ سان ئي لطف اچي ٿو پر جيڪڏهن ڪو فنڪار اهي سازن جي سنگت سان ڳائي، تہ انهن ۾ اجا وڌيڪ تاثير پيدا ٿئي ٿو. ان قسم جون ڪيترين ئي ڪافيون چيون اٿس. هتي مثال لاءِ هڪ ڪافيءَ جا ڪجهہ بند پيش ڪجن ٿا:

هڪ وار ملڻ، وري ڪين اچڻ، ايئن ڪين ٿيڻ، توکي يار ڪپي
مونسان هجڻ، همراز رهڻ، پري پل نہ وڃڻ، توکي يار ڪپي

تنهنجي در جو گدا، آهيان جان فدا، تون نام خدا، رهه مونسان سدا
دل مونسان رکڻ، متي يار سڄڻ، مون ساڻ ملڻ توکي يار کپي
مت خويش ڇڏي، دل توسان گڏي، تنهنجي پاڙي لڌي، وينو آهيان اڏي
منهنجي هٿ ڪان وٺڻ، پنهنجو پاند ڏيڻ، منهنجو بار کڻڻ توکي يار کپي

تارڪ جي ڪافين ۾ ڪيترين تشبيهون به نظر اينديون ته نئين ۽ نرالي نموني جون ڪافيون به ڏسڻ ۾ اينديون. هن ڪافيءَ ۾ نوان تجربا ڪري، ان ۾ وڌيڪ سونهن، سرهاڻ ۽ نوان پيدا ڪئي آهي، جا عاشق لاءِ وڏي ريجهه رهاڻ جو سبب آهي. هتي مثال لاءِ سندس هڪ ڪافيءَ جا ڪجهه بند پيش ڪجن ٿا:

آه منهنجي عشق جي ڪجهه ڪڙڪي آ ڪجهه ڪڙڪندي
باهه تنهنجي برهه جي ڪجهه، پڙڪي آ ڪجهه پڙڪندي
عشق جا ٻارڻ تو ٻاريا، منهنجي ڇاتيءَ جي اندر
درد ڪان دل ديگ وانگي ٻڙڪي آ ڪجهه ٻڙڪندي
تهدليون آيو هي تارڪ تنهنجي در ديدار لاءِ
طلب جي طاقي توهان لاءِ کڙڪي آ ڪجهه کڙڪندي

مختصر ته تارڪ کي ڪافيءَ جي صنف ۾ وڏي دسترس حاصل آهي، سندس ڪافين ۾ رس ۽ رچاءُ آهي ته مزو ۽ ميناج به آهي. ڪاش ڪو اهڙو ادارو قائم ٿئي جو فقير هدايت علي تارڪ ۽ ٻين ڪافي گو شاعرن جون ڪافيون ڇپرائي ته سنڌ جي هن سُهڻي وکر جي سڳنڌ سان هند ۽ سنڌ واسجي وڃي.

## مزاحيه شاعري

فقير هدايت علي تارڪ جتي عاشقانو ناصحانو ۽ عارفانو ڪلام چيو آهي، اتي مزاحيه ڪلام جو به چسڪو چکايو اٿس: پنهنجي ظريفاني ڪلام سان کلائي به ٿو ته کلندي کلائيندي طنزيه انداز ۾ مقصد جي ڳالهه به ڪري وڃي ٿو. تارڪ جي مزاحيه شاعري، ڪنهن جي دل آزاريءَ جو سبب نه ٿي بڻجي، پر هو مزاحيه انداز ۾ حق جي ڳالهه ڪري، پڙهندڙ کي سوچڻ تي مجبور ڪري ٿو:

اها هڪ حقيقت آهي ته هو مشهور اديب، صحافي ۽ مزاح نگار ميان شمس الدين بلبل مرحوم کان گهڻو متاثر هو. هڪ تاريخي شعر ۾ ڪيس استاد سڏيندي سندس ولادت ۽ وفات جي تاريخ هن ريت ڪڍي اٿس:

در تولد شمس الدين بلبل بگوئي اختراع
۱۲۷۲هه
هم چراغ مجلس آمد رحلت آن استاد ما.
۱۳۳۷هه

بلبل جي ڪلام ۾ ڪيترائي مزاحيہ نظم ۽ غزل نظر ايندا. ان کان علاوه سندس "ڪريما نيچرل" ۽ "مامقيمان" جو ڪو مثال نہ ٿو ملي سگهي. تارڪ فقير بہ ڪريما نيچرل جي نموني "محمود نامہ نيچرل" لکيو. ان کان علاوه سندس ڪن نظمن ۽ غزلن ۾ بہ ڪيترائي مزاحيہ اشعار نظر ايندا. هتي مثال لاءِ سندس هڪ طرحي غزل مان ٽي شعر پيش ڪجن ٿا. اهو غزل ڪراچي ۾ ٿيندڙ هڪ مشاعره لاءِ لکيو هئائين: مصرع طرح هئي:

قلب مان ڪينو ڪيڏي، هڪ ٿي وجو هر حال ۾.

ان طرح تي لکيل تارڪ جا ٽي مزاحيہ شعر ملاحظہ فرمايو:

ڪر ادا لنڊن وڃڻ جي سيگهہ مان تياري ڪٽي
گهر چڏي اڙ ڪينڪي تون بار ۾ ۽ زال ۾
جي نئون فيشن رکين ۽ خاص جينٽلمين ٿئين
نا اڙين تون جهوني فيشن جي ڪڌهن جنجال ۾
ٽي، شگر سان چاهہ رک ۽ ميز تي ڪائج فروٽ
ڊيم فول آهين اگر دل ٿو اڙائين دال ۾.

ان قسم جا شعر ڪيترن ئي نظمن ۽ غزلن ۾ منظوم ڪيا اٿس. پر مزاحيہ شاعريءَ لاءِ "محمود نامو نيچرل" مخصوص ڪيائين. سندس هن تصنيف ۾ طنز و مزاح جي چاشني ۽ لذت بہ آهي تہ تضمين جي فن جي مهارت بہ نمايان آهي.

انگريزن جي دور ۾ انگريزي سکڻ ۽ يورپي لباس پهرڻ جو فيشن وڌندو رهيو ٿي. هونئن بہ دستور آهي تہ محڪوم قوم پنهنجي حاڪم جي زبان سکڻ ۽ ان جي تهذيب ۽ تمدن اختيار ڪرڻ ۾ خوشي ۽ فخر محسوس ڪندي آهي. ڪا بہ ڌاري زبان سکڻ خراب ڳالهہ نہ آهي، پر ان کي برتري ڏيڻ ۽ پنهنجي تهذيب و تمدن کي ڇڏي ڏيڻ وڏي ناداني آهي. ايئن ڪرڻ سان غلامي دل ۾ گهر ڪري وڃي ٿي ۽ آزاديءَ جو جذبو فنا ٿي وڃي ٿو. تارڪ انگريزي زبان سکڻ جي خلاف ڪين هو. پر ڌاري تهذيب جي خلاف هو. هن پاڻ ڪتابن ذريعي ڪجهہ انگريزي سکي هئي ان جو مثال سندس مزاحيہ شاعريءَ مان ملي ٿو. جنهن ۾ ڪيترائي انگريزي لفظ ۽ جملا استعمال ڪيا اٿس. هڪ فارسي غزل ۾ سڀ قافيہ انگريزيءَ جا استعمال ڪيا اٿس. مطلب تہ ڪيس انگريزي زبان جي چڱي ڄاڻ هئي ۽ هن چاهيو ٿي تہ سنڌ جا ماڻهو انگريزي تعليم حاصل ڪن. تارڪ جو هڪ شعر پيش ڪجي ٿو. جنهن ۾ روزمره استعمال جي ڪجهہ شين کي سهڻي نموني استعمال ڪيو اٿس:

ڪيئن وٺي ان کي بريڊ ۽ ميٽ، ايگ ۽ مِلڪ ٽِي،
دردمندي راڪ باشد تلخڪام از شڪرش.

سنڌ جي وڏيرن جي اڪثريت عياشي طرف مائل هئي، بيشمار دولت ڪپائن تہ ڪيئن ڪپائين. دولت جي صحيح مصرف جي ڪين ڪا ڄاڻ نہ هئي. تنهن ڪري پنهنجي دولت عياشيءَ ۾ اڏائيندا

رهيا. جڏهن انگريز عورتون سنهڙي ۽ اڇا اگهاڙي لباس ۾ ڏٺائون تہ واڇون ٽڙي وين:

بت ڏسي مِسِ جو تو چوي هرڪو.
الله الله اين چہ سيم تن است.

ويتر سندن ناز ۽ انداز، گفتار ۽ رفتار، چٽي چمڙي ۽ چيلهہ سنهڙي کين موهي وڌو. تارڪ سندن اهي حال ڏسي طنزيہ نموني سندن جذبن جي ترجماني ڪندي، چئي ڏنو تہ:

چـوان ڇا چيلهہ انجـي جـو بيـان مـون
ڪ عقـل آگهہ نـہ گشـت زان ميـان هـيچ.

نہ فقط ايترو پر مِس جي سنهيءَ چيلهہ جي هن ريت بہ تعريف ڪئي وئي تہ:

آهہ جا دوست سنهيءَ چيلهہ سان مِس ان جي اڳيان،
دعـوي حسـن اگـر مـاه ڪنـد باشـد لاف.

مطلب تہ سنڌ وارن کي ليڊين جي لنؤ لڳي وئي. هو انگريز عورتن جي عشق ۾ گرفتار نظر اچڻ لڳا ۽ پتنگ جيان قربان ٿيڻ لاءِ تيار رهڻ لڳا.

دل اسان جي آهہ ليڊين تي فدا پروانہ جيئن.
زار مي سوزد چو افروزد رخ گلنار شمع.

ڪجهہ انگريزي جملا سکي عشق جو اظهار هن ريت ڪرڻ لڳا:

"آءِ نو ات" قيد آهيان عشق ۾ ليڊيءَ جي مون،
گشت ام از محنت اندوه بي پايان خلاص.

پنهنجا بنگلا نئين نموني سينگاري، سندن وصال جون واٽون نهارڻ لڳا:

تـون روم منهنجـي ۾ هڪـوار جـي اچـين ليـڊي،
شـود خـلاص دل خسـتہ از جفـائي فـراق.
مون سان هوءِ مس مهر مون نروار بودي ڪاشڪي
مـرهم جـان و دل افگـار بـودي ڪاشـڪي.

هو هر وقت ليڊين جي حسن جون ڳالهيون ڪرڻ لڳا. سندن ذڪر اذڪار ۾ وڏي لذت ۽ فرحت محسوس ٿيڻ لڳي:

ليـڊين سـندو تـہ مـون کـي وڻـي تـو بيـان لذيـذ،
آري ڪسـت حـاڪم شـڪر دردهـان لذيـذ.

ايتريقدر جو ليڊين جي عشق کي دل جو آرام ۽ آخرت جو انعام سمجهڻ لڳا:

تيـو عشـق ليـڊين جـو آرام دل،
بر آمـد از و عاقبـت ڪـام دل.

۽ هو ليڊين جي عشق ۾ سکي سڙي ويا:

ليـــڊين جـــي عشـــق مـــون ڪـــي اي ادا،
ســـاخته باريـــڪ تـــراز بـــرگ گـــاه.

ميڻ بتيءَ جي جلڻ کي پنهنجي سوز ۽ درد جو ترجمان سمجهڻ لڳا:

سوز منهنجي دل کان ڏس تو ڪيئن جلي ڪئنڊل سچو
ســـوخته بـــرمن دلـــش زان ميـــر ود دود از ســـرش.

ليڊين جي رومال ۾ لڳل سينٽ جي تعريف هن ريت ٿيڻ لڳي:

تنهنجـــي رومـــال ۾ رهـــي تـــو ســـينٽ،
خلـــق مشـــڪ تتـــار مـــي گويـــد.

نہ صرف ليڊيءَ جي تعريف ٿيڻ لڳي، پر سندن ملڪ يعني لنڊن جي بہ هن ريت ساراهہ ٿيڻ لڳي:

مـاهرو وليـڊي عجـب آه ملـڪ لنـدن ڪشورش،
بادشـاه سـندِ حسـن اسـت خوبـان لشـڪرش.

لنڊن ۾ رهڻ بخت جي بلندي ۽ سعادتمندي سمجهي ٿي وئي ۽ سنڌ ۾ رهڻ نحوست ۽ نياڳائي تصور ٿيڻ لڳو:

چڏي لنڊن رهيس منجهہ سنڌ تنهن کان،
ســيه شــد روز بــرمن چــون شــبِ داج.

اهڙي ريت گورن تان گهور وڃڻ ۽ ڪارن کان نفرت ڪري ڪائنن ڪناره ڪشي ڪرڻ لڳا:

ڪـــارو مـــاٺهو ٿيـــو ڏيـــم فـــول مثـــال،
زينهـــــار از قـــــرين بـــــدنهار.

حقيقت بہ اها ئي آهي تہ ڪارا يعني مقامي ماڻهو گورن آڏو هيڻا ۽ لاچار هئا. ان جو مثال تارڪ هن ريت پيش ڪيو آهي:

ايـــئن ڪـــارا ٿيـــا گـــورن آڏو عـــاجز،
ڪـــدر مانـــد بـــہ پـــيش بـــاز دراج.

مطلب تہ ڪاري ماڻهو کي وڏي حقارت ۽ نفرت جي نگاهن سان ڏٺو ويو ٿي.

ڪاري ماڻهو جيئن نٿو ڪوٿي سگهي
يـــا وه گـــوئي ابلهـــي خـــوداريءِ زاز.

اهوئي سبب آهي جو سنڌ جا ماڻهو انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ ۽ انگريزي فيشن اختيار ڪرڻ لڳا:

فيشـن انگريـزيءَ جي وٺـان ڪيـئن نـہ راه،
آه ڪـــ حـــالم شـــده از غـــم تباهـــ

جن انگريزي علم حاصل نہ ڪيو، صرف سنڌي تعليم حاصل ڪيائون تہ تن کي پڇتائڻو پيو:

چـو پـڙهين تـون سـنڌي زبـان وائـي زاز،
زانــڪ تــوان شــد زســر تا پــاي زاز.

انگريز شراب جا شوقين هوندا آهن، هنن هتي خوب مئي نوشي ڪئي، بيئر ۽ برانڊي واپرائڻ جو شوق وڌڻ لڳو ۽ سادو پاڻي جڻ باھ محسوس ٿيڻ لڳو ۽ تارڪ ان جي ترجماني ڪهڙي نہ اثرائتي انداز ۾ ڪئي آهي.

ري برانـــــڊي جـــــي آه واتـــــر باهـــــ
"وقنـــــا ربنـــــا عـــــذاب النـــــار."
وچ ڪپٽ مـون ڪـڍ تـون بوتـل بيـر پـي تـارڪ گهڻـو
چــون بــر افــروزد بهــر ســولالــہ درگلــزار شــمع.

آخر ۾ تارڪ جو هڪ غزل پيش ڪجي ٿو جو نہ صرف طنزيہ مزاحيہ شاعريءَ جو شاهڪار آهي: پر صنعت تضمين جو بہ هڪ اعليٰ مثال آهي:

ڏي تون مون کي مِس پيالہ گاه راس و گاه چپ
از شراب دير سالہ گاه راس و گاه چپ
ڪيئن بچي توبھ سندم هائوس ۾ جو بيئر خاص
مي ڪند ساقي حوالہ گاه راس و گاه چپ
بائيبل مس تي پڙهيو، ان کي ڏسي ملا پڳو
از خجالت اين رسالہ گاه راس و گاه چپ
ڪيترا ليڊي مٿي تو مست جينٽلمين ٿيا
رونمائي همچو لال گاه راس و گاه چپ
وصل تنهنجو گارڊن آه عاشقن جي واسطي
ليڪ هجرت همچو زالہ گاه راس و گاه چپ
ناچ جي هائوس ۾ بابو چريا مِس تي ٿيا
صف زده گردت چو هالہ گاه راس و گاه چپ
ڪالھ گرجا ۾ هئي تارڪ جي لئي ليڊي حسين
ساقيءِ مشڪين ڪلالہ گاه راس و گاه چپ

## تاريخي مادا:

فقير هديت علي تارڪ جي دور ۾ فارسيءَ ۾ سجع چوڻ ۽ ابجد جي حساب موجب تاريخي مادا لکڻ واري کي وڏو قابل شاعر سمجهيو ويندو هو. پير علي محمد شاھ راشدي پنهنجي

تصنيف "اهي ڏينهن ـ اهي ڏينهن" ۾ لکيو آهي تہ "انهن ڏينهن ۾ علمي ڪمال جي ڪسوٽي اها بہ ليکي ويندي هئي تہ ماڻهو فارسي زبان ۾ شعر, خاص طرح سان سجع چئي ۽ ڄمڻ يا مرڻ جي تاريخ ابجد جي حساب ڪڍي. [1] اهوئي سبب آهي, جو ان دور جي ڪيترن ئي شاعرن ان فن ڪان واقفيت حاصل ڪئي. تارڪ جي دور ۾ جمع خان غريب مولانا دين محمد اديب فيروز شاهي هن فن جا وڏا ڄاڻو هئا.

فقير هدايت علي تارڪ جي سنڌي ۽ فارسي ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ ڪيس هن فن جي چڱي ڄاڻ هئي. سندن شاگرد رشيد سيد اظهر گيلاني کان زباني معلوم ٿيو تہ "مرحوم في البديه ڪيترائي تاريخي مادن وارا شعر چئي ويندو هو." اهوئي سبب آهي جو هن وڏي تعداد ۾ اهڙا شعر چيا آهن, سندس تصنيفن "بره بندي", "ڪليات تارڪ سنڌي" ۽ "ديوان تارڪ" (فارسي) ۾ ان قسم جو شعر گهڻي تعداد ۾ نظر ايندو. تارڪ نہ صرف سنڌي زبان ۾ تاريخي مادا لکيا آهن, پر عربي, فارسي, هندي ۽ اردو ۾ بہ گهربل تاريخون ڪڍيون اٿس. پر سڀ کان گهڻا تاريخي مادا سنڌي ۽ فارسي ۾ لکيا اٿس. فارسي ۾ عالم اسلام جي مشهور هستين, سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن جي وفات جي تاريخن تي مادا مرتب ڪيا اٿس. سنڌي, هندي, عربي ۽ اردو ۾ ننڍي ڪتب جي تاريخي, علمي, ادبي ۽ مذهبي شخصيتن کان علاوه پنهنجن دوستن ۽ مائٽن جي خوشيءَ جي موقعن, مثلاً پٽ ڄمڻ يا شادي وغيره جا موقعا ۽ غم جا موقعا يعني وفات جون تاريخون ڪڍيون اٿس.

تارڪ هڪ فقير صفت انسان هو ۽ وٽس وڏ ننڍائيءَ جو فرق ڪو نہ هو. انسانيت ۾ سندس ايمان هو ۽ ساري زندگي ان تي عمل پيرا رهيو. اهوئي سبب آهي جو هن جيڪي تاريخي مادا لکيا آهن. تن ۾ امير ۽ غريب, هندو ۽ مسلمان سڀ اچي وڃن ٿا. ايتريقدر جو بچو نالي هڪ ہاليشاهي جي وفات تي بہ ماده لکيو اٿس. ڪيس تاريخ جي بہ چڱي ڄاڻ هئي, "واقعات عالم" جي عنوان سان ٥٣ شعر لکيا اٿس. جنهن ۾ دنيا جي عظيم واقعن جون تاريخون ڪڍيون اٿس. جنهن جو آخري شعر هي آهي:

بند ڪر اشعار تاريخي سگهو ـ نظم تنهنجي تارڪ آه آب حيات

اهڙي ريت "قطعہ تاريخ" جي عنوان سان فارسي ۾ هڪ سو شعر چيا اٿس. جنهن ۾ حضور نبي ڪريم ﷺ سندن يارن سونهارن, آل اطهر عالم اسلام جي مشهور بزرگن ۽ سنڌ جي مشهور هستين جي رحلت جي تاريخن بابت مادا مرتب ڪيا اٿس.

سندس تاريخي مادن پڙهڻ سان ايترو ضرور معلوم ٿيندو تہ ڪيس هن فن جي چڱي ڄاڻ هئي, پر ان حقيقت کان بہ انڪار نہ ٿو ڪري سگهجي تہ سندس ان قسم جي شعرن ۾ فني لحاظ کان ڪي خاميون بہ موجود آهن. اهي خاميون ٻن قسمن جون آهن. پهريون تہ ڪن مادن جو گهربل عدد صحيح نہ ٿو نڪري, مثلاً واقعات عالم واري تاريخ شعرن ۾ "دهلي دربار" بابت "صدر ڪبار ارتضيٰ", لفظن مان ماده ڪڍيو اٿس ۽ ان ماده جا عدد ١٩٢٨ ٿين ٿا. جڏهن تہ دهلي دربار ١٩١١ع

[1] پير علي محمد راشدي: اهي ڏينهن ـ اهي شينهن, (ٻيو ڇاپو) ص ٤٤٠ـ٤٤١

۾ لڳي هئي، اهو شعر ملاحظه فرمايو:

سن لکج "صد کبار ارتضیٰ"– تي جڏهن دربار دهلي خوش صفات

١٩٢٨

سندس مادن ۾ بي غلطي اها نظر اچي ٿي ته هو تاريخي ماده لکڻ وقت جيڪي لفظ چونڊي ٿو، تن ۾ معنوي مناسبت طرف گهٽ توجهه ڏئي ٿو. جيڪا تمام وڏي خامي آهي. چو ته تاريخي ماده مرتب ڪرڻ وقت عددن سان گڏ معنوي مناسبت کي ملحوظ رکڻ تمام ضروري آهي، ته جيئن ماده جا لفظ انهيءَ واقعي جي نشاندهي ڪري سگهن، جنهن جي تاريخ لکي وئي آهي:

مٿي جن خامين جو ذڪر ڪيو ويو آهي، ان جا ٻه سبب ٿي سگهن ٿا، ڦهريون ته تارڪ جو هن قسم جو گهڻو مواد، "برهه جي بندي" نالي هڪ قلمي ڪتاب ۾ موجود آهي، اها بندي تمام شڪسته حالت ۾ آهي ۽ گهڻن هنڌن تي پڙهڻ ۾ مونجهارو پيدا ٿئي ٿو. تنهن ڪري ممڪن آهي ته ڪي غلطيون راقم الحروف ڪان ٿي ويون هجن. ٻيو سبب شاعر جي بيپرواهي يا تڪڙ وغيره ٿي سگهي ٿو. جڏهن ايترا تاريخي مادا لکيا ويا، جو هڪ ڪتاب تيار ٿي وڃي ته ان ۾ ڪجهه نه ڪجهه خاميون ضرور ٿينديون. ٻيو ته اهو سمورو مواد رف آهي، شايد نظرثاني مهل فقير صاحب اهي درست ڪري ها.

بهرحال، جيڪڏهن سندس لکيل سڀ تاريخي مادا ڪٺا ڪيا وڃن ته ان مان مذهب، تاريخ، ادب ۽ تحقيق جي طالبن لاءِ چڱو مواد مهيا ٿي ويندو ۽ ان مان ڪين ڪي قدر مدد ملي سگهندي.

## سرائڪي شاعري:

سنڌ ۾ سنڌي شاعريءَ ڪان پوءِ ٻئي نمبر تي سرائڪي شاعري کي وڏيڪ اهميت ۽ مقبوليت حاصل آهي. ان جا سبب هي ٿي سگهن ٿا ته: هڪ ته ذري گهٽ اڌ سنڌي سرائڪي ڳالهائن ٿا، ٻيو شاهه لطيف ڪان سواءِ گهڻو ڪري، صوفي شاعرن سرائڪي زبان ۾ ڪجهه نه ڪجهه شعر ضرور چيو آهي. ڪن جي سرائڪي شاعري ته بهاولپوري پائرن جي سڪون پٽي لاهي، مثال طور حمل فقير جو سرائڪي ڪلام پڙهڻ سان ايئن محسوس ٿئي ٿو ته هيءُ ڪو سنڌ جو شاعر نه آهي، پر ملتان يا بهاولپور جو رهاڪو آهي. مطلب ته سرائڪي شاعري سنڌ ۾ عام آهي ۽ سنڌ ۾ ان کي گهڻو پسند ڪيو ويو آهي، اهوئي سبب آهي جو فقير هدايت علي تارڪ به سرائڪي ۾ به طبع آزمائي ڪئي:

تارڪ فقير ٻين صوفي شاعرن وانگر ڏوهيڙا ۽ ڪافيون چيون آهن، پر هي ڦهريون سنڌي شاعر آهي، جنهن سرائڪيءَ ۾ الف ب رديف وار مڪمل ديوان تيار ڪيو. تنهن ڪري جيئن خليفو گل هالائي، سنڌيءَ جو ڦهريون صاحب ديوان شاعر آهي، ته وري تارڪ سنڌ ۾ سرائڪيءَ جو ڦهريون صاحبِ ديوان شاعر آهي.

تارڪ جي سرائڪي غزلن تي ڪي قدر فارسي اثر معلوم ٿئي ٿو. هن گهڻن ئي هنڌن تي فارسي جا لفظ استعمال ڪيا آهن. مثال طور هڪ شعر پيش ڪجي ٿو:

زلف عارض چشم ابرو لب ذقن غب غب عجيب
جو ٿي ويکي، اهندا هو هڪ پلڪ وچ مست و خراب.

تارڪ جيئن ته هڪ صوفي شاعر هو، تنهن ڪري، جيئن هو سنڌي، فارسي ۽ اردو شاعريءَ ۾ هڪ صوفي شاعر نظر اچي ٿو، تيئن سندس سرائڪي ڪلام به صوفيانه نظر اچي ٿو.

تارڪ جتي ڪٿي جانب جو جلوو پسي ٿو، تنهن ڪري سندس دل مان ڪافر و دينڊار جو فرق متجي وڃي ٿو ۽ بي اختيار ٿي چئي ٿو ته:

سب دي اندر ويک ذاتِ ذوالجلال،
فرق چوڙين ڪافر و دينڊار دا.

ڪيس هر ڪتاب ۾ محبوب جي صفت ۽ ساراهه نظر اچي ٿي، قرآن ۽ ويد ڪيس ان ڪري وڻن ٿا، جو ان ۾ محبوب جي ثنا آهي:

سڀ دي وچ تعريف تيڏي دا لکيا هي داستان
اِهن سبب لڳدا هي دلڪون بيد تي قرآن لذيذ

هو حق ۽ حقيقت جي راز جو ڄاڻو آهي ۽ ان راز ۾ ايڏو ته محو آهي، جو ڪيس ڪفر ۽ دين ۾ ڪو فرق نظر نٿو اچي، يعني هو ڪفر ۽ اسلام کان بي نياز رهي ٿو: شعر ملاحظه فرمايو:

ڪفـر ديـن دي ڪجهـ خبـر مـئن نـون نهـين،
هـــان ســـدا راز حقيقـــت وچ غريـــق.

معرفت جي مام سمجهڻ ڪا سولي ڳالهه نه آهي، پر تارڪ اهو رند آهي، جو ان مشڪل معاملن کان پوري ريت واقف آهي:

دقـــائق معرفـــت بـــي انـــت هـــي گـــر،
اهينـــدا خـــوب هـــي دراڪ تـــارڪ.

تارڪ عشق کي وڏي اهميت ڏئي ٿو ان کي مرشد سمجهي ٿو.

صـــفت آکـــان ڪيـــا تيـــڏي اي عشـــق مـــئن،
تئنـــون هـــادي مرشـــد تـــي داتـــا ڏتـــم.

۽ جنهن دل ۾ عشق نه آهي، تنهن ۾ جڻ اوندهه آهي ۽ اها گمراهه آهي، پر عشق اچڻ سان جڻ ۾ اها روشن ٿي وڃي ٿي.

عشق جنهن دل وچ نهين آکان مئن ڪيا اهندا مثال،
هي وه او خانه نهو اندر جهين روشن چراغ

۽ جڏهن بت ڪافر جو فيض پهچي ٿو ته اسلام جا انوار حاصل ٿين ٿا:

اهنڪون سڀ مايه مليا اسلام دي انوار دا
جنهنڪون پهنچا وچ محبت دي بت ڪافر دا فيض

---

يار دي الفت سوا هي دين تي ايمان عبث
راز وحدت ٻاجهه پڙهڻا بيد تي قرآن عبث

تارڪ جي سرائڪي ديوان ۾ ڪيترائي اخلاق ۽ نصيحت وارا شعر بہ موجود آهن. هو دوئي ۽ ڪلفت کان دور رهڻ ۽ پيار ۽ محبت ڪرڻ جا سهڻا سبق ڏئي ٿو ۽ حرص و هوس کان دور رهڻ جي تلقين ڪري ٿو:

محبت دي سمندر وچ غرق تي،
هوا ڪلفت ڪنون هي پاڪ تارڪ.

---

خاڪساري وچ اسان ايوين غرق،
جيوين حارث آز دولت وچ غريق.

---

تيڏا وڃاڻ اعليٰ سدا عرش برين ٿون برملا،
اسفل ديوچ ڪيون تيڏي جا، آه دل! افسوس دل!

تارڪ جي سرائڪي شاعريءَ ۾ غزلن کان وڌيڪ خوبصورت سنڌس ڏوهيڙا، ڪافيون ۽ ٻارهن ماه آهن: انهن ۾ داخليت بہ آهي تہ سلاست ۽ رواني جي خوبين سان بہ سينگاريل آهي. سنڌس ڏوهيڙن ۾ فڪر سان گڏ فن جي بلنديءَ بہ نظر ايندي. ڪيترن ئي ڏوهيڙن ۾ ذومعنيٰ قافيہ آڻي، شعر ۾ سونهن سان گڏ سوز ۽ تاثير پڻ پيدا ڪيو اٿس. مثال لاءِ هڪ ڏوهيڙو پيش ڪجي ٿو:

اکيان نال اکيان دي پيارا آءِ امالڪ اڙيان- جيوين اٽڪن ملھ ديان اڙيان
آلي زخم فراق دي رهندي ٻڌندي مول نہ ڪڙيان- پئيان زلف دي پيچ ديان ڪڙيان
سامهن جا وڻ دي سگهه ناتي، تينون ويک مين لڙيان- تيڏيان نينان زوري لڙيان
تارڪ سرمان سينڌ يان ڇتيان وال ٿئي سڀ جڙيان- لڳيان جي وچ جادو جڙيان.

تارڪ جا سنڌي توڙي سرائڪي ۾ ڇيل ٻارهن ماهہ پنهنجو مٽ پاڻ آهن. سنڌس سرائڪي ۾ ڇيل ٻارهن ماهہ مضمون، زبان ۽ بيان جي لحاظ کان عجيب ۽ دلڪش آهن. هتي مثال خاطر هڪ ڏوهيڙو پيش ڪجي ٿو:

پوهہ مهينا آ ميڏي دل وچ پالا مارگيا
ڪانگ اڏاوان ڦالان پاوان دلبر مٺن وسارگيا
هجر صنم وچ هارگيا، سينگارگيا، سنسارگيا

ڪنهن ڏينهن يار نہ ايوين پڇيا تارڪ ڪهڙي پار ڳيا

تارڪ جي سرائيڪي ڪافين ۾ عشق ۽ تصوف جا مضامين نظر ايندا. هو سرمستي ۾ اچي اناالحق جا نعرا هڻي ٿو:

بار ملامت سر تي چايم۔ عين اناالحق بن ڪي آيم
ڪٿ اسلام ڪيتم اظهارا۔ ڪٿ ڪافر تي ڪفر ڪمايم
ڪعبي مول نہ قصد ڪريسان۔ آپ وچون رب اپڻا پايم

---

برهہ دا ويکو باغ بهار۔ وه وه حسن چمن چوڏار
باغ بهار بنيا بي چوني۔ جنهن ۾ گلڙي گونا گوني
ظاهر هوئي پوءِ بطوني۔ هر جا هو دا ٿيا هڪار
وچ مئخاني محبت والي۔ پيندي عاشق پرت پيالي
چلدي التي التي چالي۔ بيخود هوڪي بي اختيار

عشق جي امانت ڪان ملائڪن بہ انڪار ڪيو. پر اهو ڳرو بار حضرت انسان خوشيءَ سان پنهنجي سر ڪنيون. انهيءَ مضمون کي اڪثر صوفي شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ وڏي اهميت ڏني آهي, تارڪ اهو مضمون هن ريت ٻڌو آهي:

بره دا بار برسر باري چُم سرچايا مئن وه مئن
هو ڪا ذات حقيقت والا, هُل اي هُلايا مئن وه مئن.

موج ۽ مستيءَ ۾ چيل سندس هيءَ ڪافي بہ ملاحظہ فرمايو:

مستي مئي منصوري والا, نينهن نغارا مئن وه مئن
تي اظهار اناالحق آيم, ماريم نعرا مئن وه مئن
مئن وچ ملڪ مدينا, مڪا, ٺاڪر دوارا, مئن وه مئن
مئن هون ويد, پران تي پوٿي, ٿيهہ سيپارا مئن وه مئن
مئن هون لوح قلم تي ڪرسي, عرش منارا مئن وه مئن
مئن هون جن ملڪ تي قدسي, سج چنڊ تارا مئن وه مئن
مئن سرمست صفاتي هون صوفي سخن سچارا مئن وه مئن
ناز نياز نواز هون تارڪ, نور نيارا مئن وه مئن

مختصر تہ تارڪ جو ڪلام حقيقت و معرفت جو هڪ دفتر آهي ۽ هڪ عارف ئي ان مان حقيقي حظ حاصل ڪري سگهي ٿو. جيئن پاڻ چيو اٿس:

جـو هـــوي اهـــل عرفـــان شـــخص تـــارڪ,
او پـــاوي ميـــڏي خـــوش اشـــعار دا حـــظ

## شاعراڻيون دعوائون

(شاعرانہ تعلي)

هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ هر شاعر پنهنجي ڪلام بابت پاڻ بہ هڪ راءِ رکي ٿو. هو پنهنجي ڪلام جو هڪ بهترين نقاد هوندو آهي. شاعر جي پنهنجي ڪلام بابت راءِ خود سندس ڪلام ۾ ئي موجود هوندي آهي. مثلاً سنڌ جي سدا حيات شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جو هيءُ بيت سندس ڪلام بابت هڪ وڏي دعوي آهي جا حقيقت تي ٻڌل آهي. شاهہ سائين فرمايو آهي

جـــي تو بيـــت ڀانئيـــا، ســـي آيتـــون آهـــين،

نيـــون مـــن لائـــين، پريـــان ســـندي پـــار ڏي

فقير هدايت علي تارڪ بہ پنهنجي ڪلام ۾ هڪ هنڌ ڪجهہ ان قسم جي دعوي ڪئي آهي:

لالچي ثمناً قليلاً جو نہ تارڪ چاٽي ڪجهہ،

جو سخن تنهنجو سمورو آهہ قرآن سان گڏيل.

ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ تارڪ بہ شاهہ لطيف وانگر الله پاڪ جي وحدانيت جو وڏو پرچار ڪيو آهي، انهيءَ سبب پنهنجي ڪلام کي قرآن سان گڏيل سڏيو اٿس. اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ تارڪ جو ڪلام معنوي اسرارن سان ڀريل آهي. جيئن پاڻ ئي چيو اٿس:

معنـــوي اســـرار جـــو مـــاهر وتـــي،

جـــو مـــزو تـــارڪ جـــي آ اشـــعار ۾

تارڪ جي ڪلام ۾ گهڻيون ئي خوبيون آهن جي هڪ باذوق سخن فهم ئي سمجهي سگهجي ٿو: تنهن ڪري ماڻهن ۾ جيئن جيئن سخن جي سمجهہ وڌندي تيئن تيئن تارڪ جو قدر وڌندو۽ شعر جي دنيا تي سندس حڪمراني ٿي ويندي.

جيئن فهم سخن ملڪ ۾ وڌندو، تيئن ٿيندو،

هر وقت روان منهنجو ئي فرمان سخن جو.

تارڪ پنهنجي ڪلام بابت جيڪي شاعراڻيون دعوائون ڪري ٿو، ان جو هڪ سبب اهو بہ آهي تہ هو اهل علم طبقي جي ان گروهہ کان چڱيءَ طرح واقف آهي، جيڪي جذبي کان ڪورا ۽ اجاين لفظي اعتراضن سان پنهنجي علم جو ڏاڪو ڄمائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. هر زبان جي ادب ۾ اهڙن نقادن کي ننديو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهڙا نقاد شاعر جي داخلي ڪيفيت ۽ جذبي جي عظمت کان بيخبر هوندا آهن. تنهن ڪري اهڙن تنقيدنگارن کان خائف ٿيڻ بدران بي خطر سخن سنجي ڪرڻ گهرجي. تارڪ فرمائي ٿو:

بي خطر تارڪ سخن سنجي ڪجي،

نڪتہ چيني، نڪتہ چينين جو ٿيو ڪم.

تارڪ جي ڪلام جي اڀياس مان معلوم ٿيندو ته سندس اندر ۾ شعر جي باهه ڀڙڪندي رهي ٿي ۽ هو انهيءَ آتش ۾ پنهنجي جذبي کي پچائي پختو ڪري پيش ڪري ٿو:

سخن سارو سندم آتش، تڏهن تارڪ نه ڪيئن ٿيندو،
ٿي طبع آتش، بيان آتش، قلم آتش، زبان آتش.

انهيءَ آتش طبع شاعر جي سخن سنجيءَ جو هڪ رخ اهو به آهي ته هو جڏهن گلرخن جو تذڪرو ٿو ڪري ته سندس ڪلام ماڪ جي ڦڙن وانگر ٽڏڙو ۽ بيان ماڪيءَ جهڙو منڙو ٿيو پئي ۽ گلزار معنيٰ جا گل سندس سخن جو سينگار بڻجيو وڃن.

گلرخن جي وصف ۽ گلزار معنيٰ مان چني،
خوب تو پوپو آهي تارڪ سخن جي تار گل.

گلرخن جي انهيءَ وصف سندس ڪلام کي به گلزار بڻائي ڇڏيو آهي ۽ هو هر شعر کي فصاحت ۽ بلاغت جي خوبصورت ۽ سدا بهار رنگ ۾ پيش ڪري ٿو. سندس طبع جي موزونيت شاعريءَ جي باغ جي گلڙن کي هڪ دلنواز سونهن ۽ سرهاڻ سان واسيو ڇڏي.

تارڪ سخن جي باغ جا معنيٰ سندا گلڙا ٽڙيا،
رنگ فصاحت هڪ طرف، رنگ بلاغت هڪ طرف.

پنهنجي طبيعت جي طغياني ۽ سخن طرازيءَ بابت هيئن به فرمائي ٿو ته:

تارڪ ٿو رهي بحر طبع برسر طغيان،
بيخود ٿي انهيءَ شوق ۾ اشعار کي چوندس.

هو پنهنجي شعرن جي تعريف ڪندي شعر چوندڙن کي هدائي ٿو ته نظم جي ڌاڳي ۾ معنيٰ جا موتي ڪيئن پوئبا آهن. شعر کي ڪيئن خوبصورت بڻائجي؟ اهو هنر تارڪ ئي ڄاڻي ٿو ڇاڪاڻ ته هو شاعرن جو شاعر آهي:

بسلڪِ نظم پوئڻ دُر معنيٰ،
تون تارڪ شاعرِ اشعار کان پڇ.

وري پنهنجي طبع رسا جي تعريف هن ريت ڪري ٿو:

رهي ٿي گردش شعر و سخن ۾،
بڻي تارڪ جي آ طبع رسا چرخ.

هو دعويٰ ڪري ٿو ته، "آءٌ استاد شاعر آهيان ۽ جنهن شعر جي اصلاح ڪريان ٿو سو لذيذ بڻجي وڃي ٿو:

جي اصلاح استاد تارڪ جي آهي،
ٿئي شعر شاعر جو اڪثر ملذذ.

هو پنهنجي شعرن کي ايڏو پر تاثير تصور ڪري ٿو جو هڪ عاشق کي صلاح ڏئي ٿو ته

وصل جانان لاءِ وظيفن مان ڪجهه به نه ورنديءِ، ايئن اجايو پنهنجي وقت کي نه وڃاءِ، تون تارڪ جا ڪجهه شعر ياد ڪري پڙهندو رهه ته پوءِ من جي مراد پوري ٿيندءِ:

وصل جانان لاءِ ويهي ڇو وظيفا تو پڙهين،
ڪر وظيفن جي بجا تارڪ جا ڪجهه اشعار ياد.

## سنڌي شاعريءَ ۾ تارڪ جو مقام

فقير هدايت علي نجفي، تارڪ سنڌ جو هڪ باڪمال شاعر هو. هن سنڌي کان علاوه عربي، فارسي، هندي، سرائڪي ۽ اردو ۾ به شعر چيو آهي. سندس سنڌي شاعريءَ تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿيندو ته سنڌي عروضي شاعريءَ جي تاريخ ۾ ڪو اهڙو عروضي شاعر ورلي نظر ايندو، جنهن سنڌي زبان ۾ ايترو ۽ ايترن قسمن جو ڪلام چيو هجي.

ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته مير عبدالحسين خان سانگي سنڌي موزون شاعريءَ خصوصاً غزل جي شاعريءَ ۾ وڏو مقام رکي ٿو. تارڪ فقير جيڪڏهن ادبي لحاظ کان ڪانئس وڏ نه آهي ته گهٽ به نه آهي. جيڪڏهن انصاف سان ڏنو وڃي ته تارڪ ڪن ڳالهين ۾ مير سانگي کان مٿانهون نظر ايندو. ان دعويٰ جي لاءِ هيٺيان دليل ڏئي سگهجن ٿا:

مير سانگي جي ڪافين جو ڪتاب "سوز سانگي" جي نالي سان شايع ٿيو هو. فقير هدايت علي تارڪ جي ڪافين جو مجموعو "غناء تارڪ" جي نالي سان قلمي صورت ۾ موجود آهي ۽ تارڪ جون ڪافيون فڪر توڙي فن جي لحاظ کان مير سانگي جي ڪافين کان گهٽ ڪين آهن.

مير سانگي سنڌي زبان ۾ غزلن جا ٽي ديوان تيار ڪيا تارڪ جي غزلن جا به ٽي ديوان موجود آهن.

مير سانگي ڪافي ۽ غزل کان علاوه شاعريءَ جي ٻين صنفن تي تمام گهٽ لکيو آهي، پر سندس مقابلي ۾ تارڪ شاعريءَ جي هر صنف تي گهٽوئي ڪلام چيو آهي. ان کان علاوه ڏوهيڙا، ٻارهن ماهه، هفتي جا ڏينهن تارڪ جي عوامي شاعريءَ جون سهڻيون سوکڙيون آهن. جڏهن ته مير سانگي ڪافي کان سواءِ ٻي ڪا به عوامي شاعري ڪانه ڪئي آهي.

تارڪ، مشهور صوفي شاعرن جهڙوڪ: بوعلي قلندر، عطار ۽ بهلول بغدادي جي مثنوين جا منظوم ترجما ڪيا آهن. ان کان علاوه حافظ شيرازيءَ جي ساقي نامي ۽ ٻن غزلن جو منظوم سنڌي ترجمو ڪيو آهي. نه صرف ايترو بلڪ اردو جي مشهور شاعر خواجه مير درد جي فارسي رباعين "آه سرد" جو منظوم سنڌي ترجمو ڪيو. جڏهن ته سنڌ جي ڪنهن به عروضي شاعر ايترا منظوم ترجما ڪو نه ڪيا آهن.

تارڪ مرحوم سنڌي زبان ۾ جلوس التارڪين نالي هڪ نرالي نموني جو ديوان تيار ڪيو. جو هڪ خاص شاعرانه صنعت "لزوم مالا يلزم" ۾ چيل آهي. اهڙو ديوان هن وقت تائين سنڌي

زبان ۾ ڪو نہ لکيو ويو آهي. صرف فقير قادر بخش بيدل ان قسم جو ديوان فارسي زبان ۾ لکيو آهي. جنهن جو نالو آهي ”سلوڪ الطالبين“. تارڪ ان طرز تي پنهنجو ديوان تيار ڪيو.

مزاحيہ شاعريءَ ۾ شمس الدين بلبل ۽ محمد هاشم مخلص پنهنجو مٽ پاڻ هئا. منهنجي ناقص راءِ موجب بلبل ۽ مخلص کان پوءِ سنڌي مزاحيہ شاعريءَ ۾ مرحوم تارڪ جوئي نالو نمايان نظر ايندو. تارڪ جي ديوان ۾ ڪيترائي مزاحيہ شعر نظر ايندا. ان کان علاوه هن بلبل جي ”ڪريما نيچرل“ وانگر ”محمود نامو نيچرل“ لکيو. جو مزاحيہ شاعريءَ جو هڪ سٺو مثال آهي.

مولوي احمد ملاح پنهنجي دور جو وڏو شاعر هو. سندس شاعريءَ ۾ بيحد سلاست ۽ رواني آهي. مولوي صاحب جو اهو هڪ عظيم ڪارنامو آهي. جو هن قرآن مجيد جو سنڌي ڏوهيڙن ۾ ترجمو ڪيو. جيڪو سنڌ جي ديني ادب ۾ بي مثال ۽ لازوال آهي. تارڪ فقير پڻ قرآن مجيد جي ڪن سورتن جو منظوم سنڌي ترجمو ڪيو آهي. اهو ترجمو مثنويءَ جي طرز تي ڪيو ويو آهي. مولوي احمد ملاح کان پوءِ تارڪ ئي واحد شاعر آهي، جنهن هن قسم جي مذهبي شاعري ڪئي آهي.

تارڪ کي ماده تاريخ ڪيڻ ۾ وڏي مهارت حاصل هئي، سندس تصنيف برهہ جي بندي ۽ ديوان تارڪ (فارسي) ۽ ڪليات تارڪ (سنڌي) ۾ تمام گهڻا تاريخي مادا نظر ايندا. هن نہ صرف سنڌيءَ ۾ بلڪ عربي، فارسي، هندي ۽ اردو بہ تاريخي قطعا لکيا آهن. جي سندس هن فن ۾ مهارت ۽ طبع جي موزونيت جو چٽو اهڃاڻ آهن.

مرزا قليچ بيگ سنڌيءَ ۾ تمام گهڻا ڪتاب لکيا. جنهن سبب سنڌي ادب مالامال ٿي ويو. مولوي احمد ملاح ديني ادب ۾ هڪ بي مثال اضافو ڪيو. مير سانگي سنڌي غزل جو مانُ مٿانهون ڪيو. بلبل ۽ مخلص مزاحيہ ادب ۽ صحافت ۾ اعليٰ مقام حاصل ڪيو. پر مٿين مڙني شاعرن تارڪ جي مقابلي ۾ وڏي ڄمار ماڻي. جنهن جو اندازو هيٺ ڏنل سندن ولادت ۽ وفات جي تاريخن مان لڳائي سگهجي ٿو.

| | |
|---|---|
| شمس الدين بلبل | 1857ـ 1919ع (62 سال) |
| مير عبدالحسين سانگي | 1851ـ 1924ع (73 سال) |
| مرزا قليچ بيگ | 1855ـ 1929ع (74 سال) |
| محمد هاشم مخلص | 1860ـ 1934ع (74 سال) |

تارڪ پنهنجي عمر جي مختصر عرصي ۾ سنڌي، فارسي، عربي، اردو، هندي ۽ سرائڪي ۾ ڪي يادگار شيون ڇڏيون آهن. سنڌ ۾ اهڙا ماڻهو تمام ٿورا نظر ايندا، جن ٿوري ڄمار ۾ ايترو گهڻو ۽ سهڻو لکيو هجي.

تارڪ جي شاعريءَ جي هڪ خاص خصوصيت اها آهي تہ هن صحيح معنيٰ ۾ صوفيانہ شاعري ڪئي آهي. ڪانئس اڳ ۽ سندس دور جي ڪن عروضي شاعرن جيڪڏهن تصوف جي موضوع تي ڪي شعر چيا آهن، تہ محض تفريح طبع لاءِ چيا اٿن. ڇو تہ بنيادي طور اهي صوفي ڪين هئا. صرف تارڪ ئي اڪيلو عروضي شاعر آهي، جنهن پنهنجي ڪلام ۾ تصوف کي اهم

موضوع بنايو. تنهن ڪري ايئن چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ڪو نہ ٿيندو تہ "تارڪ پهريون عروضي شاعر هو، جنهن غزل جي شاعريءَ کي خالص صوفيانہ رنگ ۾ پيش ڪيو."

محترم عبدالغفور سومري لکيو آهي تہ "غزلن ۾ اڪثر تصوف جا نڪتا بيان ڪيا ويا آهن، جنهن ڪري صوفي حضرات جي لاءِ انهن ۾ دلي طمانيت جو ڏو اسباب موجود آهي، سندس ديوان مان سنڌي ٻوليءَ جي وسيع ڄاڻ جو پتو پوي ٿو. ❶

محمد حفيظ الرحمان حفيظ بهاولپوري لکي ٿو تہ:

*تارک صاحب موصوف قریشی علوی خاندان کے ایک درویش انسان تھے، ہمیشہ درویشانہ حالت میں رہے، شادی نہیں کی مجرد رہے، صاحب علم ہونے کی یہ کیفیت تھی کہ سینکڑوں کتابیں لکھ ڈالیں اور درجنوں کا ترجمہ کردیا، باکمال شاعر تھے، عربی، فارسی، اردو، سندھی پشتو کے متعلق تو علم ہوسکتا ہے، اس کی علاوہ معلوم نہیں کس قدر زبانوں کے عالم تھے، ان زبانوں میں آپ کا نظم ونثر بکثرت موجود ہے۔* ❷

مختصر تہ تارڪ هڪ باڪمال شخص هو. هو سٺو مترجم، قابل نثر نويس بلند پايہ شاعر، راڳ جو ماهر ۽ بهترين خطاط پڻ هو. سندس علمي ادبي خدمتون سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت رکن ٿيون.

## تصنيفات

فقير هدايت علي تارڪ پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو عرصو سنڌي ادب جي خدمت ۾ گذاريو. لکڻ پڙهڻ ئي سندس محبوب مشغلو هو. جيئن عطار جي قصيدي جو ترجمو ڪندي شروع ۾ چيو اٿس تہ:

تو لکان مون قصيدهء عطار،
جو مون کي ري لکڻ نہ آهي ڪار.

سيد اظهر گيلاني اڪثر وٽن ويندو رهندو هو. شاهہ صاحب جو چوڻ آهي تہ فقير صاحب اٽڪل هڪ سو ڪتاب لکيا هئا، جن مان 40 ڪتاب وٽس موجود آهن. باقي ڪتاب هيڏي هوڏي ٿي ويا. ڪي ڪتاب مرزا اسد بيگ ۽ سندس ڀاءُ مرزا اجمل بيگ وٽ موجود آهن تہ ڪي حڪيم عبدالڪريم نصرت وٽ محفوظ آهن. شاهہ صاحب وڌيڪ ٻڌايو تہ نجفي، جڏهن تارڪ تخلص رکي تارڪ الدنيا ٿيو تہ پنهنجو سمورو سامان غريبن، مسڪينن عزيزن ۽ دوستن ۾ ورهائي پاڻ الفي پائي ويهي رهيو. سندس دوست سندن ذاتي ڪتاب کڻي ويا، جي وري فقير صاحب کي واپس ڪين مليا.

بهرحال تارڪ جيڪڏهن هڪ سو ڪتاب ڪڻي نہ لکيا هوندا، پر منهنجي قياس ۽ اندازي موجب سندس تصنيف، تاليف ۽ ترجمي جو تعداد پنجاهہ تائين ضرور پهچندو. ان ڳالھ جو

---

❶ عبدالغفور سومرو: سنڌي غزل جي ارتقا: صفحو ٨٣ سال ١٩٦٦ع

❷ محمد حفيظ الرحمان: سندھی زبان اس کے اشعار و شعرا کی تاریخ۔ ص ٢، سال ١٩٤٥ع

ڪجهه ثبوت تارڪ مرحوم جي قلمي مسودن مان مليو ٿو. جن مان ڪن ڪتابن جا ڪيترائي وچ وارا صفحا غائب آهن. ممڪن آهي ته ڪنهن ظالم پورو ڪتاب چورايو هجي: ٻيو ثبوت اهو ته سگهي ٿو ته تارڪ، بيدل فقير، حمل فقير، صوفي خير محمد، دريا خان، نشان علي ۽ نواب ولي محمد لغاري ۽ صوفي فيض درياهه جو ڪلام پڻ مرتب ڪيو هو. سيد اظهر گيلاني جي چوڻ موجب اهي شعري مجموعا تارڪ جي دوستن ۽ عزيزن وٽ محفوظ آهن: انهن مان راقم الحروف صرف صوفي فيض درياهه ۽ نشان علي فقير جا شعري مجموعا ڏٺا. هڪ مجموعي جو ذڪر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪلام ولي محمد لغاريءَ ۾ ڪيو آهي.

تارڪ ٢٠ ورهين جي ڄمار ۾ پنهنجي شاعري جو مجموعو "ديوان نجفي" جي نالي سان لکي تيار ڪيو. جيڪو ١٩٢٢ع ۾ پوڪرداس ڇپرايو. ظاهر آهي ته اهڙي باذوق عالم فاضل شخص گهڻائي ڪتاب لکيا هوندا.

هن هيٺ تارڪ جي لکيل ڪتابن جو مختصر طور تعارف ڪرايو وڃي ٿو. سندس ڪتاب ٻن حصن (نظم ۽ نثر) ۾ ورهائي، سنه وار ترتيب ڏيئي، تبصرو ڪيو ويو آهي. جن ڪتابن تي سن لکيل نه آهي تن لاءِ قياس ڪان ڪم وٺي ترتيب ڏني وئي آهي.

## نظم

١- **ديوان نجفي:** تارڪ جو پهريون سنڌي ديوان آهي. جڏهن سندس تخلص نجفي هو. هي ديوان ١٩٢٢ع ۾ پوڪرداس شڪارپور واري شايع ڪرايو هو. جو هن وقت ناياب آهي. هن ديوان جي ڪتابت تارڪ مرحوم شڪارپور وڃي پاڻ ڪئي هئي.

ديوان جو مقدمو ان دور جي مشهور شاعر جمع خان غريب لکيو- هيءُ ڪتاب ١٦١ صفحن تي پکڙيل آهي. ديوان نجفي جي قطع تاريخ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي لکيل آهي. ان مان ڪجهه شعر پيش ڪيا وڃن ٿا.

خوشيءَ جو ڏينهن آيو سنڌ جي لاءِ،
جڏهن پورو ٿيو ديوان نجفي،
علي ٿيو فخر موجودات بيشڪ،
نبيءَ کان پوءِ صفت ايءَ ٿي وصي جي،
انهيءَ کان فخر موجودات آهي.
١٣٤٠هه

سندس ديوان جي تاريخ عمدي
اچي لذت پڙهڻ مان شعر ان جي
نمونو ٿيو نئون ۽ طرز تازي،

## بياض تارڪ (فارسي)

هيءَ بياض ٽپيدارن جي وصولي وارو بوڪ آهي، جنهن تي تارڪ ڪجهه ڪتاب لکيا آهن، جيئن ته هن بياض جي منڍ وارا ۽ وچ وارا ڪيترائي پنا غائب آهن، تنهن ڪري اهو ٻڌائڻ مشڪل ٿيو پوي ته هن بياض ۾ ڪل ڪيترا ڪتاب هئا. هن وقت ان بياض ۾ جيڪي ڪتاب ملن ٿا، سي هي آهن:

١- "مقولات رسولي": هيءَ ڪتاب فارسي ۾ لکيل آهي، جنهن ۾ حضور نبيءَ ڪريم ﷺ جا ارشادات عاليہ لکيا ويا آهن.

٢- "جلوه توقف": هن ڪتاب جو مضمون تصوف آهي، فارسي زبان ۾ تصوف جي سهڻي سمجهاڻي ڏني اٿس.

بياض تارڪ، ڪُل ١٨٠ صفحن تي مشمل آهي، ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڄاڻايل نہ آهي.

٣- **جلوس التارڪين:** هيءُ سنڌي عروضي شاعريءَ جو هڪ منفرد ديوان آهي، هن جهڙو ديوان سنڌي زبان جي ٻئي ڪنهن بہ شاعر ڪو نہ لکيو آهي، صرف فارسي زبان ۾ فقير قادر بخش بيدل "سلوڪ الطالبين" جي نالي تي لکيو هوان ديوان جو شروع وارو شعر هن ريت آهي:

الاهي موج وحدت بخش دريائي خيالم را
بہ بحرحال گم گردان حباب قيل و قالم را

تارڪ پنهنجي ديوان جي شروعات هن شعر سان ڪئي آهي:

ازل ڪان جي شراب عشق سان سرشار ٿي آيا.
وڏا سي رتبئہ توحيد ڪان سردار ٿي آيا.

هن ديوان جي خاص خصوصيت اها آهي تہ جنهن حرف سان پهرين مصرع شروع ٿيندي، سموري غزل جي هر شعر جي منڍ ۾ اهو حرف ايندو ۽ رديف بہ اهوئي حرف هوندو. هن ڪتاب جي مڪمل ٿيڻ جي تاريخ ڄاڻايل نہ آهي.

تارڪ فقير ۽ سندس والد کي بيدل سائين سان بي پناهہ عقيدت هئي، ٻئي ڄڻا اڪثر روهڙي وڃي سندس زيارت ڪندا هئا. گمان غالب آهي تہ تارڪ اتي بيدل سائين جي فارسي ديوان سلو ڪ الطالبين کان متاثر ٿي، سنڌيءَ ۾ ان قسم جو ديوان تيار ڪيو جيڪو ٧٨ صفحن تي مشتمل آهي، هيءُ ديوان سيد خادم حسين شاهہ ڊائريڪٽر نيشنل سينٽر لاڙڪاڻو وٽ موجود آهي.

٤- **نظم مقبول:** هيءُ ڪتاب منظوم ترجمو آهي، تارڪ مثنوي بهلول بغدادي جو منظوم سنڌي ترجمو ڪري ان جو نالو نظم مقبول رکيو. هيءُ ڪتاب ١۴ رمضان المبارڪ مطابق ٣ فيبروري ١٩٣١ع ۾ لکي پورو ڪيو ويو.

٥- **چمڪندڙ گوهر:** هيءُ منظوم سنڌي مثنوي آهي. تارڪ مشهور مثنوي بوعلي قلندر کي

سنڌي نظم جو ويس ڍڪائي، ان جو نالو "چمڪندڙ گوهر" رکيو. هيءُ ڪتاب ٢٤ صفحن تي پکڙيل آهي. جيڪو تارڪ ٢٢ شوال ١٣٥٠هه مطابق ١ مارچ ١٩٣٢ع لکي پورو ڪيو.
هيءُ ڪتاب تارڪ جي شاگرد رشيد سيد اظهر گيلاني شايع ڪرايو آهي. جيڪو ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ايم اي سنڌي جي نصاب ۾ شامل آهي.

٦- **غناء تارڪ (سنڌي):** هيءُ تارڪ جي ڪافين جو مجموعو آهي، هن ڪتاب ۾ تارڪ جون مختلف سرن تي چيل ڪافيون نظر اينديون. هيءُ ڪتاب ٥٦ صفحن تي مشتمل آهي، هن ڪتاب جي مڪمل ٿيڻ جي تاريخ ٢٠ ذوالحج ١٣٥٠هه مطابق ٢٧ اپريل ١٩٣٢ع ڄاڻايل آهي.

٧- **قوت المدرڪ (فارسي):** هيءُ ڪتاب تارڪ فقير غوث الاعظم شيخ عبدالقادر جيلاني جي تصنيف "تحفت الصوفيہ" جي شرح ۾ لکيو آهي، تارڪ فارسي مثنوي ۾ تحفة الصوفيہ جي سمجهاڻي ڏني آهي. ڪتاب ٨٩ صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي مڪمل ٿيڻ جو سنہ ١٣٥١هه ڄاڻايل آهي.

٨- **ڪليات تارڪ (سنڌي):** هن ڪتاب ۾ بيت، ڪافيون، قصيدا، غزل، قطعا، مستزاد، مثلث، مربع، مخمس، ترڪيب بند، ترجيع بند، رباعيون، مثنويون شبد، جهولڻا، ٻارهن ماهہ ۽ هفتي جا ڏينهن شامل آهن.
هيءُ ڪتاب ٤١٢ صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو تارڪ فقير ٢٠ ذوالحج ١٣٥٠ هه مطابق ٢٧ اپريل ١٩٣٢ع ۾ لکي پورو ڪيو.

٩- **مثنوي برهان الواصلين:** هيءُ ڪتاب راقم الحروف جي نظر مان نہ گذريو آهي، ان بابت زباني طور سيد اظهر گيلاني کان معلوم ٿيو تہ اهو ڪتاب پاڻ تارڪ مرحوم وٽ ڏٺو هئائون، اظهر صاحب ٻڌايو تہ اهو ڪتاب مرزا اسد بيگ وٽ محفوظ آهي، پر جڏهن مرزا اسيد بيگ کان ان ڪتاب بابت پڇيو ويو تہ ٻڌايائين تہ اهو ڪتاب وٽس موجود نہ آهي.

١٠- **گوهر آبدار (سرائڪي):** هن ڪتاب ۾ الف - ب رديف وار سرائڪي زبان ۾ غزل ڏنا ويا آهن، يعني هيءُ سرائڪي زبان جو پهريون ديوان آهي، جو هڪ سنڌي شاعر لکي پورو ڪيو.
هيءُ ڪتاب ١٥ صفحن تي پکڙيل آهي، جو تارڪ مرحوم ٢ صفر المضفر ١٣٥١هه مطابق ٧ جون ١٩٣٢ع ۾ لکي پورو ڪيو.

١١- **زوائد صورت:** هيءُ ڪتاب نياري ۽ نهايت ئي خوبصورت ۽ پياري مثنوي آهي، جنهن ۾ محبوب جي سراپا سهڻي نموني بيان ڪئي وئي آهي: هيءُ مثنوي تارڪ فقير "شاهد عشرت" نالي هڪ ڪتاب تان سنڌي نظم ۾ ترجمو ڪئي، پر اهو معلوم ٿي نہ سگهيو تہ ڪتاب شاهد عشرت ڪهڙي زبان ۾ ۽ ڪنهن جو لکيل آهي، پر ايترو وري بہ چوندس تہ محبوب جي انگ انگ جي تعريف سهڻين تشبيهن ذريعي ڪئي ويئي آهي.
هيءُ ڪتاب ٢٢ صفحن تي مشتمل آهي ان جي پوري ٿيڻ جي تاريخ ٩ ذوالقعد ١٣٥٣ه مطابق ١٤ فيبروري ١٩٣٥ع آهي.

١٢- **آئينہ تصد گجينئہ خرد (فارسي)**: تارڪ فقير مير علي نواز ناز جي اردو رباعين جو فارسي منظوم ترجمو ڪري، ان کي مٿيون نالو ڏنو. هيءَ ڪتاب جمادي الاول ١٣٥۴هہ مطابق سيپٽمبر ١٩٣۵ع ۾ لکيو ويو.

١٣- **ديوان تارڪ (فارسي)**: هيءَ تارڪ مرحوم جو فارسي ديوان آهي. ديوان جي آخر ۾ هڪ سو تاريخي مادن وارا شعر ڏنا ويا آهن، جنهن کي تارڪ قطعہ تاريخ سڏيو آهي. تارڪ فارسي شعرن ۾ عالم اسلام جي مشهور هستين ۽ سنڌ جي بزرگ، اديبن ۽ شاعرن جي ولادت ۽ وفات جون تاريخون ڪڍيون آهن.

هن فارسي ديوان ۾ ٻہ اردو غزل بہ ڏنا ويا آهن. هيءَ ڪتاب ١٣٠ صفحن تي پکڙيل آهي، ڪتاب مڪمل ٿيڻ جو سن ڄاڻايل نہ آهي.

١۴- **ميثاقي عنبر شمامہ اعجازي**: تارڪ فقير خواجہ حافظ شيرازيءَ جي ڪلام کان گهڻو متاثر هو. هن ڪيترائي فارسي غزل حافظ جي زمين ۾ چيا آهن. تارڪ حافظ شيرازي جي ساقي نامي ۽ ٻن غزلن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، ان جو نالو ميثاقي عنبر شمامہ اعجازي رکيو.

هي ڪتاب ١۴ صفحن تي مشتمل آهي. جيڪو تارڪ فقير ١١ ذوالقعد ١٣۵٣هہ مطابق ١٦ فبيروري ١٩٣۵ع ۾ لکي پورو ڪيو.

١۵- **ڪليات تارڪ (فارسي)**: تارڪ جي هن فارسي ڪليات ۾ غزل ۽ نظم شامل آهن. هيءَ ڪتاب ٢۴۴ صفحن تي مشتمل آهي، ڪليات جي مڪمل ٿيڻ جو سن ڪو نہ ڄاڻايل آهي. ڪليات جو پهريون شعر هيءَ آهي:

بہ بسم الله دارم زينت مضمون ديوان را،
ڪشيدم در خط شيرازه اوراق پريشان را.

١٦- **قطعات تارڪ**: هن ڪتاب ۾ عربي ۽ فارسي قطعا ڏنل آهن. ان کان علاوه هڪ انگريزي زبان ۾ لکيل قطعو بہ شامل آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ تارڪ فقير انگريزي جي بہ ڄاڻ رکندو هو.

هيءَ ڪتاب ١۵ صفحن تي پکڙيل آهي. ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڄاڻايل نہ آهي.

١٧- **محمود نامہ نيچرل**: هيءَ منظوم مزاحيہ تصنيف آهي. جيئن شمس الدين بلبل مرحوم "ڪريما نيچرل" لکي هئي. تيئن تارڪ فقير شيخ سعدي جي محمود نامہ جي مصراعن کي تصنيفن طور آڻي، مزاحيہ شاعريءَ جو مثال پيش ڪيو آهي:

١٨- **ديوان تارڪ (اردو)**: هيءَ تارڪ جي اردو غزلن جو نامڪمل ديوان آهي. هن ڪتاب ۾ رديف "خ" رديف تائين غزل ڏنا ويا آهن، ٻيا غزل گم ٿيل آهن. هيءَ ڪتاب ۴٠ صفحن تي پکڙيل آهي ۽ ان جي پوري ٿيڻ جو سن ڪو نہ ڏنو ويو آهي.

١٩- **مسودات**: هن ڪتاب ۾ سنڌي، اردو غزل، مستزاد ۽ هفتي جا بيت آهن. هيءَ ڪتاب ٢٦٣ صفحن تي پکڙيل آهي، هن ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڪو نہ ڄاڻايل آهي.

۲۰- **مرثيہ تارڪ:** هيءُ ڪتاب راقم الحروف کي نہ ڏنو آهي. هن لاءِ سيد اظهر گيلانيءَ کان زباني معلوم ٿيو تہ پاڻ اهو ڪتاب تارڪ فقير وٽ ڏٺو هئائون، جو هينئر گم آهي اظهر صاحب ٻڌايو تہ تارڪ هن ڪتاب ۾ مرثيہ، نوحہ ۽ سلام لکيا هئا.

۲۰- **ڪشڪول:** هن ڪتاب ۾ عربي، فارسي غزل ۽ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ٿيندڙ طرحي مشاعرن جي طرحن تي غزل چيل آهن: ان کان علاوه ڪجھ سنڌي قطعا ۽ ڪجھ اردو غزل ڏنل آهن. هيءُ ڪتاب ۳۵ صفحن تي پکڙيل آهي، ڪشڪول جي مڪمل ٿيڻ جي تاريخ ڪا نہ ڄاڻايل آهي.

۲۱- **گلزار تارڪ (سنڌي):** هن ڪتاب ۾ سنڌي قصيدا ۽ ڪافيون ڏنل آهن. ڪتاب ڪُل ۲۰ صفحن تي پکڙيل آهي، پر ان جي پوري ٿيڻ جي تاريخ ڪا نہ ڄاڻايل آهي.

۲۲- **برهہ جي بندي:** هيءُ واڻڪي وهي آهي، جنهن جي شروع ۾ تارڪ پنهنجو سنڌي، فارسي، عربي، هندي، اردو ۽ سرائڪي ڪلام لکندو رهيو. ايئن ڪٿي چئجي تہ هيءُ سندس رف بوڪ هو، جتان هن پنهنجا مختلف ڪتاب فيئر ڪري ٻين نوٽ بوڪن تي نقل ڪيا. برهہ جي بنديءَ ۾ تمام گهڻو مواد موجود آهي، مختصر تہ هن هڪ ئي ڪتاب ۾ تارڪ فقير جا گهڻائي ڪتاب شامل آهن، جن مان مرحوم ڪي ڪتاب نقل ڪري سگهيو تہ ڪي نقل ٿيڻ کان رهجي ويا. هن بنديءَ ۾ ڪن ڪتابن جي مڪمل ٿيڻ جو سن ڄاڻايل آهي، پر بنديءَ جي پوري ٿيڻ جو سن ڪو نہ ڄاڻايل آهي.

۲۴- **آهہ سرد- رباعيات درد:** هن ڪتاب ۾ اردو جي مشهور شاعر خواجہ مير درد جي ۲۱۷ فارسي رباعين جو منظوم سنڌي ترجمو ڪيو ويو آهي، هن ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڪو نہ ڄاڻايل آهي.

۲۵- **راز اظهار:** تارڪ فقير کي عطار جو ڪلام گهڻو پسند هو. عطار جي ڪلام جو گهرو مطالعو ڪيو هئائين، راز اظهار عطار جي مشهور تصنيف بيسرنامہ عطار جو منظوم سنڌي ترجمو آهي. هيءُ ڪتاب ۱٦ صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو ۱۳٦۲هہ مطابق ۱۹۴۰ع ۾ لکجي پورو ٿيو.

## نثر

۲٦- **سنڌي ٻوليءَ شعر ۽ شاعرن جي تاريخ:** هن ڪتاب ۾ سنڌي ٻولي جي تاريخ، شعر جي تعريف ۽ ڪن مشهور سنڌي شاعرن جو تذڪرو ڏنو ويو آهي. هيءُ ڪتاب بهاولپور جي هڪ صحافي محمد حفيظ الرحمان اردو ۾ ترجمو ڪري سنہ ۱۹۴۵ع ۾ "تاريخ شعراء سنڌ" جي نالي سان شايع ڪرايو. اصل مسودو گم آهي.

۲۷- **تحفہ اصفيائي بيان الاوليا (اردو):** هن ڪتاب ۾ مشهور اوليا ڪرام جو ذڪر آهي، ڪتاب ڪُل ۹٦ صفحن تي پکڙيل آهي، ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڪو نہ ڄاڻايل آهي.

هيءُ ڪتاب راقم الحروف جي نظر مان ڪونہ گذريو آهي، ان بابت سيد اظهر گيلاني کان معلومات حاصل ٿي، جنهن آڏار تي هن ڪتاب جو تعارف ڪرايو اٿم.

٢٧- **ارشادات حڪمت:** تارڪ فقير طب جي مشهور ڪتاب ميزان الطب جو آسان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ان جو نالو ارشادات حڪمت رکيو. هيءُ ڪتاب ستن جزن ۾ ورهايل آهي، ڪتاب جي ضخامت ٤٠٧ صفحا آهي.

هيءُ ڪتاب تارڪ فقير جمادي الاول سنہ ١٣٥١هہ مطابق سيپٽمبر ١٩٣١ع ۾ لکي پورو ڪيو.

٢٨ **مضامين تارڪ:** هيءُ اردو زبان جو ڪتاب آهي، هن ڪتاب ۾ مذهبي، علمي، ادبي، تاريخي ۽ عام معلومات جي موضوع تي مضمون لکيل آهن، اهي مضمون ان وقت جي اردو اخبار "رهنماء بلوچ" ۾ شايع ٿيا هئا.

هيءُ ڪتاب ٧٨ صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي پوري ٿيڻ جو سن ڪونہ ڄاڻايل آهي.

٢٩- **حديقتہ الاصفيہ:** فقير هدايت علي تارڪ فارسي ڪتاب روضتہ الشهدا جو ترجمو ڪري ان جو نالو "حديقتہ الاصفيا" رکيو. هن ڪتاب ۾ ڪل ڏهہ باب آهن ۽ اهو ٨٠٢ صفحن تي مشتمل آهي. جيڪو تارڪ فقير ١٢ ربيع الاول سنہ ١٣٥٢هہ مطابق ٦ جولاءِ ١٩٣٣ع تي هن ڪتاب جو ترجمو مڪمل ڪيو.

هيءُ ڪتاب تارڪ مرحوم جي هڪ عزيز زوار بهادر علي تونيہ وٽ موجود آهي، جو لعلورانئڪ ويجهو "چودري" جو وينل هو. پر اجڪلهہ لاڙڪاڻي ۾ رهي ٿو. بهادر علي ٻڌايو تہ هيءُ ڪتاب مرحوم کيس تحفي طور ڏنو هو، جو دوست جي نشاني سمجهي، اڃان سوڌو ساهہ سان سانڍيو اچي.

٣٠- **المڪاتيب الجديده:** هن ڪتاب ۾ عربي ۾ خط لکڻ جي سکيا ڏني وئي آهي؛ هن ۾ مختلف قسمن جا عربي زبان ۾ خط ڏنا ويا آهن، جيئن پڙهندڙ عربيءَ ۾ خط وڪتابت ڪري سگهن. خطن ۾ آيل ڏکين لفظن جي معنيٰ ڪتاب جي حاشيہ ۾ فارسي زبان ۾ ڏني وئي آهي.

هيءُ ڪتاب ٢٧ صفحن تي مشتمل آهي، ڪتاب جي پوري ٿيڻ جي تاريخ ڪا نہ ڄاڻايل آهي.

٣١- **رموز السالڪين:** هيءُ ڪتاب عربي زبان ۾ لکيل آهي، جنهن ۾ تصوف جا نڪتا آسان عربي ۾ بيان ڪيا ويا آهن، هيءُ خالص تصوف جو ڪتاب آهي، جيڪو ٦١ صفحن تي مشتمل آهي هن ڪتاب جي پوري ٿيڻ جي تاريخ ڪا نہ ڄاڻايل آهي.

٣٢- **عجيب معلومات:** عام معلومات جي سلسلي ۾ سنڌي زبان جو هڪ بهترين ڪتاب آهي. ڪتاب ڇهن حصن ۾ ورهايل آهي، هن ۾ طب، تاريخ، ادب، فن ۽ فلسفي تي ڪافي مفيد مواد موجود آهي.

هيءُ ڪتاب ٧٤٠ صفحن تي پکڙيل آهي. جيڪو ٧ شعبان ١٣٥٣هہ مطابق ١٥ نومبر ١٩٣٣ع ۾ لکجي پورو ٿيو.

۳۳- **عمدته المقال:** فقير هدايت علي تارڪ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي مشهور ڪتاب لوارِيءَ جا لعل جو فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب ۱۴۷ صفحن تي مشتمل آهي. جيڪو ۱۹ جمادي الاول ۱۳۵۴ھ مطابق ۱۹ آگسٽ ۱۹۳۵ع ۾ لکي پورو ڪيو.

۳۴- **اقوال شرعي:** هن ڪتاب ۾ حضور نبي ڪريم ﷺ جن جي ڪن حديثن جو فارسي ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي. تارڪ هن ڪتاب ۾ اهڙين حديثن جو ترجمو ڪيو آهي، جن ۾ فقہ جا اصول سمجهايل آهن.

هيءُ ڪتاب ۲۹ صفحن تي پکڙيل آهي ۴ جمادي الثاني ۱۳۵۳ھ مطابق ۱۵ سيپٽمبر ۱۹۳۵ع تي مڪمل ٿيو.

۳۵- **عاشقانہ خطوط:** هن ڪتاب ۾ عاشق ۽ معشوق جا خيالي خط ڏنل آهن. خطن جو ڪل تعداد ۳۲ آهي. خطن جي زبان عاشقانہ بلڪ شاعرانہ آهي. رنگين عبارت ۽ موزون شعرن جي ميلاپ عشقيہ خطن کي وڌيڪ دلچسپ بڻايو آهي. هيءُ ڪتاب ۴۷ صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڪونہ ڄاڻايل آهي.

۳۶- **شهنشاه جارج ششم:** هيءُ فارسي نثر جو ڪتاب آهي جنهن ۾ جارج ڇهين جي حياتيءَ جو احوال ڏنل آهي. هيءُ ڪتاب ۱۲ صفحن تي مشتمل آهي. جيڪو ۵ سيپٽمبر ۱۹۳۵ع تي لکجي پورو ٿيو.

۳۷- **پرجوش خم:** تارڪ هيءُ ڪتاب فارسي زبان ۾ لکيو. هن ڪتاب ۾ نورجهان راڻي جي سوانح حيات رنگين عبارت ۾ لکي وئي آهي. هيءُ ڪتاب ۷۷ صفحن تي پکڙيل آهي. هن ڪتاب جي تڪميل جي تاريخ ڪانہ ڄاڻايل آهي.

۳۸- **گفتگو نيڪو:** تارڪ مرحوم سنڌي ڪتاب "سچ جو صدقو" کي فارسي زبان ۾ ترجمو ڪري ان جو نالو "گفتگو نيڪو" رکيو. هيءُ ڪتاب وعظ ۽ نصيحت سان ڀريل آهي. هن ڪتاب جي ضخامت ۴۷ صفحا آهي.

هيءُ ڪتاب ۲۶ جمادي الاول ۱۳۵۴ھ مطابق ٦ آگسٽ ۱۹۳۵ع ۾ لکي پورو ڪيو.

۳۹ **تحفة الڪرام:** تارڪ مير علي شير قانع جي مشهور تاريخي ڪتاب جو سليس سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ڪتاب ۴۰۰ صفحن تي پکڙيل آهي. هن ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڪونہ ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب تارڪ مرحوم جي دوست ۽ ڳوٺائي حڪيم عبدالڪريم نصرت وٽ موجود آهي.

40- **عمدة المطالب في انساب آل ابي طالب:** هي ڪتاب اصل ۾ لکنو جي هڪ شيعہ عالم لکيو هو. جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو تارڪ فقير ڪيو. هن ڪتاب ۾ سنڌ ۾ آيل سيدن جو تذڪرو ڏنل آهي. ڪتاب تمام سنهن اکرن ۾ لکيل آهي، جو مشڪل سان پڙهڻ ۾ اچي ٿو. ڪتاب جي ڪل ضخامت 190 صفحا آهي، پر ان جي مڪمل ٿيڻ جو سن ڪونہ ڄاڻايو ويو آهي.

## فقير هدايت علي نجفي تارڪ جا هٿ اکر

# بسم الله الرحمٰن الرحيم

## ديوان جلوس السالڪين

ازل کان جي شراب عشق سان ستا آيا ... وڏا سيئي تنهن توحيد ڪاسن واري آيا
اهي سان تنهن نبي همراه سي سالم سليمان آيا ... ولايت ۽ ڪرامت سان سچا مهندائي آيا
اهي آهن الوهيت سندي اسرار جا ماهر ... روئي آئي تن ڪيو گم ساهه ڪانڌائي آيا
امامت عشق جي تنهنڪي ڏني ذات منجهان رحمت ... ولو وحدت جو ڀري صاحب دستاني آيا
الوهيت جي ميخانه مون جام وجد پيتا اون ... نشي ۾ تنهن جي محو ۽ ميخواري آيا
ادب جو تاج تن جي سر اقامت تن جي عظمت سان ... حقيقت جي حرم ۾ عشق جا اسراري آيا
انانيت سندي الله جا آگاه سي عاشق ... شهودي شوق ۾ تن باهو ۽ بيداري آيا
اتنا اسرار ذاتي جي خبر تن کي خدا ۾ ... سي خود ساز ۽ جبار ۽ غفاري آيا
انهن تي پوي بيشڪ سند انوار صوفت جو ... ونن جي سان صداقت طالب ديداري آيا
اگر تي وصلت دلبر جي خواهش جلد وڃ تن ت ... جي دل دلبري جي هڪ پان خود دلداري آيا

اجازت عشق مون تن جي پاڪ جي حاصل ڪر
ڪري سڀ ترڪ تارڪ جي قلندر واري آيا

رسواءِ جهان رند آهيان گم نہ ٿي ويندس،
مون ڪان پوءِ ڪندو شهره هي ديوان سخن جو.

# مـــتـــن

(چونڊ ڪلام)

- سنڌي
- سرائڪي
- هندي
- عربي
- فارسي

۽

- اردو

# جهولڻا

راتيان ڏينهان روح اسان جو سهڻل توڏي ساهي، پروس ناهي
هوند اڏامي اچان اڪين سان لاڳاپا سڀ لاهي، پروس ناهي
ساعت ساعت ۾ پيو سنيران سمر سفر جو ناهي، پروس ناهي
ايندس آخر يار اوهان وٽ آس اندر ۾ آهي، پروس ناهي
ٽِڳا هوند چڏيان سڀ توڙي مون کي چنڊ ۾ چاهي، پروس ناهي
"تارڪ" نجفي جي دل توڏي قرب منجهان تي ڪاهي، پروس ناهي

---

يار پيارا تنهن جي اچڻ ڪان نت نت فاران پايان، ڪانگ اڏايان
روز نجومي وينا جاچيون پوٿيدار پڇايان، ڪانگ اڏايان
ايندين ڪڏهين اڱڻ اسان جي واٽن تي واجهايان، ڪانگ اڏايان
پيراٽيون پڙ پيرن جا تي باسيون سو باسايان، ڪانگ اڏايان
سو پيغام هزارين نياپا پانڌين ساڻ چوايان، ڪانگ اڏايان
ناںءَ الله جي "نجفي" وٽ اچ، تي ڏکيا ڏينهن لنگهايان، ڪانگ اڏايان

---

دلبر چيو اچ منهنجي در تي ڏاڻ مان توکي ڏيندس، چيم ته ايندس، صاحب ايندس
ڪيڏي وچوڙو جلد وچان جهٽ توسان مان هڪ ٿيندس، چيم ته ايندس، صاحب ايندس
ڪين چڏيندس ڏار مان توکي، پاڻ سان ورتيون ويندس، چيم ته ايندس، صاحب ايندس
"تارڪ" تيءَ نسنگ تون نانگو توسان ورهه ونڊيندس ، چيم ته ايندس، صاحب ايندس

---

دلبر مون کي درس پڙهايو پرت جو پاءِ تون پائو، چيم ته هائو صاحب هائو.
هڪ ڪر جاڻ حقيقت ۾ سڀ پنهنجو خواه پرائو، چيم ته هائو صاحب هائو.
عشق جو پنڌ اٽانگو تنهن ۾ رچ لنگهي وڃ رائو، چيم ته هائو صاحب هائو.
سيني ۾ تون سڪ جو ٻوٽو حسن ڏسي رک سائو، چيم ته هائو صاحب هائو.
وحدت جي وٽ واٽ ڪٽي تا پهچين سنت سٽائو، چيم ته هائو صاحب هائو.
"تارڪ" نينهن نظر ڪر ثابت نيست تون ڪر هي ڪائو، چيم ته هائو صاحب هائو.

---

# ٻارهن ماهه

تون چيٽ اندر ويساک اندر تون چيٽ اندر اظهار ٿئين،
تون منجهه آکاڙ ۽ ساوڻ ۾ تون بدي سندا آثار ٿئين،
تون اسوءَ اندر تون اندر ڪتي تون ناهري ۾ نروار ٿئين،
تون پوه اندر تون مانگهه اندر منجهه ڦڳڻ تون "تارڪ" وار ٿئين.

---

اج چيٽ مهينو آهه ڏسو چوڌار حقيقت شور ڪيو
پيو ڪجهه نه هيو ريءَ ذات خدا تنهن منجهه صفت جي زور ڪيو
ڪٿ ڪيلي ٻڌي ڪٿ هاٿي تي ڪٿ بوم ٿيو ڪٿ مور ٿيو
هي "تارڪ" ان بيرنگ احد ساڃ ڪيو ڪٿ چور ڪيو.

---

ويساک مهينو آيو ويساکي حسن حقيقت واري لڳي،
جا ذات هئي بيرنگ ٻڌي سا اڄي لڳي ۽ ڪاري لڳي،
پڻ هوش عقل جي پيرن کي ڪٿ چيڪي لڳي ڪٿ واري لڳي،
ڪئي "تارڪ" ان جي جاچ جنهين سڀ تنهن کي حقيقت ساري لڳي.

---

اج چيٽ ڏٺو توحيد سندا آثار نمايان خوب ٿيا،
ڪتي زاهد ٿيا منجهه زهد ڪتي رندي ۾ رندان خوب ٿيا،
انسان جي چولي پاڻ ٿيو سڀ ماٺهو تنهن کان خوب ٿيا،
بيجان ۽ جان ۾ "تارڪ" سو جاندار ۽ بي جان خوب ٿيا.

---

آکاڙ ڏٺو اسرار ڏٺو هڪ ذات صفات سموري تي،
جو ڌرتي ۽ سو مٽي فلڪ هر جاءِ سندس منظوري تي،
خود ناظر ٿيو خود منظر ٿيو هئن دل کي سندس منظوري تي،
بيرنگ ظهوري رنگ ۾ ڪيو هي "تارڪ" پرت ته پوري تي.

---

اج ساوڻ ماهه ڏٺو سون يار و عشق سندو اسرار ٿيو
خود عاشق خود معشوق ٿيو خود يار ٿيو اغيار ٿيو
ڪٿ وصل سندو اقرار ٿيو ڪٿ هجر سندو آثار ٿيو
هي "تارڪ" جلوه ذات احد هر مظهر ۾ نروار ٿيو.

---

وه ماه بديءَ جو آيو جنهن ڪان وحدت ڪثرت ۾ آئي،
درياءَ حقيقت جي مون ڏاڍي لهر طريقت ۾ آئي،
پاڻ حقيقت پاڻ طريقت ذات جي حڪمت ۾ آئي،
"تارڪ" بي صورت جي حڪمت، حڪمت صورت ۾ آئي.

---

پڻ ماه اسو اظهار تيو بيرنگ سندو خوش رنگ ڏسو،
سو وسين ڏسو ويران ڏسو سؤ باغ ڏسو سو جهنگ ڏسو،
سو شاهه ڏسو سو فوج ڏسو سو صلح ڏسو سو جنگ ڏسو،
سو "تارڪ" ساقي مطرب آ سو ساغر آ سو چنگ ڏسو.

---

اج ماه ڪتي جو آيو هر جاءِ وحدت جي گلزاري تي،
سڀ دين ڪفر جي ديس اندر اچي هو حق جي هڪاري تي،
جا ذات ڳجهي ادراڪ ڪان هئي سا جلوه نما چوڏاري تي،
"تارڪ" نعرو انا الحق هڻ تون سرس سندس سرداري تي.

---

هي ناهري وارو ماه ڏٺو تيو جنهن ۾ نفي اثبات عجب،
سالڪ جي سر ۾ تي پيدا ذات صفت جي بات عجب،
آدم ۾ دم ذاتي تيو هي آهه احد جي ذات عجب،
ملڪ اُپ ءِ جن ديواي "تارڪ" ان تي پڙهن صلوات عجب.

---

وهه پوهُه مهينو ظاهر تيو چانڊاڻ حقيقي ظاهر تي،
اظهار نبوت جي اولي ۾ رمز ربوبي ظاهر تي،
آدم ڪان تا احمد ساري پرت سلوڪي ظاهر تي،
سو شڪرانه "تارڪ" ڪر جو سيرت صوفي ظاهر تي.

---

مانگهه مهينو يار تيو اسرار بطون جو سير تيو،
عشاقن جي لئي دو جڳ ۾ ويري ناڪو وير تيو،
تون مون هي هو آهي هڪڙو تنهن ۾ قند نه قير تيو،
"تارڪ" جو همه اوست سدا موجود واحد ري ڪير تيو.

---

ماهه ڦڳڻ موجود تيو ويا پردا غير جا جملي سڙي،
پاڻ تيو بندو پاڻ احد اڪ اڪ ۾ عشق ڪان اچي اڙي،
پاڻ پسائي پاڻ پسي تو پرت حقيقت ايئن پڙي،
"تارڪ" ان ري ناهه ڪو بيو خود تن تيوان ۾ جان جڙي

---

# هفتي جا ڏينهن

چنڇر ڏينهن ڇپي پيو دل موهي دلدار
اڇي لڳو عشق جو اندر ۾ آزار
ويهڻ ٻيهڻ وهه ٿيو لنو ڪيو لاچار
ڪنهن کي سلي ڪين ڪي دل عشق سندو اسرار
ڪڙم قبيلو ٿيو ڪڙو برهه ڪيو بيزار
لڳي ناوڪ نينهن جي، ناز منجهان نروار
ڪس نه لڳي تو ڪجهه ڪي سارو هي سنسار
دارون آهي دل ڪي دلبر جو ديدار
ملندو جي منٺار ته لهنديون مونجهان من جون

*

آچر ڏينهن اکين ڪي ڪين اچي آرام
اٿ ئي پهراندر ۾ محبت جو ماتام
هٿ سان حبيبن ڏنو جوش سندو هڪ جام
نشو ڏاڍو نيهن جو خيال ويو سڀ خام
پلپل پور پرين جو دل کي ڏاڍو دام
من ڏيکاري منهن ڪڏهن گلرو سو گلفام
ورد وظيفو وات ڪي نرتئون تنهنجو نام
عشق سندي آثار ڪي ڄاڻي خاص نه عام
سنڌء قرب ڪلام دم دم آهي دل ڪي

*

سومر ڏينهن سين پرين ٿي هجر جي هيهات
ٻي سڀ وائي وسري ٿي برهه سندي هڪ بات
محبت تنهن محبوب جي سڪ لاتي سڪرات
پسڻ ڪارڻ پرين جي ٿي تهدل ڏاڍي تات
راتو ڏينهان روح کي ٿي وائي اها ئي وات
من واڌاء وصل جي ڏاتر ڏئي ڪا ڏات
وعدن واري وٽر ۾ هڪ ٿي ذات صفات
سارينديٰ ساجن کي ٿي پرهه ڦٽي پرڀات

دم دم ورد وجود کي عشق سندي آيات
تهدل تسليمات، پريتون لکيم پرين ڏي
*

اڳاري ڏينهن عشق جا خاصا لڳا خيال
ترڪ ڪيا مون منجھ طلب مڏيون مايا مال
گھر تڙ سڀ گھوري ڇڏيا جيڪي هٿ ها جال
وڇوڙي ۽ برھ هي هيٺا ڪيا اڇي حال
رئندي رئندي روز شب جر هاريان مان جال
سڪندي سارينديءَ سڄڻ! سارا گذاريا سال
ڪلڻ ڪاٺڻ ۽ خوشي ڀانيان جان جنجال
صبح صادق جو اٿي ڪيان سائين کي هي سوال
وارين ورق وصال، ته ٿئي سرهائي ساھ کي
*

اربع ڏينهن عجيب مون برھ پڙهايو باب
مطالعو ٿيو مون ڪرڻ سندو قرب ڪتاب
حسن حسينن جو پسي اڌو شوق شتاب
منهن سارو محبوب جو مسجد جو محراب
چشم خماري چال سان دل کي ڪيو ڪباب
ڳل گلابي گل جيئن يا مثل چوان ڪتاب
منهن منور جي مٿان ڪوليو يار نقاب
شمس ته شرمندو ٿيو پر گم ٿيو گل گلاب
سيئي ڏوھ ثواب، انجي ورھ ۾ ويو هليو
*

ڏينهن خميس جي خوب تر نرتيون پئي نگاھ
حسن ذات ۾ تنهن هوت جو مات ڪيئن ٿي ماھ
پريئون پرجهي ورتيم رندن واري راھ
ناگه نڪتي سان نظر وات منجهان وھ واھ
صورت جي دمساز کي سهجون سمجھو ساه
عقل اوڇي جي مٿان عشق ڪڏي ڪئي ڪاھ
علم اتي عاجز ٿيو جاءِ لڌي نا جاھ
معنيٰ جي ٿي ملڪ ۾ شاهي شام پگاھ
صورت جي ساراھ، لدني لکي لطف سان.

*

جمع ڏينهن جاني سندو سهجون ٿيو سامان
حور پري فرمان ۾ ديو ۽ جن حيران
اچي اظهر ٿيا اتي عشق عجب عرفان
ٿيو تفسير تمام ات قرب سندو قرآن
وحدت جي وهنوار جو ڪجي ڪهڙو بيان
عاشق معشوق عشق هڪ ٿيا اتي هر آن
هجر ۽ وصل ٻه ٿيو بي نيشان نشان
هڪ باطن ظاهر ٿيو هڪ ٿيو عيان نهان
"تارڪ" دل ۽ زبان، هڪ ٿيا هئي هڪ حال ۾

*

هي ٻارهن ماهه ۽ هفتا سارا ڏينهن ۽ راتيون آهي اهو
خود موجود ات سموري يارو ٻاهي ۽ ٺاهي اهو
خود اصل سلوڪ جي دل جا وهم ۽ وسوسا سڀ تو لاهي اهو
اي "تارڪ" باطن ظاهر ۾ ڏس سمجهي تنهن کي چاهي اهو

**

# ڪافيون

عشق اجهل اچي ڪيو اسان کي، دين ۽ فڪر کان ڌار ميان
ننگ ناموس کان وياسين نڪري، اچي پيا برهه جا بار ميان
صوفي وارو سير اسان جو، رمز رندي رفتار ميان
مستي مئي جي موج کان ڪياسين، انا لحق جا اقرار ميان،
بيخود هنيوسين نينهن جو نعرو، "تارڪ" تي نروار ميان.



عشق ٿيو اثبات انا لحق جو ماري نعرو
عشق اڙي نا اسم جي اولي جوش جڳائي جسم جي اولي
ڪڏي اچي تو ڪات کهي ڏئي تو قرب قرار
برهه جو بار ٿيو بيحد باري برسر آيو بي اختياري
الت عجب اوقات حال حلاجي وحدت وارو
نيهن جو نازڪ پنڌ نرالو دين ڪفر جو چلي نہ چالو
مذهب مڙيئي مات علم عقل ات وهلو ويچارو
وهہ رنگي رندي رستو سالڪ سمجهن ٿا سربستو
رهن هميشہ حيات "تارڪ" نانگا سدا نيارو



ڦري دل ڦٽي وئين نيڻن جي نظاري،
تون هٿ خيال ۾ خوش، ماريس مون منجهاري

نيڻن سان نوائي، گهورن ساڻ گهائي،
جوشن ۾ جلائيي، سو تولئه تنواري،

سڄڻ تنهن جي سورن، پرين تنهن جي پورن
گهايو تنهنجي گهورن، اکين جي اشاري

تنهنجو عشق آيو، انهيءَ جيءَ جلايو،
اندر مچ مچايو، اُلا سو اُتاري

هي "تارڪ" ٿيو ڪشفي، سدا مست مخفي،
پايون عشق الفي، سدا توڪي ساري



عشقا ڪر احسان مولي
بيخودي جو ميان

پرتئون يار پڙهايو اسان کي
قرب پنهنجي جو قرآن

ڪشف ڪرامت ڪا نه ٿي گهرجي
درد جو ڏياريو دان

ڏاتر لڳ کو ڏيار اسان کي
سوز سندو سامان

تنهن جي ناتي "تارڪ" کي ڪيو
نينهن منجهان نيشان



پنهنجو پاڻ سجاڻ آيس ڪم نا هيڙم ڪار ميان
عشق ڪان هتڙي فرش تي آندو ديردن جي ديدار ميان
خواب خودي ڪان خيال جڳائي برهه ڪيو بيدار ميان
علم عقل ۾ ڪينڪي ايندو عشق سندو اسرار ميان
انا لحق جو ماري نعرو "تارڪ" تي نروار ميان



صوفي سدا سنار ۾ خوش خوب پنهنجي خيال ۾، آرام چا آزار ۾ خوش خوب پنهنجي خيال ۾
چا ناز ۾، چا نياز ۾ چا سوز ۾، چا ساز ۾، چا دور ۾ چا ديدار ۾ خوش خوب پنهنجي خيال ۾
درد چا درمان ۾ چا ڪعبي ۾ چا بتخانه ۾، تسبيح چا زنار ۾ خوش خوب پنهنجي خيال ۾
"تارڪ" فنا جي نانهن ۽ پنهنجي بقا جي آنهن ۾ اقرار ۾ انڪار ۾ خوش خوب پنهنجي خيال ۾



هڪ وار ملڻ وري ڪين اچڻ ايئن ڪين ٿيڻ توکي يار ڪپي
مون ساڻ هجڻ همراز رهڻ پري پل نہ وڃڻ توکي يار ڪپي
تنهنجي در جو گدا آهيان جان فدا تون نام خدا رهہ مون سان سدا
دل مون سان رکڻ ٿي يار سجڻ مون ساڻ هسڻ توکي يار ڪپي
اتي بيهہ ميان ٿو توڏي اچان توکي جيڪي چوان سو سمجهہ ميان
منهنجي ويڙهي وسڻ مون سيج چڙهڻ منهنجو حال پسڻ توکي يار ڪپي
مٽ خويش ڇڏي دل توسان گڏي تنهنجي پاڙي لڏي ويٺو آهيان لڏي
منهنجي هٿ ڪان وٺڻ پنهنجو پاند ڏيڻ منهنجو بار ڪڻڻ توکي يار ڪپي
"تارڪ" ٿي چريو تنهنجي توهہ تريو منهنجو دم نہ سريو خلقت ۾ ڪريو
منهنجي حال هلڻ منهنجي خبر نہ لهڻ منهنجي ٻول ٻهڻ توکي يار ڪپي



ٿي صحبت فقر صحبت حق فقير راضي الله راضي
الفت فقر الفت حق، فقير راضي الله راضي
فقير ڄاڻڻ خدا کي ڄاڻڻ ٿيو فقيرسمجهڻ خدا کي سمجهڻ
ٿي عزت فقر عزت حق، فقير راضي الله راضي
ٿيو فقير جو دڳ خدا سندو دڳ، ٿيو فقر جو مت خدا جو مت
ٿي خذمت فقر خذمت حق، فقير راضي الله راضي
ٿيو فقير "تارڪ" خدا جي وحدت ٿيو فقير وحدت خدا جي رحمت
ٿي برڪت فقير، برڪت حق، فقير راضي الله راضي



هر مظهر رنگ رلايو مون، هر سر ۾ سر ملايو مون
شاهہ ڪريم لطيف تي اشرف، عشق جو بار اٺايو مون
پير امير تي نوح قلندر، شيخ بلاول کهايو مون
شاهہ عنايت صوفي تي، سر ساڻ ترار وڍايو مون
روحل شاهہ مراد بڻي منجهہ، ڪنبڙي قرب ڪمايو مون
ٻُلا شاه، سچل، تي نانڪ، نينهن ۾ پاڻ نچايو مون
غلام حيدر مينگهو قائم، شر تي شور مچايو مون
شاهہ نصير تي نوشهري ۾، وحدت طبل وڄايو مون
عثمان تي خير محمد، رستم تي رس لايو مون
دريا خان نيشان علي تي، اعظم شان الايو مون.
موسو موهن شاهہ چتو تي، جذبو جوش جڳايو مون
منجهہ هنباهہ ڪري هنگامہ، فيض درياهہ سڏايو مون
ساقي تي سلطان سچارو، شوق شراب پيلايو مون
حال زمان ۾ تي محمد، محبت مينهن وسايو مون
سڀ صورت مان ڪريان ظهورو، ”تارڪ“ نام ڏاريو مون



جيئن جيئن پنهنجو پاڻ وڃايم تيئن پيدا ٿيو پاڻ ميان
نفي ڪي ڪيو اثبات محبت موجون ٿيون مهراڻ ميان
عاشق ڪر اثبات انا لحق پنهنجي ذات پڇاڻ ميان
نازڪ نڪتو وحدت وارو ڄاڻ وڃائي ڄاڻ ميان
ڪاٽي دايو در دلبر جي، ڪاٽي خاص ڪٽياڻ ميان
”تارڪ“ هر مذهب ۾ هڪ جو عشق ڏنو اهڃاڻ ميان



تنهن جا ڪيفي نين ڪلور، سدا مخمور چوان
منهن منور ماه مشابهه نورن علي نُور، تجلو طور چوان
ڪاڪل ڪارا خم خم وارا دام وجهن تا دور، عجب دستور چوان
نيڻ سجڻ جا ڪيس ڪرن ٿا جهاتي وجهي هڪ گهور، توڙي تيمور چوان
”تارڪ“ جيڪي نينهن نهوڙيا مرد صفت منصور، سدا مشهور چوان



جن پروڙيو پاڻ کي سي هر جاءِ ٿا پسن پاڻ کي
هي هو مڙئي هڪڙو سي ڄاڻن همہ جي ڄاڻ کي
چا شهر ۾ چا بحر ۾ مهر ۾ چا قهر ۾
چا ميٺ ۾ چا زهر ۾، ماڻن بقا جي پاڻ ۾
چا وسنت ۾ چا ويران ۾، چا درد چا درمان ۾
چا نفع چا نقصان ۾، تاڻ طلب جي تاڻ کي
”تارڪ“ نسورو نور ڏس، هر جا تجلي طور پس
ٿي محدود منجهہ مذڪور ڏس، اقرب سنڌي اهڃاڻ کي



عشق جي ملت جدا ٿي عشق جو مذهب جدا		عشق جو مقصد جدا ٿيو عشق جو مطلب جدا
عشق جو ساقي جدا ٿيو عشق جو مشرب جدا		عشق جي عزت جدا ٿي عشق جو منصب جدا
عشق جي مسجد جدا ٿي عشق جو مڪتب جدا		عشق جو مشرق جدا ٿيو عشق جو مغرب جدا
عشق جو راڪب جدا ٿيو عشق جو مرڪب جدا		عشق جو مقتل جدا ٿيو عشق جو مضرب جدا
عشق جو احمد جدا ٿيو عشق جو ٿيو رب جدا		عشق جو ”تارڪ“ ٿيو آ درد وارو تب جدا.



نينهن تنهن جون نوڪان، لڪين ٿوڪان سنم سر تي
جنهن دل ۾ تنهن جي درد جو ديرو		سڪ مان ويندي سا سو پيرو
جا ٿي جانب جهوڪان، لڪين ٿوڪان
خلق خدا جون ڪلان خورايون،		پڻ ميارون موڳن واريون
رقيبن جون روڪان، لڪين ٿوڪان
عشق اوهان جي ڏني آزادي،		نت نت الف جي آبادي
لايون محبت موڪان، لڪين ٿوڪان
”تارڪ“ عشق ڪئي اظهاري		لڳي ملامت شهر جي خواري
لڪون نہ ڇاتي لوڪان، لڪين ٿوڪان



عشق جو مذهب جدا ٿيو، عشق جي ملت جدا
عشق جي صورت جدا ٿي عشق جي سيرت جدا
عشق جي وحدت جدا ٿي، عشق جي ڪثرت جدا
عشق جي قوت جدا ٿي، عشق جي قدرت جدا
عشق جي جيرت جدا ٿي، عشق جي عبرت جدا
عشق جو دوزخ جدا ٿيو، عشق جي جنت جدا
عشق جي محبت جدا ٿي، عشق جي محنت جدا،
عشق جي رحمت جدا ٿي، عشق جي الفت جدا
عاشقن کي عشق "تارڪ" آهي نيت جدا،
عشق جي سنگت جدا، عشق جي صحبت جدا



سورت سڄڻ جي سهڻي سبحان جي نموني
آيو پرين پيارو انسان جي نموني
موتي نہ مٿ گوهر دندان جي نموني
لب لعل لطف وارا مرجان جي نموني
آه و فغان اسان جي ارمان جي نموني
اکڙين جي اشڪ باري باران جي نموني
چشمن سندي آ چالي جولان جي نموني،
ماري انهن ڪيو آ تالان جي نموني
نيڻن ڪيو آ "تارڪ" نيشان جي نموني،
منهن جو سخن سمورو سلطان جي نموني.



موتوا قبل مماتي هٽ ڪر تون لا جي ڪاتي
ڪر وسارو وجود پنهنجي جو نئي تي ذات ۾ ذاتي
نانگا تي نابود نفي ۾ تان ٿئي عيان اثباتي
ڏس ظهورو ذات جو ظاهر سرخي سير صفاتي
"تارڪ" ينهن وارن جي آهي جتي جال حياتي



عشق اجل ۽ ارڏو آهي مهميرن کي ماري ٿو
مهميرن کي ماري ٿو سو ڪم اٽانگا ڪاري ٿو
شاهه گدا غريب تونگر ٻارڻ جنهن کي ٻاري ٿو
دل ۾ ان جي درد دڪائي اُلا خوب اُڏاري ٿو
جاءِ ڪجاءِ نہ ڄاڻي سوئي ننگ ناموس وڃائي ٿو
ڏس صنعان تہ ڪاڻ ڀهودڻ سڪ مان سوئر چاري ٿو
ننڊ وڏائي ۾ نا اٽڪي نيڪي ڏي نہ نهاري ٿو
ذات ڪذات جو فرق نہ ڄاڻي جنهن کي جوش ڏياري ٿو
"تارڪ" عشق عجب آعالي عاشق کي تہ اُجاري ٿو
ليليٰ مجنون وانگي نالو چاڙهي لوڪ نظاري ٿو



نيهن ڪيو مونکي نانگو، لنڊي جي ڪپر تي؛ لُنڊي جي ڪپر تي، برهه جي بندر تي
محبت جي ته مسيت بنايم، برهه تنهن جو بانگو لنڊي جي ڪپر تي، برهه جي بندر تي
ورهه وٽن ۾ لاتيون لنوي ٿو، قرب تنهن جي ڪانگو لنڊي جي ڪپرتي، برهه جي بندر تي
ڪڙم قبيلو ڪين وٽي ٿو، لڳم عشق اٽانگو، لنڊي جي ڪپرتي، برهه جي بندر تي
"تارڪ" ناتي نينهن جي نت نت، ست سري جو سانگو لنڊي جي ڪپر تي، برهه جي بندر تي



آهي پاڻ الله، لنڊي جي ڪپر تي؛ برهه جي بندر تي؛ لنڊي جي ڪپرت ي،
عرش اتي آ، فرش اتي آ، داور جي درگاه، لنڊي جي ڪپرتي.......
مڪو اتي آهي، مدينو اتي آهي، روضو رسول الله، لنڊي جي ڪپر تي....
ڪعبو اتي آهه قبلو اتي آهه وحدت جو ويساهه، لنڊي جي ڪپر تي...
"تارڪ" ناتي نينهن جي پرندو عشق سندو آڙاهه، لنڊي جي ڪپر تي.....



تنهن جي ديدن آ نالان ڪيو، وڌو زلف اوهان جي دام مون کي
تنهن جي منهن کي پرين محراب چوان، تنهن ۾ سجدو عين ثواب چوان
اهو الفت وارن جو آب چوان، آهي سڪ سندم جو احرام مون کي
جڏهن "تارڪ" سرتي نينهن اچي، تڏهن باقي ان ريءَ ڪو نہ بچي
سچي نينهن وارو نروار نچي، اها محبت جي ملي مام مون کي



آهہ اسان جي عشق جي ڪجهہ ڪڙڪي آ، ڪجهہ ڪڙڪندي
باهہ تنهن جي برهہ جي ڪجهہ پڙڪي آ، ڪجهہ پڙڪندي
عاشق جي لئي ڪوليئہ دلربا زلف دوتا
دل اسان جي دامان ۾ ڪجهہ لڙڪي آ، ڪجهہ لڙڪندي
برهہ جي بازار ۾ آهي خريداري جو خيال
سڪ جي سودي لاءِ دل ڪجهہ هڙڪي آ، ڪجهہ هڙڪندي
تيغ ابرو، تير مزگان گهورن آ گهائي وڌو
چيهہ ان ڪان منهن جي ڇاتي ٽڙڪي آ، ڪجهہ ٽڙڪندي
عشق جا ٻارڻ تو ٻاريا منهنجي ڇاتي جي اندر
درد ڪان دل ديگ وانگي ٻڙڪي آ، ڪجهہ ٻڙڪندي
تهدليون آيو هي "تارڪ" تنهنجي در ديدار جي لاءِ
طلب ۾ جي طاقي توهان لاءِ ڪڙڪي آ، ڪجهہ ڪڙڪندي



اڇي مل يار مٺا منٺار توهون ڏار دم نہ سري، هلي هڪوار ڏي آڌار تو بيماري عشق مري
جگر توڙي، تون منهن موڙي ڇتي ڇوڙي وئين ڇاڪون، محبت آر تنهن جي تار عشق آزار آندواري
سنڌء صورت مٿي مورت آهي عبرت هتئين حيرت، نظر نروار گل رخسار تو اظهار نور ٻري
سدا ايندين تون هڪ ٿيندين وٺي نيندين ملڻ ڏيندين، اها پوڪار منجهہ دربار سڻ سردار لطف ڪري
سنڌء لاري تڳان تاري سدا ”تارڪ“ توکي ساري، سگهو لهہ سار ڪري سينگار پائي هار پيرپري



جي تون پنهنجو پاڻ پروڙين — هي هو مڙئي آهين تون
ساڻ سچائي ٻڌ تون سندرو — ٿاهہ نہ ڪوڙا ٿاهين تون
ڪوڙو ڪوٽ خودي جو خيال — ڍاهيو جنهن کي ڍاهين تون
لوڪ ريائي لاڳ لاڳاپا — لاجي لئون سان لاهين تون
ماري نعرو انا لحق وارو — سوري پاڻ سنباهين تون
ويجهو تون وٺ يار وسين تو — ڪين پراهون ڪاهين تون
”تارڪ“ ناتو نينهن جو لائي — ناميا ننگ نباهين تون



تنهنجي برهه ڪيو بدنام مونکي — سک چين نه آ آرام مون کي
هي ته عشق ازل جو هو سو لڳو — توڙيو ناتو نيڪي جو جنهن ته تڳو
هي نينهن نغارو چوٽ وڳو — پلي خلق کلي چوي ڪام مون کي
تنهن جي حسن هنيون حيران ڪيو — تنهن جي فرقت پر حرمان ڪيو
هن نينهن مون کي نادان ڪيو — چوي چريو تو عام مون کي



حــلاجــي ســر حــال، انــا لحــق اقــرار مــنهن جــو
موتـو قبـل آ مـنهن جي محبت، نحـن اقـرب منهنجي وحدت
دغ نقســڪ وتعــال، اقتلــوا آهــي آر مــنهن جــو
هــوالاول هــوالآخــر، جــاڏي ڪــاڏي بــاطن ظــاهر
اســم بــدن دم خيــال، جــوڙ ســيئي جنســار منهنجــو
ذاتــي ذوق نــه ڪاءُ آ مـنهن جو، بحر بيرنگ بقاءُ آ مـنهن جو
ڪنــت ڪنــزآ ڪمــال، انــا اعــراف آهــه اظهــار مــنهن جــو
ڪرسي عرش منهن جو آ ظهورو، چوطرف آ چمڪار منهن جو
جلــوو نــور جمــال، چــوطرف آ چمڪــار مــنهن جــو
عبــديت جــو پــوش اتــاريم، احــديت جــو نعــرو مــاريم
قدســي قيــل مقــال، الســتي آ اســرار منهنجــو
"تــارڪ" نــالو ذات ســڏايم، وحــدت ســان وجــود وڃــايم
پهــري ويــس وصــال، دم قــدم آ ديــدار منهنجــو



سجدو منهنجو سلام | شاهہ حسن ڪي هادي حسن ڪي
ڏسڻ حسن جو عين عبادت | صدقئون سحر ۽ شام
حسن اسان جو ڪعبو قبلو | عشق اسان جو امام
عشق وارن ڪي روز ازل کان | ديدن وارو دام
صورت سچاڻين ٿي تون صادق | قربئون پڙهہ هي ڪلام
"تارڪ" ناز نظاري ناتي | نينهن جو رک تون نظام



پنهنجو پاڻ ڪي پاڻ مڃايم | پيو نہ مڃان نہ مڃايان ٿو
ناهيان خادم ناهيان طالب | مرشد پيي نہ سڏايان ٿو
نا تلقين ڪريان ٿو ڪنهن کي | نا ڪي ويس پڌايان ٿو
ڪفر حقيقي دين گنوايو | تيلهن تلڪ لڳايان ٿو
حال حلاجي جي حيرت ۾ | گيت انالحق ڳايان ٿو
سيئي طريقا ترڪ ڪيا مون | ڪنهن کي سر نہ نوايان ٿو



عرش مٿي امڪان، لامڪاني آ مڪان منهن جو
ڪيم زمين تي اچي هي ظهورو، ڦيريم ويس وجودي پورو
آيس ٿي انسان، شرف شاهي آ شان منهنجو
عشق اچي ڪيو الٽ امارو، پاڻ پسڻ لئہ ڪيم پسارو
جوڙيم هر دو جهان، نينهن نسنگ آ نيشان منهن جو
وحدت ڪثرت ڪيل ڪلايم، عبدت احد جو رنگ رچايم
عشق حسن جو سامان، ذات صفت آ ايوان منهن جو
فڪر فنا آهي منهنجي فرحت برهم بقا آهي منهنجي بهجت
بيرنگي جولان، محويت آ ميدان منهن جو
”تارڪ“ نيهن نفي ڪيو نالو پيتم جڏهن پرت پيالو
من خدايم مان، عز سخي سلطان منهن جو



## (برتتبع مير علي نواز ٽالپر والي رياست خيرپور)

تنهنجي حسن جي کهڙي وصف چوان، انوار بہ آ اظهار بہ آ
تنهن جي عشق کي ڇا اظهار ڪريان، خونخوار بہ آ آزار بہ آ
وڏو فرقت تنهن جي دل کي ڦٽي، تہ بہ محبت ڪان ٿي منهن نہ مٽي
تنهن جي سور وڏي سا سخت سٽي، بيمار بہ آ لاچار بہ آ
اتي سر صدقو سو وار ڪجي، ڪڏي ڪسڻ ڪان نا عار ڪجي
پنهنجو نينهن صفا نروار ڪجي، جتي يار بہ آ ديدار بہ آ
وري فصل بهار آ يار ٿيو اڇي ابر سندو وسڪار ٿيو
ڪر سير چمن جو تيار ٿيو گلزار بہ آ، هيڪار بہ آ
تنهن جي عشق هٽي ڪيو آهي گدا، ديدار جو سوالي آهي سدا
تہ بہ عاشق تنهن جو جان فدا، سردار بہ آ سالار بہ آ
هوندو سورهہ جو ايندو ڪاهي، ڏيندو نهہ پهہ پنهنجو سر لاهي
اتي سپ ڪنهن کي طاقت ناهي، جتي دار بہ آ تلوار بہ آ
تنهن جي قرب تي ڪا دل جاءِ نہ آ، هر وقت سنڌ ءِ هڪ راءِ نہ آ
توکي ڳالهہ اسان جي ياءِ نہ آ، جو پيار بہ آ تا عار بہ آ
رڳي جلوي جمال نہ دلڙي ڦري، وڏي هاڪ هئين ۾ تنهن جي هري
تنهن جي مشتاقن جي دل ۾ تري، گفتار بہ آ رفتار بہ آ
جتي نظم ٿئي منجهہ بزم عيان، اظهار ٿئي انداز بيان
اتي "تارڪ" ڪان مرعوب جهان، اخبار بہ آ اشعار بہ آ



# رباعيون

ري ءِ عشق حياتي جو سامان عبث
ري ياد الاهي جي گذران عبث
ري فڪر پڙهڻ آهه فرقان عبث
توحيد بنا شعر جو ديوان عبث



دلبر نه سڃاتئه ته توکي آهه ڦٽ
جي دل ۾ نه پاتئه ته توکي آهه ڦٽ
جي نينهن نه لاتئه ته توکي آهه ڦٽ
جي پاڻ نه ڄاتئه ته توکي آهه ڦٽ



هڪ وار تون ميخاني ۾ ڪر مئي جو رڄ
۽ خوف ربا دوزخ و جنت کان ڀڄ
مئي توکي ڪندي شهوت ۽ حرص کان صاف
تنهن لاءِ سياڻي نه ڇئج، وقت تي اڄ.



اي ساقي تون ميڪش کي ڏي مئي ڪجهه
ري مئي جي وڻندڙ ٻي ناهي شئي ڪجهه
تون صاحب جود آهين عالم ۾ جو
مٽ تنهن جو ناهي ڪي حاتم طئي ڪجهه



آئون مست آهيان يار جي ديدار سبب
مدهوش آهيان عشق جي خمار سبب
هر رنگ بيرنگ جو اسرار ڏٺم
اغيار ڏسان ڪونہ ٿو مان يار سبب



ڇا ماٺ هو ڇا وڻ ٽڻ ڇا گل ڇا ڏيپ
ڇا ظاهر ڇا پنهان پيدا اڻ لڀ
ڇا سورج ڇا انجم ڇا ماهہ ڇا اُپ
آهي تنهن جي ئي حسن جو جلوو سو سڀ



مئي نوشي ناهي هن دنيا کان گهٽ
ميخانو نہ آهي ڪجهہ عقبيٰ کان گهٽ
ڪلهہ رندن کي ميڪده ۾ ساقي چيو
ڪو ميڪش ناهي هت مولا کان گهٽ



گردون جو اقبال کان انعام نہ وٺ
جي عيش جو ڏئي جام تہ انجام نہ وٺ
جنهن حال ملي يار اهو حال چڱو
جي يار ملي ڪفر ۾ تہ اسلام نہ وٺ



# مستزاد

هو مظهر مون ظاهر ٿيو دلبر عيار سهڻو ڪري سينگار
خود عاشق معشوق ٿيو عشق ٿيو اظهار پنهنجو پسي ديدار
خود ساجد و مسجود تہ عابد و معبود خود شاهد مشهود
خود طالب و مطلوب تہ خود بيدل و دلدار خود يار خود اغيار
خود باطن و ظاهر ٿيو خود اول و آخر خود منظر و ناظر
خود پردهہ ظلمات تہ خود مطلع انوار خود گلخن گلزار
خود حاڪم و محڪوم تہ خود عالم و معلوم خود محرم و محروم
خود ظالم و مظلوم تہ خود داورد ادار خود مالڪ مختيار
خود آدم و ابليس تہ خود جن ملائڪ خود مومن و مشرڪ
خود گبر مجوسي ٿيو خود ڪافر و ديندار خود سجہ و زنار
خود نوح خليل و خود موسيٰ خود عيسيٰ زڪريا و يحييٰ
خود يوسف و يعقوب تہ خود احمد مختيار خود دلدل هسوار
خود قرني خود بصري خود شبلي و حلاج صوفين سندو سرتاج
خود بسطامي و خرقاني و خود شبلي و عطار دينوري و دينار
خود تارڪ خود سالڪ خود نعره توحيد تشريڪ نہ تقليد
خود محو تہ خود مست تہ خود انا لحق اقرار خود صوفي سردار



ڏنو منڪي ساقي شراب صفائي، تي حاصل فنائي
تي اثبات هر جا همہ هيڪڙائي، ٻڌي وئي پيائي
پسڻ لاءِ پنهنجي پيم شوق شعلو، تہ پايان ڪو چولو
مون پوشاڪ خاڪي منجهان پرت پائي، ڏئي روشنائي
بنا ميم احمد جو ماريو مون نعرو، سليم سر سارو
عرب عين ري ڪيم سخن مرتضائي، ڪان مشڪلڪشائي
مون حضرت حسن تي چکيو زهر پيالو نشو تيو نرالو
ميدان ڪربل ڪئي مون چڙهائي، سري مون ڪپائي



## مثلث

عشق جو ڪافر بڻي اسلام ڪامل ٿو ڪريان - دين حق ثابت دوئي جو دين باطل ٿو ڪريان
مون ثوابن ۽ گناهن کان اڇي دل ٿو ڪريان

عبديت ۽ احديت جي سِرّ جو سرور بڻي - ظاهر ۽ باطن سندي اطوار جو مظهر بڻي
مسجد و مندر اندر غافل کي عاقل ٿو ڪريان

پاڪ ڪلمون ٿو پڙهان تسبيح سوداڻي سوا - في صلواةٌ دائمون آهيان نمازي دائما
قلب کي ڪعبو ڪري سو حج حاصل ٿو ڪريان

ٿو پڙهان قرآن دلجو آهيان حافظ ڪلام - ٿو رهان تسليم ۾ سالم نہ واريان پيو سلام
سهڻي صورت کي ڏسي دل حق ڏي مائل ٿو ڪريان

مون خدا کي اڪبر و انور مجيندڙ آهيان - ان جو مظهر مومن و ڪافر مجيندڙ آهيان
ليس في الدارين الا هو ۾ منزل ٿو ڪريان

آءُ انا احمد بلا ميم مجي مومن ٿيس - من رآني مام تي با ظاهر و باطن ٿيس
دلکي رمزِ فقر فخري ساڻ شامل ٿو ڪريان

ننگ ۽ ناموس کان تارڪ ٿيس نانگو نسنگ - سر ملامت عشق جي چاهئون ڪنئي مون پائي چنگ
راز رنديءَ ساڻ پنهنجي روح واصل ٿو ڪريان



نہ ڪھين زور بار جو آهيان ـ نہ ہي ڪم نہ ڪار جو آهيان
شڪر الله يار جو آهيان
توڙي طاقت نہ ٿم رياضت جي ـ توڙي قوت نہ ٿم عبادت جي
تہ بہ پانڌيئڙو پار جو آهيان
ڪو نہ نيڪن ۾ منهنجو آهي نانءُ ـ توڙي ڏسجڻ ۾ آهيان ڪارو ڪانءُ
تہ بہ بلبل بهار جو آهيان
اگرچہ نالو سڏين ٿا تارڪ ـ ٿا چون ڪين آنهين تون سالڪ
مون ۾ گڏيل تہ بہ شمار جو آهيان



## مسدس

سخن حمد حق ساڻ آغاز آهه
بہ نعت نبي روح جو راز آهه
صفت پنجتن پرت پرواز آهه
سندم ورد دائم هي دمساز آهه
قلندر سخي لعل شهباز آهه
سندس عرش ڪرسيءَ ۾ آواز آهه

قلندر خدا پاڪ جو پاڪ نور
قلندر پيغمبر جي دل جو سرور
حضور قلندر علي (ع) جو حضور
قلندر جو حسنين کان ٿيو ظهور
قلندر سخي لعل شهباز آهه
سندس عرش ڪُرسيءَ ۾ آواز آهه

قلندر آهه زين العبا جو ضيا
جو قلندر آهه باقر جو در بي بها
قلندر آهه جعفر سخا جو لقا
قلندر آهه ڪاظم جو سر صفا
قلندر سخي لعل شهبا زآهه
سندس عرش عرسيءَ ۾ آواز آهه

قلندر رضا ۽ تقيءَ جو جمال
قلندر نقيءَ جو آهه نور ڪمال
قلندر حسن عسڪريءَ جو نهال
قلندر آ مهدي هدا جو مثال
قلندر سخي لعل شهباز آهه
سندس عرش ڪُرسيءَ ۾ آواز آهه

قلندر مجمع انبيا
قلندر شہِ ڪشور اوليا
قلندر رهِ حق سندو رهنما
قلندر گہِ حشر حامي ما
قلندر سخي لعل شهباز آهه
سندس عرش ڪُرسيءَ ۾ آواز آهه

قلندر شهنشاهه مروندي مير
قلندر آهه گُل پيرن جو پير
قلندر آهه غوثن سين ۾ ڪبير
قلندر آهه قطبن مڙين ۾ منير
قلندر سخي لعل شهباز آهه
سندس عرش ڪُرسيءَ ۾ آواز آهه

قلندر آهه سڀ فقر جو پيشوا
هجن قادري سهروردي سچا
هجن نقشبندي يا چشتي سدا
حلاجي هجن توڙي صوفي صفا

قلندر سخي لعل شهباز آهه
سندس عرش ڪُرسيءَ ۾ آواز آهه

قلندر جو هو جهوڪ وارن تي حال　　قلندر جو نوشهري نورِ جمال
سچوءَ تي قلندر جو جذب و جلال　　قلندر جو بيدل تي قرب و ڪمال
قلندر سخي لعل شهباز آهه
سندس عرش ڪُرسيءَ ۾ آواز آهه

قلندر ولين جي ويساهه ۾　　پٽائيءَ جو رهبر حقي راهه ۾
قلندر جو انوار انباهه ۾　　قلندر وسي ڪُل درگاهه ۾
قلندر سخي لعل شهباز آهه
سندس عرش ڪُرسيءَ ۾ آواز آهه

جلالن ڪي جي مهر تي بر ڪُلهي　　تہ صوفين ڪي تي مهر دل ۾ ٿئي
جي مهر ۾ تراشي جلالي مجي　　تہ صوفي دوئيءَ ڪان صفا ٿو رهي
قلندر سخي لعل شهباز آهه
سندس عرش ڪرسيءَ ۾ آواز آهه

نہ مهر ۾ تراشي قلندر ڪي هئي　　نہ سيد علي بودلي ڪا چئي
براهم جتيءَ نا جمن ڪا لکي　　نہ ميران مگڻ نا اولاديءَ ڪهي
قلندر سخي لعل شهباز آهه
سندس عرش ڪُرسيءَ ۾ آواز آهه

محابي سندن آهه اسان تان معاف　　قلندر جا آهيون صفا صوفي صاف
سخن عشق جو آهه نہ لاف و گزاف　　قلندر آهه ڪعبو ڪيون تهن طواف
قلندر سخي لعل شهبا زآهه
سندس عرش عرسيءَ ۾ آواز آهه

قلندر شهنشاهه عالي جناب　　شريعت طريقت سندو آفتاب
حقيقت نما معرفت جو سحاب　　سو ابدال اوتاد ۾ ماهتاب
قلندر سخي لعل شهباز آهه
سندس عرش ڪُرسيءَ ۾ آواز آهه

هي تارڪ قلندر جي در جو فقير　　قلندر جي باطن نظر جو فقير
نہ مهر ۾ تراشي اثر جو فقير　　مگر ذوق ذاتي خبر جو فقير
قلندر سخي لعل شهباز آهه
سندس عرش ڪُرسيءَ ۾ آواز آهه

ٿي منصور سوريءَ ٿي مون سر سلهايو وڏو عشق رايو
مون بانگ اناالحق ٿي بيخود سڻائي ڪيم ڳي نہ وائي
ٿي عطار جذبون چيم من خدا خود ٿي جسمون جدا خود
ٿي تبريزي پنهنجي خوشي ڪل ڪلائي ڪيم حق ادائي
ٿي صوفي هنيم سنڌ ۾ نيهن نعرو لڳو سر ڪٽارو
سري جهوڪ ڪان منهنجي دهليءَ ۾ آئي بہ نطق بقائي
مون تارڪ ٿي نروار ڪيو سِرِ وحدت ڇڏي حجب ڪثرت
چوان مون ٻڏان مون نہ ٻيو غير جائي سخن بيريائي



نظارو نور وجه الله چشم جان ۾ آهي خيال ۽ ڌيان ۾ آهي
ظهورو ذات اقدس صورت انسان ۾ آهي لقا ايقان ۾ آهي
بهر مظهر ٿيو ظاهر ڪٿي مومن ڪٿي ڪافر ڪٿي مسجد ڪٿي مندر
هوالاول هوالاخر انهيءَ جي شان ۾ آهي سو خود و فرقان ۾ آهي
زمين و آسمان و علوي سفلي انس و جن اگر ظاهر وگر باطن
اهوئي نور حق جو واجب و امڪان ۾ آهي عيان عرفان ۾ آهي
ٿيو خود رعد ٿيو خود وڄ ٿيو بادل ٿيو گلگل ٿيو قمري ٿيو بُلبل
سو هر ميدان ۾ آهي ۽ وستي ۽ ويران ۾ آهي سو خود هر شان ۾ آهي
هوا و خاڪ آتش آب و روح و جسم جي اولي سو ريت ۽ اسم جي اولي
فرات و دجلہ و جيحون ۽ عمان ۾ آهي سو هر سامان ۾ آهي
سخن تارڪ سندو الله جي الهام ڪان آهي سو نزد خلق ڪجهہ ناهي
سندس رتبو زياده محفل سلطان ۾ آهي سو اعليٰ شان ۾ آهي.



## غزل

ٿي بحر وحدت ۾ فنا چئو من خدايم من خدا
محوِ بقا ٿي در بقا چئو من خدايم من خدا

پنهنجو وڃائي پاڻ کي ڇولي تون ڏس هر ڇاڻ کي،
تون جسم مان وڃ ٿي جدا، چئو من خدايم من خدا.

بيچون ۾ بيچون ٿي، در محويت مرهون ٿي،
جذبئہ جلالت جي صدا، چئو من خدايم من خدا

منجھ "وهو معڪم" غرق ٿي، ڏي ڀن ڀولي فرق جي،
ڪر در حقيقت سر فدا، چئو من خدايم من خدا.

ري ميم احمد عين حق، سرور جو صوفين کي سبق،
سالڪ سو پڙهہ بيخود سدا، چئو من خدايم من خدا.

خود کي فنا ڪر منجھ خدا، رڳ رڳ انا لحق ۾ فنا
ٿي محو ذاتي سڻ صدا، چئو من خدايم من خدا

"تارڪ" هوڻ اولو وڏو، آ رمز ري رولو وڏو
جيئن دل ٿئي محوِ ضيا، چئو من خدايم من خدا.



اڪين ۾ جاءِ جوڙي ڏيان اچين جي يار البيلا
سوين تو سال پانيان جي وڇوڙي جا لنگھن ويلا

هلي منهن جي اڱڻ اچ تون لهن دل جا غم و گوندر
ڏسي ميلاپ من جا تي وڃن غيرن جا منهن پيلا

تو جاڏي دل جو رايو ٿئي اڪيون اوڏانهن نهارن ٿيون
مثل مشهور هي آهي تہ اڳ ۾ گُر پٺيان چيلا

سر صنعان آيو عشق، چاريائين سوئر سڪ مان،
ٿيو چا مون بہ مارن واسطي هٿ ڇيڙيا چيلا

شهيد عشق جا مرقد مدامي رب ڪيا روشن،
نہ ملن جي مزارن تي ڏنم "تارڪ" ڪڏهن ميلا



صورت پسي سڄڻ جي سياڻا بہ ٿيا چريا
ڇا ٿيو اسان جيها جي عامي ڪٺي ڪريا

جي آتش مزاج نہ هو دلربا هجي
جيڪر تہ دل اسان جي ۾ ٻارڻ نہ هي ٻريا

مشڪل ٿيو قيد زلف مان دل جو ڇٽي وڃڻ
ڦاهي جو ان ۾ ڦاٿا سي ڳاري اندر ڳريا

مون تي جي آزمائش قسمت سندي ڪئي،
تي برخلاف نفس جي ڏارا وڃي ڏريا

هرگز نہ پهتا منزل مقصود تي اهي،
جي راھ رنج و غم ۾ ڏک کي ڏسي ڏريا

اي دل ملول نہ ٿي جي دلربا ٿيو دور
ان جي وصال جا هي وري ڏينهڙا وريا

هن باغ بي بقا جو آ رنگ و بو عبث
غنچہ ڪلڻ ڪان اڳ ۾ ڌرتي ۾ ڪي ڌريا

ٿي مہ رخن ڪان "تارڪ" موڙيو سي منهن گهڻو
ليڪن انهن بنا نہ حياتي جا دم سريا.



يار جي زلفن سان ٽينديءَ ڪين ڪي همسر بلا
عاشقن جي لاءِ ڏاري آهي هي دلبر بلا

پنهنجي زلفن کي سڄڻ ڪٽ تي ڪنڍائي جيئن ستو
عاشقن تيئن چئي ڏنس ڪيئن ٿو ڪرين همسر بلا

نفس جي بڇڙي بلا کي تيئن ٿا چيرن اهل عشق
عهد طفلي ۾ وٺي جيئن چيري هئي حيدر بلا

مون بلا سان تي ڏني تشبيهه زلفِ يار کي
هن چيو اهڙي بلا کان منهنجي آ بهتر بلا

ڇو ڪرين ٿو هجر جانان ۾ تصور زلف جو
بيوقوفي ڏس جو چاهين ٿو ڪري واهر بلا

ڪيئن اسان کي دسترس ٿيندي صنم جي زلف تي
ورتي آهي ڪنهن اڳي ري منڊ يا منتر بلا

مارين ٿو بهريون بلائون لحظي ۾ لک ڇا ٿيو
مار جيڪا آهي تنهنجي نفس جي اندر بلا

زلف جي تصوير هٿ ۾ ۽ تصور دل ۾ آهي
ڪيئن ڪريان يار وا اتم اندر ۾ ۽ ٻاهر بلا

مار گيسو جي ڏنگڻ سان تي ويو "تارڪ" شهيد
حشر ان جو ٿيو نه ٿئي در ڪشتگانِ ڪربلا



عزيزو ڪيئن ملي مون عشق جي بيمار کي صحت
سوا ديدار جي ڪٿ طالبِ ديدار کي صحت

مليو محبوب جيئن مونکي رقيب ان رشڪ کيو لاغر
حياتي تائين ٿئي شل ڪين تنهن اغيار کي صحت

اسان کي ڪين ٿي صحت تہ ان جي ناهہ ڪا پرواهہ
اسان جي پي خدايا ڏي اسان جي يار کي صحت

لکيو دست سبوءِ دست ساقي آ دعا جي لاءِ
جو سمجهيائون تہ مسجد مان نہ ٿي ميخوار کي صحت

الاهي عشق وارن کي سلامت تا قيامت رک
نہ هڪڙي جهٽ بہ ڏي هڪ برهہ کان بيزار کي صحت

ٻڌو مون ڪالهہ هڪڙي طالب الدنيا کي صحت ٿي
چيم افسوس جو ٿي مائلِ مردار کي صحت

اسان مستن جو صبح و شام هي ورد و صدا آهي
هجي پيرِ مغان جي شال هڪ هڪ وار کي صحت

چون ٿا شعر اڄ ڪلهہ شاعرانِ سنڌ اي ”تارڪ“
مگر ڏسجي نہ ٿي اڪثر سندن گفتار کي صحت

هجي جنهن کي سخن سنجي جي دعوا ان تي لازم آهہ
بطور اصلاح ڏي ”تارڪ“ سندي اشعار کي صحت



حسنِ صنم جي هر گهر هر دم هلي حڪايت
ملڪين مقال پهتي وائي آهر ولايت

کهڙو انهن جو ڪم آ قرآن سان دُعا سان
صورت مان جن پڙهي آ تنهن جي اکين جي آيت

عاشق جي تنهنجا آهن تن تي جفا ڪرين تو
اغيار سان ڪرين تو چاڻي ٻجهي رعايت

تنهنجا نوان نوان تيا ناز و ادا ڏهاڙي
ڪڏ نازنين تنهن جي تي ناز جي نهايت

تي عشق جي ادب ۾ ان جي زبان وڃي
عاشق ڪري تو جيڪوان شوخ جي شڪايت

تيو حب پنجتن سان نروار آهي "تارڪ"
ان ڪي ڪري تو مهرون مولا علي هدايت.



نڪر جلدي منجهان هن نقل ناسوت
وري وڃ اصل تي تون ماڻ ملڪوت

بجذبئہ معنوي مدهوش ٿي تون
جدا صورت ڪان ٿي پي جام جبروت

اڏائي خيال پنهنجي جسم مان ڪي
لنگهي لاحد اندر ڏس لال لاهوت

خودي ڪان ٻڏجي بيخود من خدا چئو
فنا ڪر قطري کي منجھ بحر باهوت

بقا بالله ٿي، "تارڪ" فنا سان
وڃائي جان ڏس ري پاڻ هاهوت



سـجاڻي "ثـم وجهـ الله" تـي لاهـوتي ولامـذهب
جا آهـي رات سـو آ ڏيـنهن جـو مشـرق آهـ مغـرب

سـجاتي تـن سـچي صـورت پـجي پولـو پيـائي جـو
پڙهيـو جـن هيڪڙائـي جـو سـبق در معنـوي مڪتـب

وسـاري پـاڻ تـون پـس پـاڻ ۾ جيـئن پـاڻ تـي روشـن
پـروڙج مـام "معڪـم" ۽ "وفـي انفسـڪم اقـرب"

اڏاريـو جـن نفـس جسـمي منجهـان شـهباز روحـاني
لنگهي تن عرش ڪرسي ڪان لڌو منجهہ لامڪان مذهب

سـجاڻـ سـر پنهنجـي ري جيـڻ جـڳ ۾ اجـايو آهـ
تيـو جـن "من عـرف" مڪشـوف تـن "موتـو" ڏٺـو مطلب

سـدا پـي جام فـيض "فـاذڪروني" عشـق مـان "تـارڪ"
بلاشـڪ درد وارن لاءِ دوا هـي آهـي وهـ مجـرب.



سر مست جگر مست تي دل مست ۽ دم مست
مون ڪي ڪيو آهه فقط چشم صنم مست

هر ڪوئي هتي آيو منجهان ملڪ عدم مست
ڪو مست گدائي ۾ ته ڪو منجهه خيل حشم مست

ڪو فقر ۾ تيو مست ته ڪو مست غنا ۾
ڪو بخل ۾ تيو مست ته ڪو ساڻ ڪرم مست

اڄڪلهه جو ڪتي مست ٿيس روز ازل کان
مئي نوش بلا نوش ۽ سر تا بقدم مست

مستي کان سخن کهڙو چئي مست تي "تارڪ"
مس مست آ خط مست آهه مست قلم مست



ڪٿ مٺڙي عاشق وڃڻ ڪان انجو آهي يار جت
ايندو بلبل بي شبہ هوندو نئريل گلزار جت

سڪ سڄڻ جي جنهن کي هوندي ڪيئن رهي سگهندو پري
ڪاهي ويندو قصد مان ٿئي دوست جو ديدار جت

ڪٿ بچي ايمان سگهندو زاهدِ بي پير جو
نازنينن جو لڳي ٿو غمزهء خونخوار جت

مثل پونرن جي قرون ٿا گلرخن جي چوطرف
ات وٺون ٿا واس آهي حسن جي هبڪار جت

ڳالهہ هڪ مان بي ڪيائين ڪين آيس اعتبار
روبرو ڪيوان جي مون جي عشق جو اظهار جت

چوا جايو عشق وارن جي دلين تي داغ ڏين
ٿو انهن کي ات سڏين اچڻو اٿئي اغيار جت

ڪٿ اچي آرام تو ڙي سايۂ طوبیٰ هجي
روح کي راحت ڏئي ٿو سايۂ ديوار جت

عيب استادِ سخن جي شعر مان ڪيندا ڪٿي
نڪتہ چين جا چيندا اي "تارڪ" اچي اشعار جت



ڪر ڦٽا دنيا جا ڏنڌا جي ٿئي مولئٰ جي طلب
ڪين مولئٰ جي طلب ٿئي جي ٿي دنيا جي طلب

طالب الدنيا مخنث، طالب المولئٰ ٿيو مرد
تا چون آهي مونث جنهن کي عقبئٰ جي طلب

عاشقن کي دم قدم سان وصل جانان ٿو ٿئي
زاهدن کي سرڳ خاطر زهد تقويٰ جي طلب

نشءِ ذاتي وڏائڻ جو وڏو باعث بڻيو
ان صفت سان سالڪن کي آهه صهبا جي طلب

حسن بيرنگي نمايان ٿيو بتن جي روءِ ۾
عاشقن کي ٿي تڏهن رخسار زيبا جي طلب

ٿيو همہ اوست آ مقامِ صوفيءِ سرمست خاص
عالمن کي دين وملت فقہ فتويٰ جي طلب

حالتِ حلاج "تارڪ" ان کي حاصل ٿي ٿئي
جنهن کي صورت جي رهي سڪ اهل معنئٰ جي طلب



لنگهي ٿي رنج ۽ ارمان ۾ رات پوي ٿي سڪ سنڌي سامان ۾ رات
تڪي تارا اچي ٿيو پرھ پيدا گذاريم حسرت و ارمان ۾ رات
تصور زلف جي ۾ شب بسر ٿي پئي يوسف ڪي ڄڻ زندان ۾ رات
لنگهي وئي رات ساري رئندي رئندي هئي ڄڻ نوح جي طوفان ۾ رات
جنون جي جوش مان منھنجي عزيزو بسر ٿي جذبئہ و جولان ۾ رات
اھو ڇا ڄاڻي منھنجي رات جو حال گذاري جو تنبو طولان ۾ رات
ٿا فقراء فڪر ۾ رات ڪاٽن اميرن جي دنيوي ڌيان ۾ رات
پڙھان جيڪر دوگانئہ شڪر اٿندي سمھان جي دوست جي دامان ۾ رات
پڇي علم و خرد هيڪل ڪري ويا پئي جو عشق جي ايوان ۾ رات
قلندر لعل جي الفت ۾ ”تارڪ“ ٿو جاڳي شھر سيوستان ۾ رات



ماهروين جي محبت جو نه مُلن سمجهيو مت
چار تت عالم ٿا سمجهن پر ت پنجون آهي تت

لخت دل ڪائين ۽ خونِ جگر عاشق پين
اهو تو جيئن ڪاٺو اي زاهدا ختمي جو يت

جي گهرين جانب سان گڏ جالڻ سمهڻ جو ساءُ چڏ
ڏس سسئي ڪي مهڻ مان ڪيئن ڪري ويا جاڙجت

پير ڪڻ پِرَ جو پٺي پئو جيئن اتي پهچي وڃين
سڪ ڪٺي سونهين سڄڻ ڏي صدق سان ڪر ساهه ست

اٿ اندر آتڻ وجهي چرخو چلائج چت جو
ڪڻ پها پوٽيون سنياري سڪ جي سُٽ ڪي صاف ڪت

نازنين نروار پيهي آيو "تارڪ" جي اڱڻ
هاڻ اي اغيار منجهان ساڙ جي ويڳاڻو وت



جهاتي وجهي پاڻ ۾ لاهين هوڻ حجاب
تو ۾ آ پون اپ ۽ مهتاب و آفتاب

دريا بي ڪنار حقيقت جو آهين تون
هي جسم تنهنجو جڻ آهي پاڻي مثان حباب

شب روز ذڪر ذات حقيقت جي نور ۾
ڪر دُور پنهنجي ڏيان کان ظلمات خورد و خواب

بي چون بي چگون حقيقت آ تو سندي
باطن ڏسين تون لاهين جي ظاهر سند و حجاب

علم لدني درس کهين ۾ نه ٿئي حصول
جيسين رکين نه زير نظر قلب جو ڪتاب

ٿي مام "من عرف" جي فقيرن جي واسطي
ارشاد خاص شيرِ خدا شاهه بوتراب

"تارڪ" تصور حق ۾ جيڪي محو ٿيا
هر جاءِ حق ڏسن ٿا چڏي ڏوهه ۽ ثواب



عاشقن کي اصل کان دل آهي ديواني نصيب
آه وزاري انتظاري، زخم پنهاني نصيب

خلق جي خواري متن جا طعنہ ۽ ناصح جي پند
ڏک ڏهاڙي درد دائم رنج روحاني نصيب

ڪيئن سو فردوس برين ۾ گذ گذاري حور سان
دهر ۾ جنهن کي ٿيو آ عشق انساني نصيب

ڪربلا ۾ جن مسلمانن ڪئي آلِ رسول
شل نہ ڪنهن ڪافر کي ٿئي اهڙي مسلماني نصيب

جن ڪيو مردانگي سان يار تان سر کي فدا
شال سيني کي اها همت ٿئي مرداني نصيب

قيصر وفغفور کي آٽيان نظر ۾ چوپيلا
تنهنجي در جي جيڪڏهن ٿي مون کي درباني نصيب

اي رقيبِ خرخصالت توکي تا عاشق پٽن
رهندين فڪرِ رزق ۾ تينداءِ نہ شل ماني نصيب

جي ٿئي حاصل تہ ٿئي ديدار جي دولتِ نصيب
چا ٿيو جي ٿي ڪٺي هي دولت فاني نصيب



پنهنجي مشتاقن جي اڳتان مهہ لقا نا مار مپ
ناهہ طاقت تاب تنهنجي جي ڏٺي بينا جي ڊپ

چو اجايو ڏئي تون سهمان دل ڪي ساڙين تو سڄڻ
تنهن ڪي جي ڪپڙوائتي سر ڪپ ڪپڻ لاءِ آڻ ڪپ

مُنهن جي ڪعبي ۾ تيو آ خال هندو ڪي دخل
چا تيو جي ظاهري تسبيح ڪٺي پڙهيو سي جپ

تيئن سنڌء زلفِ دوتا ۾ آهہ قابو دل سندم
جيئن ڊڪڻ ڪاتين ڪي هڪ ٻئي سان ملائي ڪن ٽانپ

نقد دل جيڪو هيو سو سڀ لتي لحظي ۾ وئين
هيئن ڪرڻ گهر جي نہ تو ڪي مال مسڪينان هڙپ

برهہ تنهن جي ۾ پرين بدنام ٿيا سين بي سبب
تيئن منا ماٺو ڪري لالڻ ليو پائي نہ چپ

حد ٽپي هر ڪوئي تو بيحد ٽپي جو پير آهہ
جي فقير آهين تون ”تارڪ“ حد ءِ بيحد ٻيئي ٽپ



نہ تون پائن زلفن جا سنهڙا هي سپ
هٽن ڏنگ جيڪر تہ ڏئين تينگ تپ

اها آهہ مشاط مارن سان جا
بنا منڊ منتر تي ڏئي ڳن ڪپ

چڱو تا چون آهہ چاهِ ذقن
پياريو پياسن کي تنهن مان ڪا لپ

تيو جان بخش تنهن جو تبسم پرين
تي اعجاز عيان جي چورين تو چپ

محبت ۾ محنت اچي تي متي
هلي ڪين هرگز اتي لم تپ

سچڻ آئي راحت رسي روح کي
تئي عطر کان دور بدبوءِ ڏپ



عاشقن کي اِي سڄڻ سهڻا ٿون سيم و زر نہ آڇ
مال جا محتاج ناهن لعل دُر گوهر نہ آڇ

وصل تنهن جي ري انهن کي ہي تمنا ڪا نہ آهہ
عيش عشرت دولتِ فاني سندا هر هر نہ آڇ

جي ڏيڻ چاهين تہ پل آغوش ۾ ڏي جاءِ تون
ورنہ تن کي اطلس و مخمل سندا بستر نہ آڇ

برهہ جي بيهوش کي ڪو مشڪ زلفن جو سنگهاءِ
هي پلائي ڪر پلارا طبلئہ عنبر نہ آڇ

جي اٿئي ڏيڻو تہ اڄ ڏي بوسئہ چشمِ دهن
شهد ۾ شيرين ڪٿي آه قند ۽ شڪر نہ آڇ

خاڪ ڪر پنهنجي ڳلي سر اسان جي اِي سڄڻ
خاڪسارن کي خدارا مسجد ۽ مندر نہ آڇ

مت ڪٿي تنهن جي ڳلي جي ملڪ اسڪندر ٿئي
پنهنجي در جو ڪر گداگر، ملڪ اسڪندر نہ آڇ

جيڪي ہيا سڀ در چڙي، دروازي تنهن جي تي ڪريا
تن تي رک دست ڪرم، پنهن جو ۽ ہيو ڪو در نہ آڇ

ڏي انهن کي جنهن کي سڌ آ عشق جي اسرار جي
ہي کي اِيَ "تارڪ" ڪڏهن پي شعر جو دفتر آڇ



ڏسڻ اسان ڏي جي مانع اوهان کي آهي لڄ
اسان تہ تنهنجي ڏسڻ لئہ ڇڏي آ لاهي اڄ

الاجي ڪاڏهن افسوس تنهن جي ۽ منهن جي
ملڻ جي وقت پئي آهہ وچ ۾ ڪاهي لڄ

چون ٿا هڪڙي لڄ نئي بهشت ٻي دوزخ
ڏسون جي توڏي نہ ٿا پوءِ ڳجهو ٿي ڳاهي لڄ

ڪرين ٿو وقت ملڻ يار کو نہ ڪوئي عذر
گهي حياءُ گهي شرم گاهہ گاهي لڄ

ڇيم حسين پيا ڪن ٿا لڄ مون سان
ڇپائين وڏيڪ اسان کان ڪهين کي ناهي لڄ

وجهي بگاڙ ٿي هرد و فريق جي دل ۾
اگر هو ماٺهو هجي ڏيان وجي ڦاهي لڄ

وڃي مليس مان جيئن ان سان ڪنج خلوت ۾
ڪڇيائين ڪين سڃاتئين وڏيسين ٿاهي لڄ

متيون ڏيو ٿا عبث عاشقن کي اي ناصح
حيا و شرم ڇئو ڇاڪي ٿا ۽ ڇاهي لڄ

پڇائي دوست جو ديرو وڃي اي "تارڪ" رس
پڇيو نہ جن لڄ لاهي ڇڏيا سي راهي اڄ



عشق ري هٿي کي اختيار نہ ڪر — عقل تون هرگز پنهنجو يار نہ ڪر
اشڪ جو طفل راز کولي ٿو — اهڙو سنگتي ڪڏهن بہ هار نہ ڪر
هر نظر ناز سان مري ويندس — قتل جي لاءِ هٿ ترار نہ ڪر
سمجهہ دست جنون سياٿو ٿيءُ — دامن صبر تار تار نہ ڪر
وار هڪڙي سان قتل ٿي ويندس — ضرب مون تي تون وار وار نہ ڪر
هنجون هاريان ٿو تنهن جي فرقت ۾ — بهي حق يار هار هار نہ ڪر
مار ٿي زلف تنهن جو مارن ٿا — تن جي مارڻ تي مار مار نہ ڪر
دل تہ توسان گهري ٿي گڏ گهارڻ — دلربا ان کي ڏار ڏار نہ ڪر
ڪر خموشي کي پنهنجو شيوو دل — هجر ۾ ڏاڍيان يار يار نہ ڪر.



پرين توکان پري ناهي اندر واريون اکيون کي پٽ
پروڙي مام اقرب ڏس تہ ويجهو آهہ سو تو وٽ

ڪيو جنهن وهو معڪم اينما ڪنتم اشارو آهہ
اچٽي ان تي نہ جي ويساهہ ڇٽبو آهي تو ۾ کهٽ

ڪمر بستہ جي ڪاهيندين تہ ماڻيندين وڃي منزل
ڏسين جي رنج رولا راهہ جا تہ بہ منهن نہ موران مٽ

صفا ڪر دل جو آئينو تہ دلبر جي پسين صورت
انهي زنگار کي صيقل "لا" ساڻ هڪدم ڪٽ



اجل توکي اچي ماري انهي ڪان پاڻ اڳ ۾ مر
جي ڏرتي ڏوڙ ۾ تنهن ڪان اڳيئي سر سڄڻ وٽ سٽ

ڪرين ماتام ڇو مومل تي راڻي لاءِ ڇو روئين
تون من جي مينڌري کي ڏس وڃين ڍولڻ جي لئہ ڇوڏيٽ

هي سودو سر جو آهي ۽ مهانگو تو ملي ڏاڍو
مڇي ياڇي نہ آهي جا وڪامي تي ڪنهين جي هٽ

اٿئي جي نقد جان هٿ ۾ وهائج هي وکر "تارڪ"
هليا ويا جي هي واپاري تہ ساري عمر ڇپ پيو چٽ



تنهن جي ڏسڻ بنا نہ لڳي تو چمن لذيذ
تو سان رهڻ بنا نہ لڳي تو وطن لذيذ

اميد عيش وصل جي دل مان نہ ٿي وڃي
ان لاءِ منهنجو دل کي ٿيو رنج و محن لذيذ

جي جان و تن ڏيڻ سان ٿئي يار جو وصال
عاشق نہ آهہ جاڻي جو ٿو جان و تن لذيذ

قد و رخ صنم جو پيا ياد باغ ۾
دل منهنجي جاتو نہ ڪوئي سرو و سمن لذيذ

درگاهہ عشق سا جتي محنت کي مان آهہ
تاڪڻ جبل جو جاڻي ٿو ات ڪوهہ ڪن لذيذ



جي جام بيخود پئين پيرِ مغان وٽان
دنيا جو لڳي ڪين ڪي پاڻي ۽ ان لذيذ

زلفن جي بوسي مان تو يلا لطف ڪٿ اچي
آهي چڪڻ ۾ ڪين ڪي مشڪِ ختن لذيذ

مان هڪ نٿو چوان هيئن شاعر ٿا سڀ چون
"قند و نبات و شهد کان تنهن جو دهن لذيذ"

رب جو قسم تون ان کان ٻہ آهين مٺا مٺو
ٿيو جيترو تونگر ڪي پنهنجو ڏن لذيذ

چو ٿا اجائي مغز خوري شاعرو ڪريو
خلقِ خدا ۾ شعر جو ڪٿ آھ فن لذيذ

اهڙيون اکيون ڪٿي جو رکن شعر تي نظر
اڄ ڪو نہ پائين شعر کي تو ڪوئي ڪن لذيذ

عشق خدا جي بو تي اچي ان مان بار بار
توڙي چوي تو ڪين ڪي "تارڪ" سخن لذيذ



ايئن شب فرقت ڪيم ساجن ڪي سڏ
رحم آيو روح ۾ هر ڏاهه ڏڏ

مون جهانِ حسن ۾ سهڻا ڏسي
ديده بازي لاءِ لاتي آهه لڏ

آئون پنهنجي يار جي پاسي ٿيس
نازنينن راند ۾ ڪئي نند وڏ

هوڏ پنهنجي تان نه هو هرگز لٿو
گرچ واري مون گهڻوئي ان سان تڏ

عشق جي آتش ۾ جن جا جيءَ جليا
خود جلي ڪائي هما چوتن جا هڏ

جهڙي ڪرڻي تهڙي پرڙي ٿا چون
سيڪو واري سان پرينديو پنهنجي ڪڏ

ڪٿ نهالِ عشق ٿو ڪو مائجي
اشڪ جي نيڻن مان جاري آهه اڏ

سر زمينِ شعر تي هڪ بڻي پٽيان
ڏس سخن جا مون اڏايا ڪيئي مڏ

تي چيو ماڻهن ته "تارڪ" آچريو
ايئن شبِ فرقت ۾ ڪيم ساجن ڪي سڏ



مـن خــدايم تــہ عــين آ توحيــد
بــي خبــر ان جــي ٿــا ڪــرن ترديــد

انــا احمــد چيــو شــہِ لــولاڪ
ڪئي ڪتــابِ خُــدا جــي آ تمهيــد

انـــا عـــرب چيـــو بلا عـــين
شــاهہ مــوليٰ علــي بجــز تقليــد

چيــو بســطامي شيــخ ســبحاني
قــول ســرور جــي آ ڪئــي تائيــد

شــاهہ منصــور انــا حــق بوليــو
ســر رکــي دار تــي بصــد تجويــد

مــن خــدايم چيــو شــہِ عطــار
بــي ســروپا تــي خــوب بــا تجريــد

قمبــاذني چيــو شــمس تبريــز
ســر اظهــار ڪيــو بصــد تنقيــد

آهــ "تــارڪ" ســندم طريــق اهــو
تــوڙي مــلان ڪريــن تــون ســؤ تهديــد



دلبرن وٽ عاشقن جو سر ڪٽڻ آهي مباح
يا هڻي پيڪان پنبڻين جا قتل آهي مباح

دل ڪسي دلبو ڏئي پوءِ تو ڪڏين ڪنهن جي نه ڪاڻ
ان جي مذهب ۾ شروع ڪان منهن مٽڻ آهي مباح

مرغ دل ڪي زلف جي زنجير ۾ قابو ڪري
چا انهيءَ تي سيف ابرو جي سٽڻ آهي مباح

سونهن جا صياد سڀ هن راءِ تي ٿيا متفق
طير دل لئه زلف جي ڦاهي وٽڻ آهي مباح

گل پٽڻ روز ازل کان شيوهءِ گلچين آهه
بلبلن کي باغ ۾ ڪٽ گل پٽڻ آهي مباح

جيڪڏهن شيرين دهن اچلي ڪٽي آبِ دهن
عشق ۾ فرهاد کي ان جو چٽڻ آهي مباح

مفلسن سان بيوفائي سيمتن جو آه رواج
مالدارن جي محبت ۾ جيئڻ آهي مباح

سوز فرقت ڪان اي "تارڪ" جيڪڏهن گرمي رسي
ورهه وارن وٽ وڃي وائڪ جهڻڻ آهي مباح



فـراقن سـان ڦٿيئـ دل ڇـوانهـيءَ ڪـان يـار مـاري ڇـڏ
معافي خـون تـوکي آ بلاشـڪ ڪـم هـي ڪـاري ڇـڏ

تـپ فرقـت جـو دارون هـي ڏسـيو آ عشـق جـي ڏاهـن
انهـيءَ بيمـار کـي شـربت لـبِ شـيرين پيـاري ڇـڏ

اٿي جو خون منهن جي دلـي خـواهش تـہ جلـدي ڪـر
اي قاتـل تيـغ ابـروسـان اهـوادڪـوبـہ تـاري ڇـڏ

رهـين ڇـو دور دنيـا ۾ تـو مـايوس وحـزين هـر دم
ٻـڌي کـي اڻ ٻـڌو ڪـر ۽ ڏٺـي سـڀ کـي وسـاري ڇـڏ

لکيل جي ڪاغذات مختلف تـي شعر تـي "تـارڪ"
اُهـي سـاري سـنياري پنهنجـي دفتـر تـي اتـاري ڇـڏ



نہ سمجهي پاڻ پنهنجو بي خبر آهي تہ هي آهي
اڙي جو ڪفر دين ۾ بي بصر آهي تہ هي آهي

انا الحق کي ڪرڻ اثبات آهي راهہ پيغمبر
تہ جاڻڻ ميم ري احمد خطر آهي تہ هي آهي

پيچي جو قالبِ خاڪي، رکي جو روح کي روشن
رهي محوِ ڪمالِ حق، بشر آهي تہ هي آهي

نظارو ثم وجهہ الله ڏسي حق اليقين سان جو
ڪري گم ما سوا صاحب نظر آهي تہ هي آهي

ڪڍي دل قيد مذهب کان رکڻ وحدت اندر واصل
امارو عشق جو "تارڪ" اگر آهي تہ هي آهي.



دل داغ عشق تنهن جي ڪان داغدار آهي
جا داغدار آهي سا بيقرار آهي

اي شوخ شنگ تنهن جو وعده ملڻ جي خاطر
اقرار عار آهي، انڪار ڪار آهي

جو عاشق آهي صادق، سو هن جهان اندر
يا دلفگار آهي يا اشڪبار آهي

تنهن جي جمال جلوو هر دم ڏيکاريو پنهنجو
چا خارزار آهي، چا گل بهار آهي

اي دل نه ٿي تون ماندي، جنهن يار جو اندر ۾
تو انتظار آهي، سو در ڪنار آهي

"تارڪ" نجف جي شه جي دامن جهليج قابو
تنهن جي مدد مدامي دلدل سوار آهي



زال پٽ ڌيءُ برادار ماءُ
ڪيئن نہ ڪثرت جو بڻيو آهہ بناءُ

ذات هڪڙي صفات تي بيحد
تئي ڏُڪا ڪيترا تو هڪڙو پاءُ

عشق جو پيءُ پيالو تي بيخود
گم خدا ۾ تي تون خودي ڪي ڪاءُ

عاقلن ڪي پند عقل و خرد
عاشقن ڪي تيو محويت جو ساءُ

رکين تون ويساهہ همہ اوست سندو
مسلڪ صوفين سنڌي ۾ "تارڪ" آءُ



مسلمان ٿيئن ڪفر عشقي ڪماءِ
حسينن جي سجدي اندر سر نماءِ

تون ڪونهي تون ڪونهي تون ڪونهي تون ڪونہ
مگر ذات حق تنهن جي صورت سماءِ

ڇڏي ذات ناموس ننگ
سدا ڄاڻ موجود حق جي جماءِ

اها ڪل نہ پوندءِ منجهان زاهدان
وڃي انگ رندن جي رنگ ۾ رماءِ

نفي ٿيڻ لاءِ "تارڪا" روز شب
پيو نيڻ آتش فنا ۾ نماءِ



پري ڏي ساقي ان مئي سندو پيالو خاص
جنهن جي نشي ڪان منجهه وجد جان رهي رقاص

خورد تہ خوف رجا جي خلال ۾ آڻي وڏو
مگر ڪري انهي بند گمان مان عشق خلاص

پرين جي پاڻ پسائين ڪرين تون هٿ سان قتل
قسم خدا جو نہ آ تو متي سندم ڪو قصاص

اسان جي قبر تي گهر جي ٿو دهل جو آواز
ضرور ڪونهي ڪو اوراد فاتحہ و اخلاص

سگهو اي موج مدد ڪر تہ مشت خاڪ وجود
فنا جي بحر ۾ لوڙهي ڇڏيان ٿيان غواص

ڪرن ٿا ذات خدا ۾ جي ماسوا الله گُم
سي صاف صوفي "تارڪ" ٿيا محو حق شناس



نور تنهن جي ڪان ٿيو روشن دير مسجد جو چراغ
حسن تنهن جي جو ڪليل آ هر طرف هر جاءِ باغ

ماهه ڪان تا ماهي ٿي صورت سڀڻ جي جلوه گر
فرش ڪان عرش ڪرسي لامڪان تنهن جو سراغ

هر گل و ڪون و مڪان ڪان بوءِ تنهن جي ٿي اچي
تو معطر ٿئي انهي ڪان عشق وارن جو دماغ

ڪالهه ميخاني اندر مون ڪي سڏيو پيرِ مغان
رمز رندي جي ڪري تلقين ڏنئين مئي جو اياغ

ترڪ دنيا ترڪ عقبيٰ ترڪ هر شئي ترڪ ترڪ
عشق آديسين ڪي عالم ۾ بتايو هي سراغ

جي گهرين تا جلوهءِ وحدت وجودي ٿئي عيان
هيڪڙائي سان دوئي جي فڪر ڪان وٺ تون فراغ

ڪالهه سهڻن پاڻ ۾ ٿي چيو تا اج "تارڪ" سندو
سرد مهري ڪان بتن جي منجي ويو آ سوز داغ



عجب صورت ڪرشمہ ناز خوش ديدار لنؤ لائي
ڪلڻ وهسڻ ڏسڻ پائڻ متي گفتار لنؤ لائي

اکين ڪارين، مٺڻ چپڙن ڳلن ڪونئرن، نرم هٿڙن
سڏي سنئين سينڌ تي سندر سندي سينگار لنوءَ لائي

هلڻ هوريان، ڪلڻ ڏاڍيان ڏسڻ چوري وهڻ پاسي
قدم تڪڙي ۽ لوڏڻ پانهن منجهہ رفتار لنوء لائي

صحيفۂ حسن منهن دلبر جي تي ابرو جي بسم الله
اکين جي عين بيني جي الف اسرار لنوء لائي

تجلي طور بيچون تي وسي چشمن اندر جنهن جي
هٽي جهلڪو جلائي دل ڪي بي اختيار لنوء لائي

تيو سو جلوه گر جاني، ڍڪي پوشاڪ انساني
تڏهن عشاق ڪي هن مظهرِ اظهار لنوء لائي

سڄاتو جن سڄڻ سهڻو انهن هر شان ۾ پاتو
انهن جي دل ڪي شهر و دشت بر بازار لنوء لائي

رهي "تارڪ" جتي جانب، تنهين پاڙي تنهين واڙي
تنهين گهر تنهن اڱڻ ڪوچي در و ديوار لنوء لائي



دستگير اول سندم قيد و غسل کان ڪر خلاص
بيخودي جي ماڳ نيئي خود خلل کان ڪر خلاص

وسوسہ اوهام نفساني هٽي ڪئي دل سياه
خطره شيطاني وخبث و خلل کان ڪر خلاص

حب دنيا راس ڪل خطيئہ آهي حديث
حب موليٰ بخش ڪر طولِ امل کان ڪر خلاص

ڪر عطا پاڪيزگي انوار ذڪر ۽ فڪر جي
ظلمت و اوهام جي علم و علل کان ڪر خلاص

بخش ڪر العشق نارالله يحرق ماسوي
خاطر "تارڪ" تون اديان و ملل کان ڪر خلاص



ديد تنهن جي ڏس ڪيا ڪيڏا ڪلور اي نازنين
هڪ نگهه سان گهوٽ ڪيئي گهايا گهور اي نازنين

پاره پاره دل ڪيڊي ٿي پار تنهن جي پرت ۾
تون پرين جا ٿا پون پيا مون ڪي پور اي نازنين

واسطي تفريح دل تيغ تغافل تو سندي
برهه وارا ڪيئي ماريا بي قصور اي نازنين

جيئن پوي ٿي زور سردي تيئن سنڌء سڪ سوز ڪان
ٿا تپن سانداڻ دلڙين جا تنور اي نازنين

ڪم نوان سڀ غم نوان، ماتم، نوان همدم نوان
عشق تنهن جي ۾ نوان پاتم امور اي نازنين

مون قديم الخدمت آهيان، ٿو سڃاڻين مون ڪي ڪين
پيا سڀيئي ٿو سڃاڻين منجهه حضور اي نازنين

نينهن ڪان "تارڪ" پسي ٿو عشق ۾ ثابت قدم
غم نوان سختيون نيون، پيا سهس سور اي نازنين



جلوه گر نور حق ٿيو هر سو، وحده لا الاه الا هو
سوئي مسلم آهه سوئي هندو، وحده لا الاه الا هو

هڪ حقيقت آهي هر دو عالم جي ڇا عدم جي ڇا آدم جي
رمز وحدت جي وٺ ڪري قابو وحده لا الاه الا هو

ڪل شيءِ هو الحق آهي ري صوفي ڪنهن ڪي ڪل ناهي
سمجهه سر ڪي رکي مٿي زانو، وحده لا الاه الا هو

جوئي عابد سوئي گنهگار آهه جوئي سرمست سوئي هشيار آهه
سوئي دزد آهه، آهه سوئي ساڌو، وحده لا الاه الا هو

بلبليون باغ ۾ ڪرن چهه چهه ڪبڪ ڪهسار ۾ ڪرن ٽهڪ
سروتي قمريون ڪن سدا ڪوڪو، وحده لا الاه الا هو

جنين ”تارڪ“ وڃايو آهه خودڪي، لنگهي حد ڪان لاحد ڪي
اهي بيڙا ڳي تا چون بابو، وحده لا الاه الا هو



حسن تنهن جو آهه زاري گل بهاري اي صنم
برهه تنهن جو آهه باري بيقراري اي صنم

شوق تنهن جو آهه شعلو تو جلائي جان کي
سوز ساڙي سرت ساري هوشياري اي صنم

طالبن تنهنجن کي تن من آهه تهدل تنهنجي تانگهه
آهه زاري، انتظاري، جوش جاري اي صنم

ناهه ثاني تو سندو ساري خدائي ۾ سڄڻ
تنهن جي آهي تاجداري برقراري اي صنم

سڀ چني سگ ۽ سياپا لڙهه سنڌ لاري لڳس
تنهن جي ياري ڳل ۾ ڳاري پرت پياري اي صنم

نينهن تنهن جي ۾ ڇڏيو "تارڪ" سيو ناموس و ننگ
وڃهه نه گهاري مهرواري ڪر ستاري اي صنم



حقيقت حال منهنجي جي پڇو ٿا تہ چا آهيان
بظاهر عبده آهيان بباطن مون خدا آهيان

نہ جسم آهيان نہ جان آهيان نہ دل آهيان، زبان آهيان
سدا حق بي نشان آهيان مگر باقي بقا آهيان

اگر باصورتِ خاڪي مقيد خوار خود مون ٿيس
بمعنيٰ نور قدسي خوش لقاءِ باصفا آهيان

عيان منجهہ قيد جسماني، نهان منجهہ سير سبحاني
عيان رنگِ فنا آهيان، نهان نورِ بقا آهيان

ڪڏهن آدم، ڪڏهن نوح ۽ خليل ۽ موسيٰ ۽ عيسيٰ
ڪڏهن لولاڪ جو صاحب، محمد مصطفيٰ آهيان

ڪڏهن "تارڪ" سڏايان ٿو ڪڏهن ڪجهہ يي نہ پايان ٿو
خبر ڪهڙي ڏيان پنهنجي تہ مون ناهيان ويا آهيان



آهيان حيران حيرت ۾ نٿو ڄاڻان تہ ڇا آهيان
نہ آهيان ڪافر، مشرڪ، نہ ڪي مون پارسا آهيان

نڪي شيعو نڪي سني، نڪي ترسا، نڪي دهريو
نڪي مُلحد نڪي مرتد، نڪي صوفي صفا آهيان

بظاهر آدمي آهيان رڪان ٿو جسم انساني
بباطن بي مثال و بي سر و بي پا بپا آهيان

اگرچہ آهيان مون پڌرو عناصر چار کان پيدا
نڪي پاڻي، نڪي خاڪ ۽ نہ آتش نا هوا آهيان

ڪڏهن مون آهيان باخود ڪريان اقرار عبديت
ڪڏهن مون آهيان بيخود چوان ٿو خود خدا آهيان

ببحر ذات بيرنگي حباب آسا هڻي غوطا
فنا آهيان فنا آهيان فنا آهيان فنا آهيان

سڏايان نانءُ ٿو "تارڪ" علي مشڪل ڪُشا جو سگ
وگرنہ آئون اولاد عليءَ المرتضيٰ آهيان



ڪر مطالح درس دل ۾ عشق وحدت جو سبق،
چو ٿو اثلاثين قدوري، ڪنز ڪافيہ جو ورق

قطره کي جي خيال ۾ پئي بحر جي ڪنهن کي نہ ڪل
سي ٿيا خود بحر جي ٿيا بحروحدت ۾ غرق

يا الاهي جسم جي اندوھ ۾ گم ٿيو نور جان
تون مدد ڪر پرده، پندار خاڪي ٿئيم شق

رحم ڪر يا رحمت اللعالمين "تارڪ" مٿي
عمر جا دم بي بها برباد ٿين ٿا منجهہ قلق



صبر ڪر ناصح، سگهو هي لاھ لَٽ
ڇڏ نصيحت کي خدا جي نانءَ مَٽ

بوسئہ لب جي حلاوت ڇا چوان
ڪيئن متو چوندو جي گونگو کائي ڳَٽ

ڪين ايندين تہ بہ ڪبي توکي دعا
جان من هردم تون پنهنجي جاءِ جَٽ

حلقئہ وحدت کان ٻاهر وک نہ وجهہ
شاخ ڪثرت تي نہ وڃ ڇڏ ڪين ٽَٽ

مهر جي اُميد مهرويان ۾ ناھ
پنهنجي مطلب جي اٿن هي لهہ وچَٽ

نالہ ري"تارڪ"ڪيو آگم اڪين آهي تيئن
جيئن وسي سياري سد وري گاج جهَٽ



مون ڪان نہ سو منهنجو شل دلبر ٿئي ناراض
جي لوڪ ٿئي ناراض تہ بهتر ٿئي ناراض

ڪو ڀروسو آهي نہ سندس راضي رهڻ تي
هي جي رهيو راضي آهہ تہ سواڪثر ٿئي ناراض

هڪ وقت ٿئي ناراض تہ پرچائجي ان کي
راضي سو ڪجي ڪيئن جو هر ٿئي ناراض

جي عاشق ناراض ٿئي راضي نہ ڪري يار
تنهن لاءِ جڳائي قدر آهر ٿئي ناراض

تنهن لاءِ تون مون پنهنجو پيو اسلام لڪايان
جو مون سان نہ شل بتِ ڪافر ٿئي ناراض

زنهار جيئن پاڻ چوي تيئن ڪجي هائو
نہ تہ ظلم ڪڙو ٿيو جي ستمگر ٿئي ناراض

غم ڪان تو لڳي بستر گل خارِ پهلو
بي جُرم جو مون ڪان تو سمن بر ٿئي ناراض

جي يار ٿئي ناراض تہ "تارڪ" ٿئي غمگين
بلبل ٿي بي آرام جي گلتر ٿئي ناراض



چڏيم جي جسم هي فاني تہ سارو ساهہ تي پوندس
سرا پرده جي راز کان آگاهہ تي پوندس

سهاري تار زلف مشڪبو جي راهرو آهيان
چڏيم هٿ کان جي هي رشتو تہ پوءِ گمراهہ تي پوندس

سڄڻ سهڻي جي فرقت ۾ هي منهن جي جان ۽ دل
جلي ان جوش ۾ سارو سراپا آهہ تي پوندس

جڏهن هي ترڪ ويندو تي سرو سامان هستي جو
بصدر نيست تي آزار بي پرواهہ تي پوندس

غبارِ خاڪ لٿيو آهہ منهن جو گوهرِ ذاتي
غبارِ تن کان ٻاهر ٿيس تہ روشن ماهہ تي پوندس

سڄڻ جي قد بالا کان سندم همت بلند آهي
چڏيان ڪيئن دوست دامن مون تہ پوءِ ڪوتاهہ تي پوندس

شرارِ آتش عشق آهيان اندر آ خاڪ دنيا جي
وسيلي واو وصلت سان دکي آڙاهہ تي پوندس

جڏهن الموت جسر آهي، تڏهن ناهي مرڻ جو غم
فنا في الله مؤن "تارڪ" بقا بالله تي پوندس



ياد آهن يار کي سي جن کي آهي يار ياد
ناهه مون کي ڪا ضرورت سير گل گلزار جي
يادگيري يار جي ري سود ناهي جي هجئي
ناهه ڪا اُميد جو هاڻي بچي توبہ سندم
زاهدا پيرِ مغان کان پي وڃي جامِ شراب
منجھہ ڳلي دلدار جي منهنجون اکيون هارين جر
مون کي نالو يار جو ياد آهہ بيو ڄاڻان نہ ڪجھ
رند آهيان مست آهيان پڻ موحد جو نہ تم
جي ڏسين تون هو بت طناز جيڪر زاهدا
ڪين ڏي ڪي فائدو ذڪرِ خدا تنهن شخص کي
جي وفاداري ڪري هڪوار تون مون سان ملين
دل ۾ ڄاتم تي تہ ملندو يار چوندس دل جو حال
ڪيئن ٿهون تون مون ملڻ جي ڳالھہ تي
هو ملڻ منظور مون سان شاهہ خوبان کي مگر
شڪر الله هن جهان ۾ ڪو نہ ٿو پايان عدو
شاعرن ٿي مار سان تشبيهہ زلفن کي ڏني
ڪين ڪي پڙهہ تون وظيفا وصل دلبر واسطي

سا ملي دلدار سان دل جا ڪري دلدار يار
چشم نرگس زلف سنبل، آهہ گل رخسار ياد
مطلع انوار ياد ۽ مخزن اسرار ياد
فصل گل ۾ آيو ذوق ساغرِ سرشار ياد
جي چوين ٿو آهہ مون کي رحمتِ غفار ياد
آهہ مون جنات تجري تهتهاالانهار ياد
نفل نا اوراد نا دعوات نا اذڪار ياد
ڪفر ايمان دير مسجد ڪافر و دينداريار ياد
ڪين ات هرگز ڪرين هي جُبہ و دستار ياد
روز شب دل ۾ جنهين کي درهم و دينار ياد
نا ڪريان تنهنجو پرين جورو جفا آزار ياد
پر ڏنم ان کي تہ آئي ڪا نہ ڪا گفتار ياد
تندخو توکي آ انڪار ياد ۽ مون کي آ اقرار ياد
طبع شاهي تي نہ آيو وعده وارو وار ياد
چو جو دل ۾ آهہ مون کي دوست جو ديدار ياد
يار چيو ڪي بيو بہ ڄاڻو يا اٿو هي مار ياد
ڪر وظيفي جي بجاءِ "تارڪ" سندا اشعار ياد



ساقي شراب ڏي ويو مهينو صيام جو
ساغر کي اڄ ماهه ويو ناموس و نام جو

جا مئي ڪري ٿي هستيءِ ميخوار کي فنا
ڪونهي ڪو فڪر تنهن ۾ حلال و حرام جو

آرام منهنجو درد دلارام کان ٿيو رام
تنهن لاءِ رکان ٿو ورد دلارام رام جو

مون جا ميڪده ۾ ٿو ساقي هٿان پيان
سو جام جنهن کي هوند پئي شيخ جام جو

ترغيب هوند مئي جي مريدن کي تون ڏئين
واقف جي شيخ منهنجي ٿئين شربِ مدام جو

تسليم يار جي ۾ فنا هڪڙي ڏينهن ٿيس
هاڻي ضرور ناهه ڪنهين جي سلام جو

مون پيشوا طريقهء الفت سندو ٿيس
ڪافر اهو جو منڪر آهي امام جو

مون ۾ ۽ يار ۾ نه رهيو فرق درميان
محتاج ناهيان قاصد ۽ نام و پيام جو

جنهن راهه يار مون سان ملاقات ڪئي اچي
مقدور واٽ ان ۾ نه آ خاص و عام جو

ٿيو صيد تنهنجي بوءِ تي هي عندليب دل
ناهي ضرور تنهن کي گل اندام دام جو

سو چو نه خون پنهنجي ته عشاق جو ڪري
جنهن يار کي نه رهيو خوف انتقام جو

عاشق ٿئين ته وصل جي افسون واسطي
ڪر تون وظيفو مون سندي شيرين ڪلام جو

مرزا قليچ هوند ڏسي شعر منهنجو چئي
”تارڪ“ جو سخن فخر آ سوداءِ خام جو



مون مملڪت نظم ۾ خاقان سخن جو
موجود اڳيان منهن جي آهي خوان سخن جو
ميدان مضامين معاني تو ڪري طئي
جي ملڪ عرب ۾ ٿيان پيدا ها تہ جيڪر
جي حافظ وصائب ڏسي يا سعدي و جامي
پيغمبري جو ختم زمانو ٿيو آهي
ٿيو فڪر سخن منهنجو تہ ميخانہ معنيٰ
جيئن فهم سخن وڌندو تيئن ٿيندو
رسواءِ جهان رند آهيان گم نہ ٿي ويندس
بلبل، گل و قاسم، گدا، عاجز بہ هليا ويا
سانگي ۽ قليچ ۽ پڻ واصف ۽ مدد ڪي
اڄ قادري ۽ نياز پڻ ياد فقير آهہ
اڄ مبدء فياض جي انعام سان "تارڪ"

هٿ منهن جي ۾ ٿيو گوءِ چوگان سخن جو
مون ڏيان ٿو صلا آهي ڪو مهمان سخن جو
ڏيان طبع جي گهوڙي کي جي جولان سخن جو
"فرزدوق" چوي ها تہ تون "حسان" سخن جو
هرڪوئي چوي هوند تہ تون سلطان سخن جو
نہ تہ مون مٿي نازل ٿيو فرقان سخن جو
هي شعر سندم جام ۽ پيمان سخن جو
هر وقت روان منهنجو ئي فرمان سخن جو
مون ڪان پوءِ ڪندو شهره هي ديوان سخن جو
ڪنهن کي مون ہڏايان وجي تہ بيان سخن جو
ڏيکاريان ٿو مون پنهنجو تہ امڪان سخن جو
مخلص مون انهن آهيان ياران سخن جو
ٿيو سنڌ اندر فائض فيضان سخن جو



پاڻ ۾ پيچرو پنهل جو آهه
ڪين سسئي وڃي وندر ووڙ

تيئن آرام وصل جو ملندو
پرت ۾ پاڻ پنهنجو خوب پتوڙ

قيمتي ويس ۽ وڳا پهري
سپ سک مان پاسهه سک ڇوڙ

ناز وارن سان تو جڳائي نياز
شوخ ڪي "تارڪا" ٻئي هٿ جوڙ



وڏي شل سدا ورهه وارن جي ويڙ
الاهي پري تائين تنهن کي پکيڙ

خبردار تن تي گران جان نه ٿئي
نه مستن تي عقلي قصا آڻي ڇيڙ

خريد و فروخت جي بازار دنيا
ڏئي نقد مال محبت کي ميڙ

تيو هر ڪو فعلن جو مختيار آهه
اي زاهد تون مستن تي دوڙا نه تيڙ

هي حيرت ۽ عبرت جو آهي مقام
ٻڏي واقعا اهڙا واچون نه تيڙ

وني صلح جو واءُ هڪوار ڏس
وڻيئي جي "تارڪ" نه ڪنهن سان نه جهيڙ



عشق جو عالم آهيان، واعظ آهيان وحدت سندو
ٿو چوان اسرار مون حلاج جي حالت سندو

ذات بيرنگي ظهورو ڪيو اچي هر رنگ ۾
ملڪ معنيٰ جو ڇڏي تڏ سير ڪيم صورت سندو

عشق ئي مون کي عطا ڪيو هي سخن جو گنج آهه
ڪئن ٿيان محتاج دنيا دار جي دولت سندو

ٿيس پري پيري بزرگي نيڪ نامي کان صفا
حرص ناهي ڏن نه نذراني نه ڪنهن دعوت سندو

سڀ طريقا ترڪ ڪياسي شغل ذڪر ۽ فڪر جا
عشق اسان جو ڪين تابع ٿيو ڪنهين ملت سندو

من خدا جي ماهيت معلوم ٿئي دل جان کي
هاڻ مون کهڙو ڪيان اقرار عبديت سندو

منجهه حقيقي ڪفر "تارڪ" قرب مان ڪاهي پيو
فڪر ناهي هاڻي ڪنهن جي رحمت ۽ لعنت سندو



## (صنعت موصول)

| | |
|---|---|
| سڄڻمســـــڪگهٽيتنهنجيملڻجي | سڄڻ مل سڪ گهٽي تنهن جي ملڻ جي |
| طلبتنهنجيچپنجيتيچمڻجـــــي | طلب تنهن جي چپن جي تي چمڻ جي |
| هميشـــــهحبنهگهٽجيهڪپليتي | هميشہ حب نہ گهٽ جي هڪ پلي تي |
| پنهلپنهنجيپڪيپختيپســـڻجي | پنهل پنهنجي پڪي پختي پسڻ جي |
| سڪيصحبتڪيهيمنمســـتمنهنجو | سڪي صحبت ڪي هي من مست منهن جو |
| نههمتتنهنڪيبيهڻجيهلڻجـــــي | نہ همت تنهن ڪي بيهڻ جي هلڻ جي |
| مٿيمحبتمليهنمجيبهتـــــــر | مٿي محبت ملي هن ۾ جي بهتر |
| مٿيمنهنجيمٿيسختيســــــهڻجي | مٿي منهن جي ۾ تي سختي سهڻ جي |
| هڪلتنهنجيهليجهٽتيحبيبـــــا | هڪل تنهن جي هلي جهٽ تي حبيبا |
| ٻليگمٿيهٽيپنتيچيڙجـــــــي | ٻلي گم تي هٽي پنتي چيڙ جي |
| عقلجيعلمجيگمٿيحقيقـــــــت | عقل جي علم جي گم تي حقيقت |
| تيڳڻهٽعشـــــقجينڪتيميڄڻجي | تي ڳڻ هٽ عشق جي نڪتي ميڄڻ جي |
| طبيعتمٿيحڪمتحقجيپيـــــدا | طبيعت ۾ تي حڪمت حق جي پيدا |
| نهڪنهنڪيســـگهتنهن۾هٿهٽڻجي | نہ ڪنهن ڪي سگهہ تنهن ۾ هٿ هٽڻ جي |
| هجيمشـــــفقمٿيجنهنجيمڪمل | هجي مشفق مٿي جنهن جي مڪمل |
| گهٽيمحنتنهتنهنڪيٿيســـــڪڻجي | گهٽي محنت نہ تنهن ڪي تي سڪڻ جي |
| لکيمن۾ســــــخنڪيوجمعتارڪ | لکي من ۾ سخن ڪيو جمع ”تارڪ“ |
| فقطهجتتيهتهنهڪلکڻجـــــي | فقط هجت تي هت هن هڪ لکڻ جي |



## (صنعت واسع الشفتين)

جن ڪي ساٽي رهي ٿو تنهن جو توهہ
تن ڪي کهڙو گناهہ يا ڪو ڏوهہ

هجر آهي هٽي ڪيو هيٽو
ٿو لڳي هڪڙو ڪوهہ جڻ صد ڪوهہ

ڪارگر آهہ ڪا نہ ڪا ٿي ٿئي
دل دلدار آهہ يا ڪو روهہ

عشق جي آڳ ٿي جلائي دل
حسن ڪوري اندر ٿئي ٿو لوهہ

دل ڪسي سڄڻ چو ٿئين پاڪي
اهڙو گهرجي ڪرڻ نہ توکي ٻوهہ

حسن جو قدر ڄاڻي ٿو "تارڪ"
عاشقن جو سدا سچار گروهہ



عشق جي آثار ڪان ٿي ويا سيئي يڪبار چپ
عقل چپ ادراڪ چپ فڪر چُپ، افڪار چُپ

ڪالهه ميخاني ۾ ساقي مئي ڏني جنهن ڪان ٿيو
مست چپ هوشيار چپ بيهوش چپ بيدار چپ

مہ لقا جو منهن ڏيکاريو ٿي ويو تنهن جي سبب
رنج چپ ارمان چپ افسوس چپ، آزار چپ

عاشقن تي جڏ ڪليو سرِ حقيقت تڏ ڏنئون
ڪفر چپ، اسلام چپ، تسبيح چپ، زنار چپ

ڇا سبب جو هن بتِ طناز ڪان سڀ ٿي ويو
عار چپ ۽ پيار چپ، انڪار چپ، اقرار چپ

منجهہ شبِ فرقت مون ڪي آيو نظر ۾ تي ائين
خويش چپ، بيگانہ چپ، بل هي سڄو سنسار چپ

موج محويت سبب، ”تارڪ“ جي دل مون ٿي ويو
ذڪر چپ، ۽ فڪر چپ، اسرار چپ، انوار چپ



## (صنعت تقليب قافيہ)

روز تنهن جي روح ۾ سڪ ۽ طلب جي تار رات
بيخودي ۾ برھ جي بيوس ڪريان بيتاب بات

ٿي خيالِ خوبرو ۾ خوشنوائي آ سندم
جنهن اڳيان ڄاڻان ٿو بلبل ٿو ڪري بي تاب بات

جي ڪريان ٿو آتشين رخسار جي وصف ۽ ثنا
خشڪ لب گرمي ڪان ٿئي ٿو ۽ سخن جو تاو وات

حسن تنهن جي سان ڇا نسبت ٿي قمر جي نور جي
ماهرو جي منهن اڳيان ڏسجي ٿو ماھ تام مات

توکي اي مشتاق مهلت آهي قاتل کان ملي
جلد ڪري ديدار دلبر ڪيستائين تاڪ ڪات

مردجي آهين اي ”تارڪ“ ڪنهن جي منت ڪيم ڪر
برلبِ دريا مرين تہ بہ تن ۾ تسيو تاس تات



## (نرالو نمونو)

هر حال ۾ خدا چاڻ، هر حال ۾ خدا چاڻ
ٻئي سڀ ڪي بيبقا چاڻ ٻئي سڀ ڪي بيبقا چاڻ

باقي خدا جو نالو، باقي خدا جو نالو
ٻي چيز ڪي فنا چاڻ ٻي چيز ڪي فنا چاڻ

در پئي زوال دل و جان، درپئي زوال ايمان
هو سهڻو مهہ لقا چاڻ، هو سهڻو مهہ لقا چاڻ

پر نور روءِ دلدار، زلف سياهہ خمدار
هو صبح هو مسا چاڻ هو صبح هو مسا چاڻ

شيرينئي لب لعل ۽ بوسئہ رخ و خال
هر درد جي دوا چاڻ هر درد جي دوا چاڻ

منجهہ فصل گل منثار، دافع الم ۽ آزار
هي باده دلڪشا چاڻ هي باده دلڪشا چاڻ

"تارڪ" جي قول کي تور، ويسهہ ڪري اندر اور
هي نڪتو بي ريا چاڻ هي نڪتو بي ريا چاڻ



پچي دل ۾ ٿو سودا خام تي خام
پڪاري دل ٿي تنهن جو نام تي نام

ٿو لٽڪي زلف مشڪين خط سيهه تي
سو آهي عاشقن کي شام تي شام

مگر ڏورين کي ڏيکاريندو جلوه
بنائي ٿو پرين جو بام تي بام

جتي ناهي وسيلو ڪو وڃڻ جو
اتي عاشق وڃن ٿا گام تي گام

اشارا تنهن جي ابرو جا اسان کي
ڏين موتوا سنڌي ٿا مام تي مام

برهه جو باز منهن جي دل کي اڪثر
نظر جي باغ ۾ ڏئي جهام تي جهام

ڇڏي ٿو زلف کي هو يار ڇوڙي
وجهي ٿو عاشقن کي دام تي دام

نشي ۾ تار ٿيو "تارڪ" تنهين ڪان
مئي وحدت جو پئندي جام تي جام



## غزل 1
## (ديوان جلوس التارڪين مان)

ازل کان جي شرابِ عشق سان سرشار ٿي آيا
وڏا سي رتبۂ توحيد کان سردار ٿي آيا

انهن سان ٿيو نبي همراهہ سي سالم مسلمان ٿيا
ولايت ۽ ڪرامت سان سچا مهندار ٿي آيا

اهي آهن الوهيت سندي اسرار جا ماهر
دوئي کي تن ڪيو گم ساڻ هڪ اظهار ٿي آيا

امامت عشق جي تنکي ڏني ڏاتر منجهان رحمت
وڳو وحدت جو پهري صاحبِ دستار ٿي آيا

الوهيت جي ميخانہ مؤن جامِ وجد پيتائون
نشي ۾ نينهن جي مخمور ۽ ميخوار ٿي آيا

ادب جو تاج تنجي سراقامت تنجي عظمت سان
حقيقت جي حرم ۾ عشق جا اسرار ٿي آيا

انانيت سندي اطوار جا آگاهہ سي عاشق
شهودي شوق ۾ باهوش ۽ بيدار ٿي آيا

اٿن اسرار ذاتي جي خبر ٿيا گم خدا ۾ ۽
سي خود ستار ۽ جبار ۽ غفار ٿي آيا



## غزل 2

جوش جذبو درد غم آزار هي سڀ ٿول پنج
برھ جو مارين ٿا بيمار هي سڀ ٿول پنج

جڪ الم ۽ سور سختي ۽ عشاق تي
ٿا وڌائين بيڪسي جا بار هي سڀ ٿول پنج

جشن فرحت ۽ خوشي عشرت مزو لئي عارفين
ڪم ڏين ڪوئي نہ منجھ سنسار هي سڀ ٿول پنج

جوت چمڪو روشني جلوو ۽ نوڙ لايزال
عشق ذات حق جا ٿيا اسرار هي سڀ ٿول پنج

جام آئينو تصر ۽ گنج ۽ طائوسي تخت
ڏس تہ ڪيئن گم ٿي ويا نروار هي سڀ ٿول پنج

جوڳ نقر فاقہ ۽ ڪنج قناعت خامشي
جلوھ وحدت جا ٿيا انوار هي سڀ ٿول پنج

جنگ ۾ تير ۽ تلوار گور ڳورو زرھ خود
پاڻ سان هردم رکن هموار هي سڀ ٿول پنج

جبہ و دستار مسواڪ ۽ ٺٽي ڪوزو عجيب
زاهدن جي دل جا ٿيا دلدار هي سڀ ٿول پنج



## غزل 3

يادگيري ۾ ڪچائي توکان ٿي مون کان نہ ٿي
برهہ ۾ پڻ بيوفائي توکان ٿي مون کان نہ ٿي

يار جي دل وصل جي دلبي سان يڪدم کس ڪرڻ
نئي ڇپائڻ شيءِ پرائي توکان ٿي مون کان نہ ٿي

ياڪي ۽ گوشي گذارڻ، قرب وارن تي ستم
چال چنچل هي سدائين توکان ٿي مون کان نہ ٿي

ياوهہ اغيارن جي تي ڪن ڏيئي وهڻ، ان تي هلڻ
قرب ۾ هيئن ڪج ادائي توکان ٿي مون کان نہ ٿي

يخطف الابصار عشاقن تي ٿيو ظلم ۽ ستم
اي رقيب اهڙي انڌائي توکان ٿي مون کان نہ ٿي

يثرب ۽ بطحا گهمڻ سان پيي رکڻ دل ۾ ريا
پارسا هي پارسائي توکان ٿي مون کان نہ ٿي

يوم وصل اهل طلب کي هٿ ڏيئي ۽ پوءِ لکڻ
دلربا هئن دلربائي توکان ٿي مون کان نہ ٿي

يا خدا مشتاق ٿيا تنهن جا خدائي ۾ غمين
تن لاءِ ناهڻ غم خدائي توکان ٿي مون کان نہ ٿي

يا ور اهل عشق جو ڪڏهن نہ ٿيئن اي شوخ و شنگ
اهڙي ڏاڍائي وڏائي توکان ٿي مون کان نہ ٿي.



## محمود نامو نيچرل

مس بيير جو گلاس ڏي مون دير ساله را
منجهه ڪلب وٺن مان جو چکيو آ گلاس جنهن
ناٽڪ ۾ تو جو گانو ٽي ايڪٽر بٽي ڪيو
ٽيبل تي جو ٻنر ٽيو سوڪائي ڪوئي خود
ڪالر گلي ۾ وهه جو وڏ و ناز مان تو ميم
مسٽر چيئر تي تو پڙهي ڏس ينگ انڊيا
هوءَ ميم مون کي چئي ”ماء ڊيئر سر“ اچ

شرمنده ساخت آهوئي چشمت غزاله را
ديگر بدست خويش نگيرد پيا آ را
بلبل ز روي زرد ڪشد آهه و ناله را
مشڪل توان گرفت بدست اين نواله را
ڪس گرد مه نه ديد بدين گو نه هاله را
چون مثل او نه خواند ڪسي اين رساله را
نيڪ ڪند مطالعه گراين قباله را



ڏي تون مون کي مس پيالہ گاهه راس وگاهه چپ
ڪيئن ٻچي توبہ سندم هائوس ۾ جو خاص بيير
بائبل مس تي پڙهيو ان کي ڏسي ملا پڳو
ڪيترا ليڊي مٿي تو مست جينٽلمين ٿيا
وصل تنهنجو گارڊن ۾ آ عشاقن واسطي
ڪالهه گرجا ۾ هئي ”تارڪ“ جي لئہ ليڊي حسين

از شراب دير ساله گاه راس و گاه چپ
مي ڪند ساقي حواله گاه راس و گاه چپ
از خجالت اين رساله گاه راس و گاه چپ
رونمائي همچو لاله گاه راس و گاه چپ
ليڪ هجرت همہ پو زاله گاه راس و گاه چپ
ساقيءِ مشڪين ڪلاله گاه راس و گاه چپ



ڏٺم توڪي جو مس ناز سان هيچ    زوصفت مي نيار بر زبان هيچ
چوان چا چيلهہ ان جي جو بيان مون    ڪہ عقل آگهہ نگشتہ زان ميان هيچ
ملائين گاڏ پنهنجي مهر سان تون    بعاشتي آن مہ نا مهربان هيچ
نهي نڪتاءِ ڪالر سان تي مونکي    ڪنبود گل چو اودر ربوستان هيچ
وٺي تو يوحنا جو مون کي انجيل    ڪہ جز ذ ڪرش ندارم بر زبان هيچ
چيو گڏ باءِ مس جاتم اتاهون    نشان شوخي ديگر ازان هيچ
ڏٺم سينما "تارڪ" هئي نہ ليڊي    دل نشگفت بي رويش ازان هيچ



توڪي دل ليڊي يار ميگويد    وصف تو صد هزار ميگويد
تنهن جي رومال ۾ رهي تو سينٽ    خلق مشڪ تتار ميگويد
ڏسي ديول ۾ مس جو ڳل هي دل    وصف رخسار يار ميگويد
ڏسي يورپ ۾ خوب ليڊين کي    ترڪ مردم شڪار ميگويد
ميم، واٽر سنڌء کي ول منهنجي    بادہء خوشگوار ميگويد
عشق پنهنجو مسين کي "تارڪ" ٻڌاءِ    ديدہء اشڪبار ميگويد



تنهن جي بائيسڪل ۾ ڏاڳ سندو پيش مردم چرا ڪنم اظهار
ڪارو ماٺهو ٽيو ڏيم فول مثال زينهار از قرين بد زنهار
ري براندي جي آهي واٽر باهہ وقنا ربنا عذاب بالنار
ٽيس جدا توڪان نہ وٽي تو فوڊ ريزم از ديدهہ اشڪ چون گلنار
ساري گارڊن جو سير مون ڪيو آهہ نيست گل چون رخت يڪي زهزار
”تارڪا“ تير عشق ليڊي جو در دل من نشستہ سوفار



ٽيو عشق ليڊين جو آرام دل برآيد ازو عاقبت ڪام دل
ڪٽي ان جو سرونٽ پرهت ڪندو مرا از مئي لعل او جام دل
پري پاڻڪان مس ڏسندين نہ ڪو نيابد نشان من و نام دل
اهو آهہ مستر جو وسڪي منجهان ڪندو روز هجران سرانجام دل
مون ڏگري ۾ پاور ڪيو حاصل ستت ڪزانها بہ از صبح شد شام دل
وٽي جنهن ڪي فيشن ٽوانگريزي ڪين نميد اند آن سفلہ اڪرام دل
تون ”تارڪ“ سان فٽ بال ڪيڏ اي مس عجب رام شد باتو آرام دل



پري ڪيو لنڊن ڪان يارو مونکي هاءِ فراق
مون ميل اسٽيمر تي چڙهي رسيس منجھ ڳوٺ
تون روم منهنجي ۾ هڪوار جي اچين ليڊي
تي ويو جينٽلمين ۽ وجي هو لنڊن ۾
مون پاتو سوٽ ۽ آهي ڪيڏي ڏنگي جي سينڊ
هلي آءُ پادري منهنجو ڊنر ڪر قبول
قسم ڪٿان ٿو بڪنگهم محل جو اي "تارڪ"

اسير بند جفا ڪرد مبتلائي فراق
ڪ غير صبر نديدم دگر دوائي فراق
شود خلاص دل خست از جفائي فراق
بگوش هرڪ رسد همچومن صدائي فراق
ڪجا است خوار تر از من ززخمهائي فراق
قدم بن بخدا سوئي بينوائي فراق
ڪ آبرو ئي من آيد زگريهائي فراق



# سرائڪي ڪلام

سانوڻ آيا سينا رل مل ويڙهي اپني ميل ڪيتا
پيگهان پايان پٽ دي پوشاڪين ڦرڪي خاصا ڪيل ڪيتا
نيان دي وچ ڏاوڻ ڪيتي تيار مٽي تي تيل ڪيتا
وچ آوڻ دي "تارڪ" دي دلدار عجيب تي سيل ڪيتا



ياڍون وچ دلدار ڪيتي شب روز ميڏي دل جلدي هي
باهہ برهہ دي درشن ڪيتي سيني دي وچ ٻلدي هي
دم دم وچ دل ماندي هي تي تانگهہ لڳي پلپل دي هي
"تارڪ" عشق دي آگ اندر وچ ٻلدي روز ازل دي هي



ڪتي اسوهہ اسان ڪون هردم برهين ٻاڻ مريندا هي
بار برهہ دا اوڪا باري ساڏي سر ڏريندا هي
بيخود بيوس بي سر بيحد تيڏا سوز ڪريندا هي
"تارڪ" عشق عشاقان دي سر سڀ ڪجهہ ڪر گذريندا هي



ماهہ ڪتڪ آ مئنون يارو مست و مست بنايا جي
ڦير نظر چوڏاران ڀالا يار اڄڻ نهين آيا جي
سول فراق اندر هي ڏاڍا ڪنهن ڪون مين نہ سٽايا جي
"تارڪ" يار سڄڻ جي سڪ وچ اپنا هوش گنوايا جي



ماهہ مگھد دي آڪي مئنون بيخود بي سر ڪيتا هي
جوڳي بنڪي مندران پاڪي جيڙا ميڏا جيتا هي
پڳوان ويس بنايم اپڻا نينهن شرع نون نيتا هي
"تارڪ" اپڻا جِي دلبر دي دامن اندر سيتا هي



تون چيٽ ديوچ ويساک ديوچ تون جيٺ ديوچ اظهار صنم
تون هاڙ ديوچ ساون دي وي اندر تون ڀاد ون دي آثار صنم
تون آپ اسوج ڪتي وچ هويا آپ مگھردي ڪار صنم
وچ پوهہ تون هين وچ ماگھ توهين وچ ڦڳڻ دي "تارڪ" هار صنم



اج چيٽ ڏنا دلبر نہ مليا آ عشق اندوهہ مچايا هي
گلزار کليا سڀ ميوي پڪي پر يار نہ حسن وکايا هي
سڀ مرغ چمن سوسن تي سمن وچ صحن چمن دي سهايا هي
شب روز روان وچ هجران مين جو "تارڪ" يار نہ آيا هي



ڏنا بيساک بيساکي دا ميلا لوڪان آڻ لڪايا هي
اسان ڦرون وچ درد الم دي سهڻا يار نہ آيا جي
جنهن دي هجر وچ حال اپنا مين ڏاڍا زار بنايا جي
"تارڪ" جنهن دي ڪيتي حيران جلدي ميل خدايا جي



چيٽ ماھ ول آيا ليڪن دلبر نون ڪٽ پاوان مين
لير ڪتيربٽي سڀ ڪپڙي ڪينڪر سيس ڳنڍاوان مين
رورحال ضعيف ٿيا هڻ ڪنهن نون درد سڻاوان مين
جي گهر ميڏي يار آوي وھ "تارڪ" عيد مناوان مين



ماھ هاڙ ڏنا مئن ليڪن دلبر پاس نہ آنداهي
آتش عشق دي ڀڙڪا ڪيتا هجر دي وچ من مانداهي
قاصد ڪل ڏي يار سڄڻ دي جنهن بن ڪجهہ نهين پانداهي
"تارڪ" دا خط جلد پڄا دلدار اسان دا خونداهي



پوھ مهينا آ ميڏي دل وچ ڀالا مار ڳيا
ڪانگ اڏاوان ڦالان پاوان دلبر مئن وسار ڳيا
هجر صنم وچ هارڳيا سينگار ڳيا سنسار ڳيا
ڪنهن ڏينهن يار نہ ايوين پڇيا "تارڪ" ڪهڙي پارڳيا



ماگهہ دي وچ مئن مانگهي چٿوان ليڪن هجر دي هاري هان
سينگيان وچ سينگار ڪران ڪيون اپني يار وساري هان
سڪيان يار سڄڻ رل وس دا ليڪن مئن تان ڏاري هان
"تارڪ" آجي محبت ملي وچ ويڙهي سڀ دي پياري هان



ڦِگڻ دا مهه ڦلاريا اپڻا يار نه پايا مئن
لوڪان گل ڦل چنڻ دي باتين درد فراق ڪمايا مئن
سڄڻ نه آيا ويڙهي ميڏي رو رو پاند پسايا مئن
”تارڪ“ يار ملڻ دي ڪيتي ول ول ڪانگ اڏايا مئن



دلڙي ميڏي دلبر سائين روز اڏاوي ڪانگي، تيڏي سانگي.
سرتي سهندي سهڻا سائين عشق دي سول اٽانگي، تيڏي سانگي.
بيخود بي سر بيوس هوئي، سڻ ڪربرهه دي بانگي، تيڏي سانگي.
تيڏي محبت وچ مجنون هوئي، مجنون وانگي، تيڏي سانگي.
”نجفي“ ڪون هي نيهن تيڏي دا دلدي اتي دانگي، تيڏي سانگي.



جوش خروش وچون مدهوش ٿي ويکن جلالي، مرد موالي.
شوق شراب پيون سي ڪيفي ڪيف ڪلالي، مرد موالي.
في انفسڪم فرمودا سڻ دمدم رهن وصالي، مرد موالي.
فڪر فنا وچ رهن بقا خوش خاص الخاص خيالي، مرد موالي.
ذاتي ذوق ڪنون ٿي زندهه حال حصي وچ حالي، مرد موالي.
زهد عبادت دي عادت تون رهندي خالص خالي، مرد موالي.
”نجفي“ نيهن نشانبر ڪيتي سي وحدت دي والي، مرد موالي.



مئن گهر آيا يار وي ميان۔ مل مل سهليان ڏيون مبارڪ،
پهه پوشاڪ پرت دي آيا۔ سرس ڪري سينگار وي ميان،
آئي اهندي عيد جو هوئي ڪليا باغ بهار وي ميان،
نال "تارڪ" دي چوڻي سن وچ۔ نيهن لاتس نروار وي ميان



بار ملامت سر تي چايم عين الحق بن ڪي آيم
روح رهيا هي رنگ وچ روشن وچ وحدت دي وجود وڃايم
ڪٿ اسلام ڪيتم اظهارا ڪٿ ڪافر تي ڪفر ڪمايم
ڪعبي مول نہ قصد ڪريسان آپ وچون رب اپنا پايم
عاشق هوڪي تيڏي رخ تي "تارڪ" اپنا نام ڌرايم



برهہ دا ديکو باغ بهار وهہ وهہ حسن چمن چوڌار
باغ بهار بنيا بي چوني جنهن وچ گلڙي گونا گوني
ظاهر هوئي بوءِ بطوني هرجا هُودا تيا هيڪار
نور حضور ظهور ظاهر جيڏي ڪيڏي اندر ٻاهر
عاشق هوندي بيخود ناظر ويک ڪي ديدان دا ديدار
وچ ميخانہ محبت والي پيندي عاشق پرت پيالي
چلندي التي التي چالي بيخود هوڪي بي اختيار



Scanned with CamScanner

بوند حسن دي برسر برسي، برسر برسي تل نہ ترسي، محبت ميگهہ ملهار هوئي ري
رعد دمادم ماري نعرا، ماري ناري هوهونگارا، انا لحق گجڪار هوئي ري
برهہ دي بجلي چمڪ چلاوي، چمڪ چلاوي، غير جلاوي، چو طرف چمڪار هوئي ري
عشق ازل دي بوند بهاري، بوند بهاري بي اختياري، "تارڪ" سر سزا وار هوئي ري



ويک مظاهر دي وچ ظاهر جوڙ جمال الله دا الله دا
وحدت والي ويڙهي ويکو قرب ڪمال الله دا الله دا
مڪتب عشق دي وچ پڙهيا ورق وصال الله دا الله دا
همدم حڪم حسن دي هلايا هوڪا حال الله دا الله دا
"تارڪ" بيخود برهہ بيانون مست مقال الله دا الله دا



برهہ دا بار برسر باري چم سرچايا مئن وومئن
هوڪا ڏتم حقيقت والا هل اي هلايا مئن وومئن
مئن پيتي هئي مئي منصوري جوش جڳايا مئن وو مئن
حيرت حال حلاجي دي وچ هوش گنوايا مئن وو مئن
وچ آڙاهہ الوهيت دي جسم جلايا مئن وو مئن
مئن وي مصحف دا مئن حافظ دور سنايا مئن وو مئن
مئن وي ملڪ دا مئن تي مالڪ طبل وڄايا مئن وو مئن
سراپني تي مستي والا چٽ جهلايا مئن وو مئن
نيهون "تارڪ" نام ڏراڪي آف بچايا مئن وو مئن
وهہ منصوري مشرب والا ڳاوڻ ڳايا مئن وو مئن



اي صبا مين نون پتہ ڏي يار دا
شوق رهندا جهندي هي ديدار دا

هي سراپا صورت روئي صنم
مين ڏٺا جلوا هي هر گلزار دا

ابر آيا هي تي گل دا فصل هي
منتظر هون ساغر سرشار دا

اُهن وچون آيا نظر تيڏا لقا
مين هون ممنون روزنِ ديوار دا

سب دي اندر ويک ذات ذوالجلال
فرق چوڙيم ڪافر و ديندار دا

ڪيا ڪري لقمان افلاطون اٿان
هي نہ دارون عشق دي بيمار دا

سراُهيندا ڪپ وفادي راھہ وچ
ڏرنهين تارڪ نون ڪچ تلوار دا



يار دي الفت سوا هي دين تي ايمان عبث
راز وحدت ٻاجھ پڑھڻا بيد تي قرآن عبث

ثُم وجھ الله دي ٻاجھون چشم چاوڻ ڪفر هي
گر نہ ڄاڻين سرحق تيڏي عبث دل جان عبث

خاڪساري هي پسند درگھ رب ڪريم
تنهن سوا تيڏا سيوئي ساز تي سامان عبث

ڏينهن هڪ گم تيي سارا ننگ تي ناموس اوج
هي فنا دي فڪر ٻاجھون طور خان ومان عبث

گر خدا دي هو طلب تئنون ڪرين معلوم جلد
تاج ڪيخسرو وتي تخت قيصر خاقان عبث

گر تون آوين وچ چمن مين پيي اٿان آوان سڄڻ
ورنہ گل گلشن عبث هي باغ تي بستان عبث

صورتِ بيچون ڪون ومڪين تارڪ از خوبان سدا
ورنہ ديدارِ جمال جلوهٔ خوبان عبث



## شبد

سنو ري ساڌو گر گم ڀاڻي — ڪايا مايا ڪوڙ ڪهاڻي
پيءِ ڪرپا جپ ساڌ سنگت ڪي — لک روپ الک ڪي لکاڻي
اوهئون سئو هون ڪي ڌن لاگي — ڪلي انهدان ٻيي واڻي
برم ڪا گيان پرپت هويا — هردي اوسدي جوت سماڻي
مورک اپنا سروپ نہ سوجهي — نت نت پٽر پاڻي
تارڪ نام نرنجن جپنا — تبهين هوئي سِڌ ڪماڻي



مايا ويک نہ موهہ ڪريجي — هي من چلٽي هار ري
ناڪون سنت مهونت سڌاري — لاڪون راج ڪمار ري
بن ست نام جنم نهين سڦلا — ڪرڻ سوچ بچار ري
پون آڪاس چڙها ڪر ديکو — درسن دسوين دئار ري
جي ميري وچ جوت سماڻي — اگم اکنڊ اپار ري
گوڪي گيان اپر هون پلپل — ٻلهاري ٻلهار ري
تارڪ سيس نما ڪر درشن — داتا ڪي دربار ري



مئن هون سنياسي مئن هو سنياسي — ديس اگم ڪا واسي ري
نامئن ماٽي جل نا اگني — نا مئن پون آڪاسي ري
مئن هون وشنو مئن هون برما — مئن هون شوڪيلاسي ري
گهٽ ۾ گهٽ گنگا گهٽ ۾ جمنا — گهٽ مين مٿرا ڪا سي ري
مئن هون گياني مئن هو ڌياني — مئن هون پدانباسي ري
مئن هون گُرو مئن گوبند تارڪ — مئن هون پنٿ اداسي ري



جوئي گُر گم پدنا پاوي    اوئي اپنا جنم گنواوي
ساڌ ڪي سنگت ست ناجاني    اوجن اوڙڪ نرڪ مين جاوي
موهہ مايا مين مگهن هي جوئي    مورک هاٿ مڪت نہ آوي
مايا جس ڪي من ڪون لاگي    ڪلپت پاپ ڪروڙ ڪماوي
بن ڪرپا ساچي ستگر ڪي    انگ اوديا ڪاڪون مٿاوي
ناماچار جڳت ڪي آشا    هر دي سون هر نام چڙا وي
هووي ڪوجن ڌيان ڌري تن    تارڪ ست اپديش سناوي



انهد گهور گگن هون مئن ري    پرم نگر مين مگهن هون مئن ري
مئن هون آنند روپ امولڪ    سوامي ست سون وچن هون مئن ري
مئن هون رشي پڇنيڪ ڀڳت هون    ڌيان الک ڪا جن هون مئن ري
نرانڪاري نيستر ڪليا    درشن مين پرشن هون مئن ري
مئن اڪال اجنم امر هون    ست سري ڪرشن هون مئن ري
مئن نروير هون نر ڀوءِ تارڪ    مئن ڀڳوان ڀڄن هون مئن ري



مئن ستگور شرني لاڳي　　مئن من ڪي ممتا تياڳي
سوپ و يا پڪ سوامي سندر　　شبد سنايا هردي مندر
تب جوت پرم ڪي جاڳي
مئن يئي سدا وڏ ڀاڳي
پرم پد ارت سهجي پايا　　گهٽ گهٽ مئن وهه گن مين گايا
بن بن ڪي ڀيک بيراڳي
تارڪ نرگڻ سرگڻ ست هي　　هر ڀڳت ڪي مڪت ڪي گت هي
هي سڀ ۾ صاحب ساڳي



مئن پرم پدارت پايا　　ست گرو اپديش سنايا
سنسا متيا جنم مرن ڪا　　سنگ پيا جب ساڌ سرن ڪا
چت سوهئون سبد سمايا
برم ڪي ڳوليان ڪي جب گت پائي　　تن من ڌن ڪي سرت گنوائي
نر پوء ڪا نار بجايا
جس ڪون هر ڪي چاتي لاڳي　　ڪايا مايا ڪلپت تياڳي
تس انگ پيوت رمايا
تارڪ ڪاهي ڀيک سنياسي　　پايا پورن پدابناسي
جي اپني الک جڳايا



## نمونئہ ڪلام

(عربي)

بحمد الله اعظم فى المقال ـ بشكر الله اشعر باكمال
هو اخلاق فى ايجاز خلق ـ هو التواب تواباً فى ابتهال
عليم عالم بالغيب شيئًا ـ حفيظ الكل هو فى ابتذال
هو الغفار فى ذنب الخلائق ـ فقر بنى ما دا باتصال
رفيع الكل فى اعلى صفات ـ ولا يسجد له من اختيال
ومن انواره نورالنبوة ـ ومن فيضانه فيض الاالى
محمد عظيمة فصل الخطاب ـ فبره العلى من احتيال
شفيع الخلق فى يوم قيامة ـ غياث الكل فى وقت الذلال
بطبى حب ذات الله جمعا ـ وفى سرى لقائك بالوصال
ذكرت الله ذكر ابا لمحبة ـ محيط لى وهو كالا شتمال
فنى روحيى وجسميى فى لقائك ـ حصل منك البقا بالا عتدال
دواء الوصل بحصل من حبيب ـ وفيها لى نجاة الاعتلال
اذا يجرى من العينن دمُ ـ لفرقته له لا اعتقال
وفى يوم الازل اسلمت وجهيى ـ على باب الصم بالامتثال
وصلى باقٍ بيقاءِ ربى ـ بدارين له لا انحلال
يضئ من وجهة بالهجر يحمد ـ فيعفوالحق منه الانفعال
ومرغوب بقلبي ليلة البدر ـ الاهيى اعظمى بالبر شكال
حبيبى فى الخيام بمتكاءِ ـ اذا من هجره بين الجبال
لتارك قبلة من وجه نورِ ـ باخذ كان من حسن الخصال

# فارسي

شد منور هر دو عالم از جمال مصطفیٰ ـ از کمال پس مثالی شد مثال مصطفی
والشفق والنجم توصیف لب و دندان او ـ والضحی والليل وصف خدوخال مصطفے
الہی از شراب عشق کن لبریز جام را ـ بیفزا نشه های بیخودی شرب مدام را
بہار جلوهٔ حسن توهر سو جلوهٔ دارد ـ دمی از بوی زلف خود معطر کن مشام را
بگوئی کثرت موهوم درمادم بصد حسرت ـ بسوئی وادیء وحدت کشش فرما زمام را
بیا ساقی بده جامی که روشن کند دلها ـ زداید کوری باطن بود شمعی به محفلها
دوش درمیخانه دیدم ساقی و میخوار مست ـ شیشه مست و جام مست و ساغر سرشار مست
روح مست و قلب و عقل مست و مست عشق ـ زهد مست و علم مست و هوش مست افکار مست
دیر مست و کعبه و کفر مست و مست دین ـ کافر و دیندار مست و مست چه هشیار مست

# اردو

کبھی گلخن کبھی گلزار دیکھا - جدھر دیکھا جمالِ یار دیکھا
جو چاہا جلوہ اثبات و منفی - وہ تیرے روپ میں زنہار دیکھا
جہاں تیرا قدم ہو گا وہاں باغ ارم ہو گا - جہاں باغ ارم ہو گا وہاں تیرا قدم ہو گا
تجھے زاہد مزا ہے جو وظیفہ بڑ بڑانے میں - مزہ رندوں کو وہ خوش از سرود زیر و بم ہو گا
کوئی تحریر تارک گر رہی مرغوب لوگوں کو - بس اس کو ہم سمجھ لینگے کہ وہ تیرا قلم ہو گا
خون سے رنگین ہے دامانِ بہار - ہو رہا ہے خوب سامانِ بھار
تو اصل ہے سِرّ نہاں ہٰذا جنون العاشقین - سب چیز سے تو ہے عیاں ہذا جنون العاشقین
تجھ سے ہیں پیدا دو جہاں تجھ سے زمین و آسماں - تجھ سے مکان و لامکان ہٰذا جنون العاشقین
تو تارک رنگین بیان تو خوش سخنور خوش بیان - در دشمنان در دوستان ہٰذا جنون العاشقین
**

# ڪتابيات

فقير هدايت علي تارڪ جي سنڌي شاعريءَ تي تحقيقي مقالي لکڻ وقت هيٺين ڪتابن مان مدد ورتي ويئي. دراصل انهن ڪتابن کان سواءِ فقير صاحب جا قلمي ڪتاب به مطالع هيٺ رهيا. جن مان به مدد ورتي ويئي، جي پڻ مددي ڪتابن جي فهرست ۾ اچي وڃن ٿا. پر جيئن ته تصنيفات واري باب ۾ انهن جو ذڪر اچي چڪو آهي، تنهن ڪري اهي سڀ ڪتاب "مددي ڪتابن" واري فهرست ۾ شامل نه ڪيا ويا آهن:


| | | | |
|---|---|---|---|
| احمد ملاح، | مولانا بياض احمد | احمديه دارالاشاعت بدين | ١٩٦٤ع |
| اسدالله شاهه تڪڙائي، | تذڪره شعراء تڪڙ، | سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد | ١٩٥٩ع |
| آنند رام طوطلداس | رسالو بيدل فقير، | مولوي محمد عظيم اينڊ سنز شڪارپور | ١٩٦٦ع |
| پيرومل ايسرداس، | قومي ساهتي | منڊل حيدرآباد | ١٩٤٤ع |
| ثناءالله ثنائي، مولوي، | ثنائي اشعار | حافظ برادرز سکر | ١٩٤٧ع |
| جمع خان غريب، | رسومات تباهي | دادو | ١٩٥٣ع |
| جي ايم سيد، | نئين سنڌ لاءِ جدوجهد (حصو پهريون) | | ١٩٥٠ع |
| جي ايم سيد، | جديد سياست جا نورتن، | حيدري پريس حيدرآباد | ١٩٦٧ع |
| جي ايم سيد، | جنب گذاريم جن سين، | سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد | ١٩٧٠ع |
| جي ايم سيد، | سنڌ جي بمبئي کان آزادي | حيدري پريس حيدرآباد | ١٩٦٨ع |
| حبيب الله فڪري، | تحفه ڪراچي | اپريل، | ١٩٥٤ع |
| حسام الدين شاهه راشدي | هوڏ وڃي هو ڏينهن، | سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد | ١٩٧٧ع |
| حسام الدين شاهه راشدي | مهراڻ جون موجون (ٻيو ڇاپو) | پاڪستان پبليڪيشن | ١٩٦٤ع |
| رشيد لاشاري، | ڪليات گدا، | سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد | ١٩٥٧ع |
| عبدالجبار جوڻيجو ڊاڪٽر، | سنڌي ادب جي مختصر تاريخ، | سرهه ڪتاب حيدرآباد | ١٩٧٣ع |
| عبدالغفور سومرو | سنڌي غزل جي ارتقا | انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي | ١٩٦٦ع. |
| عبدالڪريم سنديلو ڊاڪٽر، | ڀهاڪن جي پاڙ | اسلم پبليڪيشن لاڙڪاڻو | ١٩٧١ع |
| عبدالڪريم گدائي، | ساٽيهه جا سُور، | ضلع ترقياتي ايسوسيئشن جيڪب آباد | ١٩٦٥ع |
| عبدالڪريم گدائي، | پکڙا ۽ پنهوار، | ضلع ترقياتي ايسوسيئشن جيڪب آباد | ١٩٧٥ع |
| عبدالمجيد ميمڻ ڊاڪٽر، | تذڪره شعراء سکر، | سنڌي ادبي سوسائٽي اسلاميه ڪاليج، سکر | ١٩٦٥ع |
| عبدالمجيد ميمڻ ڊاڪٽر، | مهراڻ تي مجلس | سنڌي ادبي سوسائٽي اسلاميه ڪاليج سکر، | ١٩٦٩ع |
| عبدالمجيد ميمڻ ڊاڪٽر، | سنڌي ادب جو تاريخي | عجائب اسٽور، سکر | ١٩٧٢ع |

جائزو

| | | | |
|---|---|---|---|
| عبدالمجيد ميمڻ ڊاڪٽر، | جوتيون جواهرن جون، | سنڌي اڪيڊمي لاڙڪاڻو | ١٩٧٣ع |
| علي محمد راشدي، | اهي ڏينهن اهي شينهن (ٻيو ڇاپو) | سنڌي ادبي بورڊ | ١٩٧٤ع |
| علي محمد قادري ديوان قادري، | غلام عباس قادري، | | ١٩٤٠ع |
| علي نواز وفائي، | يادگار مولانا وفائي، | وفائي پبليڪيشن هائوس | ١٩٧٣ع |
| غلام احمد نظامي، | بياض نظامي | | ١٩٤٨ع |
| غلام احمد نظامي، | رياض نظامي | | ١٩٥٠ع |
| غلام علي الانا ڊاڪٽر، | سنڌي نثر جي تاريخ، | ادبيات پبليڪيشن حيدرآباد | ١٩٦٠ع |
| غلام علي مسرور، | مسدس مسرور عرف هيرن جوهار، | آر ايڇ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد | ١٩٥٣ع |
| فتح محمد سيوهاڻي، | بهار ڪلام | | ١٩٥٠ع |
| قليچ بيگ مرزا، | تقريرون ۽ تحريرون، سنڌي ادبي بورڊ | | ١٩٧٠ع |
| ڪريم بخش خالد، | سنڌي صحافت، | حبيب پبليڪيشن سکر | ١٩٥٥ع |
| ڪشنچند بيوس، | سامونڊي سپون | | ١٩٢٩ع |
| ڪشنچند بيوس، | شيرين شعر | سندر ساهتيه ڪراچي | ١٩٤٧ع |
| لال سنگهه اجواڻي، | هسٽري آف سنڌي لٽريچر، | ساهتيه اڪيڊمي، دهلي | ١٩٦ع |
| لطف الله بدوي، | تذڪره لطفي (ٽيون ڀاڱو) | آر ايڇ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد | ٥٢-١٩٥٣ع |
| لطف الله بدوي، | ڪليات خادم، | سنڌي ادبي بورڊ | ١٩٥٨ع |
| محبوب علي چنه، | ڪليات امين، | سنڌي ادبي بورڊ | ١٩٥٨ع |
| پروفيسر محبوب علي چنه، | سنڌي ادب جا جديد رجحانات | | ١٩٧٤ع |
| محمد احسن چنه، | ديوان احسن، | ويڙهو مل ڪنڌ مل لاڙڪاڻو | ١٩٥٥ع |
| محمد بخش جوهر، | ڪلام بسمل، | آر ايڇ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد | ١٩٦٢ع |
| محمد بخش جوهر، | گلدسته لاڙڪاڻه، | جمعيت الشعراء سنڌ | ١٩٧٤ع |
| محمد بخش واصف، | تذڪره شعراء | آر ايڇ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد | ٥٥-١٩٥٦ع |
| محمد بخش واصف، | ديوان واصف، | آر ايڇ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد | ١٩٥٥ع |
| حافظ محمد حيات شاه، | ديوان حافظ (ٻيو ڇاپو) | آزاد بوڪ ڊيپو حيدرآباد | ١٩٥٠ع |
| مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، | يادرفتگان، | الزمان دارالشاعت هالا | ١٩٥٣ع |
| محمد صديق مسافر، | ڪليات مسافر، | آر ايڇ احمد اينڊ برادرس | ١٩٦٥ع |
| محمد صديق ملاح مرهم، | پيغام احمد، | احمد ملاح پبليڪيشن بدين | ١٩٦٩ع |
| محمد صديق ملاح مرهم، | غزليات احمد، | احمد ملاح پبليڪيشن بدين | ١٩٧٢ع |
| محمد صديق ملاح مرهم، | گلزار احمد، | احمد ملاح پبليڪيشن بدين | ١٩٧٢ع |
| محمد صديق ميمڻ، | سنڌي ادب جي تاريخ، | آر ايڇ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد | ١٩٦٨ع |
| منگهارام ملڪاڻي، | سنڌي نثر جي تاريخ، | ڪونج پبليڪيشن بمبئي | ١٩٦٨ع |
| نارائڻ شيام، | غزل، | اشوڪ پبليڪيشن دهلي | ١٩٦٠ع |
| نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر، | هفتا، ڏينهن ۽ راتيون، | سنڌي ادبي بورڊ | ١٩٦١ع |
| نبي بخش خان بلوچ | ڪليات سانگي، | سنڌي ادبي بورڊ | ١٩٦٩ع |

ڊاڪٽر،
نٿومل لوڪومل، بحرالعشق، ڪراچي ١٩٦٨ع
نوازعلي شوق بلوچ، هيڪار، ورستي سنڌي پبليڪيشن ڪراچي ١٩٧٦ع
هرومل خادم سدارنگاڻي، روح ڏنو ريلو، لجپت نگر دهلي ١٩٦٣ع
هرومل خادم سدارنگاڻي، پرهه جي پاڪ، لجپت نگر دهلي ١٩٧٢ع
يار محمد ٿانوري مسلم، سي لاهوتي لڏي ويا، مڪتبه فروغ ادب، ڪراچي ١٩٦٤ع

اردو ڪتاب
ثناءالله، تحقيق وحدت الوجود، پاڪ اڪيڊمي ڪراچي ١٩٦٣ع
پير حسام الدين راشدي، سندهي ادب اداره مطبوعات پاڪستان ڪراچي
شبلي نعماني، شعرالعجم (حصہ چهارم) حاجي فرمان علي اينڊ سنز لاهور
شبلي نعماني، شعرالعجم (حصہ پنجم) فرمان علي اينڊ سنز لاهور
محمد حفيظ الرحمان تذکره شعراء سنده، (مترجم) بهاولپور ١٩٤٥ع
محمد حسن، جواهر العشاق حيدرآباد ڪالوني ڪراچي
محمد نظير الحسين، سيد العرفان گورکپور ١٩١٦ع
مسعود الحسن رضوي، هماري شاعري نولڪشور لکنو ١٩٤٤ع
نصير احمد ناصر، جماليات قرآن کي روشني مين ١٩٥٨ع
ولي الدين ڊاڪٽر، قرآن اور تصوف حيدرآباد دکن ١٩٤٥ع

مخطوطات
غلام سرور مغل ڪلام سرور
غمدل فقير رسالو غمدل فقير جو ڪلام
فيض درياهه رسالو داتا فيض درياهه
قادر بخش بشير، ڪليات بشير
گل محمد خان زيب مگسي ڪلام زيب

تحقيقي مقالا
(سنڌ يونيورسٽي طرفان ايم اي سنڌي جي چوٿين پيپر بجاءِ لکرايل تحقيقي مقالا)
احسان الله پتو آغا غلام نبي صوفي ١٩٦٥ع
فهميده ناز مغل، لعل چند مجروح جي شاعري ١٩٧٤ع
عبدالغفور ميمڻ، اديب سنڌ رسالي جو سنڌي علم ادب ۾ حصو ١٩٦٧ع
عبدالحي لوڌي، مرحوم قادر بخش بشير جي شاعري ١٩٦٢ع
عبدالخالق ٿهيم، جيڪب آباد تعلقي جي علمي ادبي تاريخ ١٩٦٧ع
عبدالستار نيڪ محمد ثناءالله ثنائي جون ادبي خدمتون ١٩٦٥ع
عبدالواحد ابڙو غلام علي مسرور جي شاعري ١٩٦٣ع

| | | |
|---|---|---|
| غلام مصطفيٰ بلوچ، | فقير علي محمد قادري جي شاعري | ١٩٦٤ع |
| محمد مبارڪ بروهي، | مرحوم هدايت علي تنيه جون ادبي خدمتون | ١٩٦٥ع |
| محمود شاهه، | سيد ڪشنچند بيوس جي شاعري | ١٩٦٣ع |
| نياز محمد شيخ، | غلام سرور قادري فقير جي شعر و شاعري | ١٩٦٥ع |

**

## اخبارون ۽ رسالا

- هفتہ وار الحقيقت لاڙڪاڻو ٢٧ جولاءِ ١٩٢٩ع
- هفتہ وار الحقيقت لاڙڪاڻو ٣ آگسٽ ١٩٢٩ع
- هفتہ وار الحقيقت لاڙڪاڻو ١٢ آڪٽوبر ١٩٢٩ع
- هفتہ وار الحقيقت لاڙڪاڻو ٢٨ آگسٽ ١٩٣٢ع
- هفتہ وار الحقيقت لاڙڪاڻو ٢٦ آگسٽ ١٩٣٣ع
- هفتہ وار الحقيقت لاڙڪاڻو ٧ آڪٽوبر ١٩٣٣ع
- هفتہ وار الحقيقت لاڙڪاڻو ١١ آگسٽ ١٩٣٤ع
- هفتہ وار الحقيقت لاڙڪاڻو ١ ڊسمبر ١٩٣٤ع
- هفتہ وار ذوالفقار گهوٽڪي، تارڪ نمبر ١٩٦٤ع
- ماهوار سنڌو شڪارپور، آڪٽوبر ١٩٣٦ع
- ماهوار سنڌو شڪارپور، نومبر ١٩٣٦ع
- سنڌي ڊائجسٽ، حيدربخش جتوئي، نمبر آگسٽ ١٩٧٣ع
- سہ ماهي مهراڻ حيدرآباد، سنڌ ١٩٦٠ع
- سہ ماهي مهراڻ، حيدرآباد، سنڌ شاعر نمبر ١٩٦٩ع
- ماهوار نئين دنيا (ڀارت) عزيز پرچو سيپٽمبر، ١٩٧١ع
- ماهوار نئين زندگي ڪراچي، آگسٽ ١٩٥٧ع
- ماهوار نئين زندگي ڪراچي، نومبر ١٩٦٠ع
- ماهوار نئين زندگي ڪراچي، سيپٽمبر ١٩٦٧ع
- ماهوار نئين زندگي ڪراچي، آڪٽوبر ١٩٦٧ع
- ماهوار نئين زندگي ڪراچي، نومبر ١٩٦٨ع
- ماهوار نئين زندگي ڪراچي، جنوري ١٩٦٩ع
- ماهوار نئين زندگي ڪراچي، سيپٽمبر ١٩٧٦ع

